# خدا، سائنس ۽ فلسفو

سنڌيڪار ۽ سهيڙيندڙ
**عبدالمؤمن ميمڻ**

Sindhica سنڌيڪا







334

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو : | خدا، سائنس ۽ فلسفو |
| سنڌيڪار ۽ سهيڙيندڙ: | عبدالمؤمن ميمڻ |
| ڪمپيوٽر لي آئوٽ: | آصف حسين لغاري |
| پهريون ڇاپو: | 2013ع |
| ڇپيندڙ: | آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي |
| ڇپائيندڙ : | سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي |
| قيمت : | 150/= رپيا |

**"Khuda, Science Aen Falsafo"**
Compiled by: Abdul Momin Memon
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road,
Karachi-74400 Phone: 021-32737290
website: www.sindhica.org, Email:sindhica_academy@yahoo.com

استاڪسٽ

**سنڌيڪا اڪيڊمي، B_24 نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي فون:02132737290**
**سنڌيڪا بوڪ شاپ، جتوئي منزل حيدر چوڪ حيدرآباد فون: 03013594679 _**
**سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 071_5628368، 03013431537**
**العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521 ، 0300_343115**

ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، بخاري ڪتاب گهر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور نيم ڪي چاڙهي سکر- ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي- سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه- عثمانيه لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو، - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- رحيم ڪتاب گهر مهراڻ چوڪ بدين-مدني اسلامي ڪتبخانو، جنيد بوڪ اسٽور ۽ رشيد بوڪ اسٽور نئون چوڪ- ممتاز ڪتاب گهر دادو -حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - سعيد بوڪ اسٽور، سنڌ ڪتاب گهر پٽائي بازار شڪارپور- المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگهڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- سرتاج ۽ گلزار بوڪ اسٽور، ڪنڌڪوٽ- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز- حافظ ايند ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه- ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 0300-3319565، عطار ڪتاب گهر، بدين، مهراڻ ڪتاب گهر، عمرڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو،
عباس ابڙو شڪارپور فون: 03362870897 ساحر ڪتاب گهر، 0346-8948535 دادو

**لکپڙهه ۽ وي پي ۽ ذريعي گهرائڻ لاءِ**
**سنڌيڪا اڪيڊمي**
**B-24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي74400**

# ارپنا

هي ترجمي جو پورهيو

ماتليءَ جي سڄاڻ دوستن:

**❊جنيد انور لغاري**

**❊شاهد لطيف نظاماڻي، عدنان لطيف نظاماڻي**

ڊاڪٽر عبدالصمد نظاماڻيءَ منهنجي علائقي جي پياري انسان: استاد فقير-

حڪيم ظفر علي سومرو ”ديهاتيءَ“ جي نانءُ

ڄاڻايل علم دوست ساٿين سان ٿيل علمي رهاڻيون

هن ڪتاب جي وجود پذير ٿيڻ ۾ بنيادي حيثيت رکن ٿيون. خدا ڪري ته

سڄيءَ سنڌ جا نوجوان، فضول ڪچهرين بجاءِ هن قسم جي ڪارائتين رهاڻين

جي محفلين جامور بڻجي پون.

وَ مَا ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ بِعَزِيْزٍ-

**عبدالمؤمن ميمڻ**

# فهرست

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# خدا، سائنس ۽ فلسفو

خدا جي هستيءَ جو اقرار ۽ ان جي وحدانيت جو عقيدو، سمورن الهامي مذهبن جو بڻ بنياد آهي. مذهب جي تفصيلي عقيدن ۽ ان جي عملي صورتن ۾ اڄ اسلام، مسيحيت ۽ يهويت جي درميان ڀلي ڪيترا به اختلاف هجن، پر جيستائين خدا جي هستيءَ جو تعلق آهي، ۽ ان تي يقين ڪرڻ ۽ ان واحد ذات کي، ڪائنات جو خالق-مالڪ ۽ مدبر تسليم ڪرڻ ۾، اهي ٽيئي مذهب متفق آهن. تنهن ڪري ماده پرستن ۽ خدا جي منڪرن جي مقابلي ۾ الله پاڪ جي هستيءَ کي ثابت ڪرڻ، اسان جي درميان گڏيل دلچسپيءَ جي شيءِ آهي ۽ اها خدمت ڪو عيسائي ڪري يا يهودي يا مسلمان، سڀ اسان وٽ عزت جا حقدار آهن.

ان مسئلي بابت فيلسوفن، متڪلمين ۽ دينيات جي عالمن ته ايترو لکيو آهي جو ان جي ڪٿ ۽ ڳڻپ به مشڪل آهي. سائنسدانن به منڍ کان وٺي پنهنجي ذاتي زندگيءَ جي لقائن ۽ پنهنجي تجربيگاهن ۾ پيش ايندڙ واقعن جي روشنيءَ ۾ خدائي مشاهدات پئي پيش ڪيا آهن، البت انهن کي هڪ مستقل موضوع بڻائي تمام گهٽ بحث ڪيو ويو آهي.

هي پهريون موقعو آهي جو هڪ ڪتاب ۾ اڪيچار سائنسدانن- جيڪي سائنس جي مختلف شعبن ۾ اعليٰ درجي جي مهارت رکن ٿا، پنهنجي پنهنجي علم ۽ فن جي حوالي سان خاص طور تي خدا جي هستيءَ جي مسئلي تي باقاعده بحث ڪيو آهي. اها وک اميد ته انهن ماڻهن جي لاءِ وڏي فائدي واري ثابت ٿيندي، جيڪي سطحي طور تي سائنس جي رعب ۾ ورتل هجڻ جي ڪري، خدا جي انڪار يا گهٽ ۾ گهٽ ان جي وجود بابت شڪ ۾ مبتلا آهن ۽ ان غلط فهميءَ ۾ پئجي ويا آهن ته خدا کي مڃڻ هڪ غير سائنسي ڳالهه آهي! هن ڪتاب ۾ اهي ڏسندا ته وڏي کان وڏا سائنسدان بي وس ٿي ڪري الله پاڪ جي هستيءَ جو نه صرف اقرار ڪن ٿا، بلڪ نهايت مضبوط علمي ۽ عقلي دليلن ذريعي ان جو اهڙو ثبوت به ڏين ٿا، جهڙو ثبوت سائنس کان ڪنهن مٿانهين احساس ۽ ادراڪ واري شيءِ بابت ڏئي سگهجي ٿو.



وري خوشيءَ جي ڳالهه اها آهي ته اهي مصنف انهن فيلسوفن وانگر ناهن جيڪي خدا کي رڳو هڪ قوت يا علتِ اُوليٰ (First cause) يا ڪائنات جو روح سمجهن ٿا، يا اهو سمجهن ٿا ته: خدا، هن ڪائنات کي هڪ ڀيرو حرڪت ڏيڻ جي عقلي ضرورت پوري ڪري، ماٺ ٿيو وينو آهي. بلڪ اهي سڀ الهامي خدا کي مڃيندا آهن ۽ علمي ۽ عقلي دليلن سان ان هستيءَ کي ثابت ڪندا آهن، جيڪا هڪ حليم ۽ حڪيم ۽ صاحبِ اراده هستي آهي، جيڪا هڪ ڀيرو خلقي، ماٺ ڪري ويهي ناهي رهي، بلڪ هر پل تخليقي عمل ڪندي رهي ٿي. جيڪا هستي نه رڳو ڪائنات جي خلقڻهار آهي، بلڪ ان بابت تدبير ڪندڙ ۽ ان کي قائم رکندڙ به آهي ۽ وري پنهنجي مخلوق تي مهربان ۽ شفقت ڪندڙ به آهي. الله پاڪ جي انهن صفتن جا پڌرا آثار ۽ شاهديون، جيڪي سائنس جي هر شعبي ۾ نظر اچن ٿيون، انهن کي نهايت سليقي سان هن ڪتاب ۾ پيش ڪيو ويو آهي ۽ نهايت معقول طريقي سان ٻڌايو ويو آهي ته: اُهي ڳالهيون ضرور هڪ جوڙڻهار-حڪيم هستيءَ جون ئي ٿي سگهن ٿيون، جيڪا ڄاڻڻهار ۽ خبر رکندڙ ۽ ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ هجي. جنهن ڪنهن ارادي سان، هڪ مقصد ۽ منصوبي جي مطابق ڪائنات جو هي نظام جوڙيو آهي ۽ جنهن کي چڙو پيدا ڪرڻ سان ئي دلچسپي نه هجي، بلڪ پنهنجي پيدا ڪيل مخلوقات جون حالتون ۽ ضرورتون پوريون ڪرڻ جو به فڪر هجي. اهو بلڪل اهڙو استدلال آهي، جيئن هڪ گهڙي ڏسي ڪري، عقلمند ماڻهو، گهڙي جوڙيندڙ کي ڏسڻ کانسواءِ ئي اهو دليل ڏئي سگهي ٿو ته: هيءَ گهڙي هنن هنن صفتن واري ماڻهوءَ جوڙي هوندي. اهڙي استدلال جي لاءِ گهڙي ساز سان براه راست ملاقات ۽ ان جي ڪارڪردگيءَ جو اکين سان مشاهدو بلڪل ضروري ڪونهي. گهڙيءَ جو وجود ان جي ساخت ۽ ترڪيب (يعني جوڙ ۽ رٿابندي) ۽ وقت ٻڌائڻ جي لاءِ ان جو نيڪ نيڪ مناسب هجڻ خود هڪ عقلمند کي يقين ڏيارڻ جي لاءِ ڪافي آهي ته اها پاڻمرادو وجود ۾ نه آئي آهي پر هڪ اهڙي شخص هڪ منصوبي جي مطابق ان خاص مقصد جي لاءِ، ارادي سان جوڙيو آهي ۽ اهڙي شيءِ جوڙيندڙ شخص ۾ لازمي طور تي هي هي خوبيون هجڻ گهرجن.

خاص طور تي جيڪي شيون هن مفيد ۽ قيمتي ڪتاب جي مطالعي مان هڪ عام پڙهندڙ جي آڏو واضح ٿينديون، انهن جو وچور مختصر طور تي هن ريت آهي:

※ بنيادي تڪرار، عقل ۽ مذهب ۽ سائنس ۽ مذهب ۾ ناهي- بلڪ لامذهبيت ۽ عقل ۽ سائنس جي درميان آهي. جيڪڏهن مذهب مان مراد، ملن، پيرن، پوپن، پنڊتن، پادرين ۽ پوڄارين جي قائم ڪيل مذهبي نظام نه هجي، بلڪ اهو اصل الهامي-آفاقي مذهبي هجي، جيڪو هميشه کان ڪائنات جي هڪ خلقڻهار کي مڃڻ ان جي بندگيءَ جي تلقين ڪندو رهيو آهي ته عقل ۽ سائنس ٻئي پنهنجو وزن پوريءَ

طرح ان جي پُڙ ۾ وجهن ٿا ۽ لامذهبيت، يعني خدا جي انڪار کي مشڪل سان ڪين تائيد حاصل ٿيندي آهي. عقل ۽ سائنس، ٻنهي جي روءِ سان ڪائنات جي وجود ۽ ان جي نظام ۽ قانون ۽ ان جي هر شيءِ جي بناوت ۽ ان جي اندر چٽي حڪمت ۽ مقصديت جو نتيجو آهي. ان جي سڀ کان وڌيڪ غير معقول توجيهه جيڪڏهن ممڪن آهي ته اها اِها آهي ته: هي سڀ ڪجهه پاڻهرتو ٿي پيو آهي ۽ ٿيندو پيو رهي. ظاهر آهي ته ڪنهن سائنس جو امڪان ان ڪانسواءِ پيدا نه ٿيندو آهي ته اها مادي ۽ قوت جي هن دنيا ۾ ڪو ضابطو هجي، ان جي هر شيءِ ۾ هڪ قانون ڪم ڪندو هجي ۽ ان ۾ مقرر سببن مان نتيجن حاصل ٿيڻ جي اميد ڪري سگهجي. اهڙيءَ ريت انساني فائدي جي لاءِ سائنس جي ڪنهن استعمال جو تصور ان ڪانسواءِ نه ٿو ڪري سگهجي ته مادي شيون ۽ انهن جي اندر ڪم ڪندڙ قانونن ۾ بنيادي طور تي ڪو مقصد هجي، جنهن جي بنياد تي اسين هر شيءِ جي افاديت معلوم ڪري سگهون ۽ انهن مقصدن جي لاءِ ان کي استعمال ڪري سگهون جن جي لاءِ اها موزون آهي.

هاڻي، اها ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي ته جيڪي ماڻهو ان نظام ۽ قانون کي هر وقت ڪم ڪندي ڏسي رهيا هجن ۽ ان کي پنهنجي فائدي جي لاءِ استعمال ڪندا رهندا هجن، اهي اهو باور ڪري ويهن ته مادو ۽ طاقت پاڻ ئي پنهنجي اندر اهو نظام قائم ڪري ورتو آهي، پاڻ ئي پنهنجي لاءِ هڪ قانون جوڙي هو ان جي ماتحتيءَ ۾ هلي رهيا آهن. هڪ نظام جو ڪنهن ناظم ڪانسواءِ قائم ٿي وڃڻ ۽ هلندو رهڻ، هڪ قانون جو، ڪنهن قانونساز ڪانسواءِ ٺهي پوڻ ۽ ڪنهن حاڪم ڪانسواءِ نافذ ٿي وڃڻ ۽ نافذ رهڻ هڪ اهڙي ڳالهه آهي جنهن کي عقل تسليم نه ٿو ڪري. سواءِ ان جي ته هو ڪنهن سخت تعصب ۾ مبتلا ٿي ڪري غيرمعقول ڳالهين کي ئي تسليم ڪرڻ جو پَهُ پچائي چڪو هجي.

* چڙو حادثي ۽ اتفاق سان ڪائنات جو جُڙي پوڻ، جنهن کي دهريا، نه صرف ممڪن سمجهندا آهن، بلڪ هڪ يقيني واقعي وانگر بي تڪلفيءَ سان بيان ڪندا آهن، حقيقت ۾ ٻڙيءَ کان وڌيڪ ڪوئي امڪان نه ٿو رکي. جيئن هن ڪتاب ۾ هڪ هنڌ ڄاڻايل آهي ته:

”محض اتفاق سان 92 ڪيميائي عنصرن جي ڪنهن مجموعي مان ڪاربن، هائيڊروجن، نائٽروجن، آڪسيجن ۽ گندرف جي ايترن جوهرن (Atoms) جو نڪري اچڻ، جن مان صرف هڪ پروٽيني ماليڪيول (Molecule) وجود ۾ اچي وڃي- رياضيءَ جي اصولن جي بنياد تي 160 جي پيٽ ۾ صرف هڪ درجو امڪان رکي ٿو. (160 جو مطلب آهي، 10 کي 10 سان 160 ڀيرا ضرب ڏيڻ) وري اتفاق سان هڪ پروٽيني ماليڪيول کي وجود ۾ آڻڻ جي لاءِ جهڙيءَ طرح مادي





جو يڪجا ڪري ملائي ڇڏڻ ضروري ٿيندو، اهو پوري ڪائنات کان ڪيترائي ملين ڀيرا وڌيڪ مقدار ۾ هجڻ گهرجي، ۽ اهو واقعو جيڪڏهن زمين تي پيش اچي ته ان جي لاءِ 10243 سال گهربل آهن. اجا به هڪ پروٽيني ماليڪيول جي ساخت ۾ ”امينوايسڊس“ جو هڪ ڊگهو سلسلو هوندو آهي جنهن جون ڪڙيون 1048 مختلف طريقن سان جڙي سگهن ٿيون. انهن منجهان صرف ڪجهه طريقا ئي اهڙا آهن جن سان پروٽين، زندگيءَ جي لاءِ مناسب هوندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن نامناسب طريقي سان ان جون ڪڙيون جڙي وڃن ته اهو الٽو زهر قاتل بڻجي پوندو آهي. انهن ڪڙين جو محض اتفاقاً، مناسب طريقن سان جڙي پوڻ جو جيترو امڪان آهي، ان جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. هي صرف ان پروٽين جو معاملو آهي جيڪو جاندار جسم جي لاءِ ترڪيبي جُزا فراهم ڪري ٿو ۽ اهو پاڻ بي جان ٿيو وڃي. ان جي اندر جان پوڻ جو مسئلو ان کان به وڌيڪ مشڪل آهي ته، محض اتفاقي حادثو ان کي حل ڪري ڇڏي. هاڻي رياضيءَ جو ڪهڙو قاعدو ٻڌائي سگهي ٿو ته جيڪي شخص محض خالق جي تخليق کان بچڻ خاطر ايترن بعيد البعيد امڪانن جا سهارا وٺن ٿا انهن جو عقل، خدا بيزاريءَ جي ڪيڏي وڏي ٻوجهه هيٺان دٻيل آهي؟

هڪ ٻيو مصنف، ڪيمياوي عنصرن جي دوري نقشي (Periodic chart) تي تفصيلي بحث ڪرڻ ڪانپوءِ اهو سوال ڪري ٿو ته انهن جي اها حيرت انگيز ترتيب، ڇا صرف اتفاق جو نتيجو ٿي سگهي ٿي؟ ڇا اهو ممڪن آهي ته ڪوڙ پروٽون، نيوٽرون ۽ اليڪٽرون ڪٽي ڪنهن ديگڙيءَ ۾ رڌجن ۽ نتيجي ۾ 102 عنصر تيار ٿي نڪرن؟ هو چوي ٿو ته: ان جو امڪان ايترو ئي آهي جيترو، مختلف ڪاڌن جي ترڪيبي جزن کي ملائي گڏ رڌڻ سان مختلف ڪاڌن جو الڳ الڳ شڪل، ذائقي ۽ خاصيتن سان پاڻهرتو رڌجڻ جو امڪان آهي.

هڪ ٻيو مصنف، پرنسٽن يونيورسٽيءَ جي حياتيات جي شعبي جي استاد: پروفيسر ڪانڪلن (Conklin) جي هيءَ چوٽي نقل ڪري ٿو ته: ”عنصرن جي گڏجڻ سان زندگيءَ جو اتفاقاً پيدا ٿي پوڻ ايترو ئي امڪان آهي جيترو هڪ ڇاپخاني ۾ اوچتي ڌماڪي ٿيڻ سان هڪ پوري ڊڪشنري مرتب ٿي ۽ ڇپجي نڪرڻ جو امڪان آهي.“

مٿئين نهايت مفيد ڳالهه جيڪا هن ڪتاب منجهان عام پڙهندڙن جي آڏو وڏي وضاحت سان اچي ويندي سا اها آهي ته جهان جي حادث• يا قديم• هجڻ جو بحث، جيڪو هڪ ڊگهي زماني کان دهرين ۽ خدا پرستن جي درميان هلندو پيو اچي، هينئر

• جنهن شيءِ جي ابتدا هجي

• جنهن شيءِ جي ابتدا نه هجي

جديد سائنس ان جو حتمي فيصلو لڳ ڀڳ خدا پرستن جي حق ۾ ڪري ڇڏيو آهي ۽ دهرين جي لاءِ مادي کي ازلي ۽ ابدي قرار ڏيڻ جي مشڪل سان ڪا گنجائش باقي بچي آهي. پراڻي ماده پرستيءَ جو سمورو دارو مدار ان دعويٰ تي هيو تہ: "مادو، فنا ٿي نہ ٿو سگهي، ان جي فقط صورت بدلائي سگهجي ٿي- پر هر تغير ڪان پوءِ، مادو، مادو ئي رهندو آهي ۽ ان جي مقدار ۾ ڪمي بيشي ناهي ٿيندي." ان ڏس ۾ اهو نتيجو ڪڍيو ويندو هيو تہ مادي جي جهان جي ابتدا ۽ انتها ڪانهي پر هاڻي جوهري توانائيءَ (Atomic Energy) ان سموري تخيل جي چادر اٿلائي ڇڏي آهي. هاڻي مادو، قوت ۾تبديل ٿئي ٿو ۽ قوت، مادي ۾! هاڻي، حرارت جي حرڪيات (Thermo Dynamics) جي ٻئي قانون اهو ثابت ڪري ڇڏيو آهي تہ: هي مادي جهان، نہ ابدي ٿي سگهي ٿو نہ ڪي ازلي. ان کي لازماً هڪ زماني ۾ شروع ۽ هڪ زماني ۾ ختم ٿي وڃڻ گهرجي. هاڻي مختلف طبيعي علمن جي شاهدين سان، ڪائنات جي هڪ شروعاتي وقت مقرر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي ۽ لڳ ڀڳ انهن سمورن علمن جون شاهديون ان ڳالهہ تي متفق ٿي چڪيون آهن تہ هيءَ ڪائنات، تقريباً ملين سال پهريان ڪنهن زماني ۾ وجود ۾ آئي هئي. هاڻي، سائنس زمين جي عمر، ستارن جي عمر، ڌرتي ۽ چنڊ جي نظامن جي عمر، سج جي عمر، اسان جي شمسي نظام جي عمر، مطلب تہ هڪ هڪ شيءِ جي عمر مقرر ڪري رهي آهي ۽ ٻڌائي رهي آهي تہ مختلف عنصرن جو وجود ۾ اچڻ ۽ انهن جي الڳ الڳ قسمن ٺهڻ ۽ صورتن ظاهر ٿيڻ ۾ ڪيترو عرصو لڳو! وري ڪائنات جو جيڪو نظريو اڄڪلهہ وڏيڪ مقبول ٿي رهيو آهي. اُهو اِهو آهي تہ هيءَ ڪائنات، امالڪ هڪ ڏينهن اوچتي ڌماڪي (Explosion) سان وجود ۾ آئي هئي نہ ڪي ڪنهن ڍگهي تدريجي عمل سان! ان جي تخليق جو سمورو مادو، هڪ ئي هنڌ انتهائي گندگي ۽ انتهائي حرارت جي حالت ۾ هيو ۽ اڃا ان جي عمر پنج منٽ ئي هئي تہ هڪ وڏي ڌماڪي سان اها ڦاٽي. ٽيهن منٽن جي اندر اندر سمورا ڪيمياوي عنصر پيدا ٿيا ۽ پوءِ ان مادي مان بي شمار فلڪي نظام جڙيا. اهو جهڙوڪر موجوده سائنس جي زبان سان قرآن جي انهن ارشادن جو تفسير ٿي رهيو آهي، جن ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

"اسين جنهن شيءِ جو ارادو ڪندا آهيون، ان جي لاءِ اسان کي بس اهو چوڻو هوندو آهي تہ ٿي پئہ، تہ ٿي پوندي آهي." (النحل: 14)

اَوَلَمْ يَرَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اَنَّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ كَانَتَا رَتْقًا فَفَتَقْنٰهُمَا ۭ وَجَعَلْنَا مِنَ الْمَاۗءِ كُلَّ شَيْءٍ حَيٍّ ۭ اَفَلَا يُؤْمِنُوْنَ ۝۳۰





"آسمان ۽ زمين سڀ هڪ ڍير هيا، پوءِ اسين انهن کي (ڌماڪي سان) ڦاڙي ڇڏيو." (الانبياءَ: 30)

هنن سمورين ڳالهين کان علاوه هڪ ٻي اهم ڳالهہ جيڪا پڙهندڙن جي سامهون ايندي، اُها اِها آهي تہ: "موجوده سائنس، دهريت ۽ ماده پرستيءَ سان گڏوگڏ شرڪ جي بہ پوريءَ طرح چيلهہ ڀڄي ڇڏي آهي. اڄ اهو ثابت ٿي چڪو آهي تہ پوري ڪائنات هڪ ئي مادي مان جڙي آهي ۽ ساڳيا ئي قانون، ان ۾ ڪارفرما آهن. انسانن جي هيءَ عظيم ڪائنات، جنهن ۾ گهٽ ۾گهٽ هڪ لک فلڪي نظام (Calakies) آهن ۽ جنهن جي صرف هڪ نظام ۾ اسان جي سج جهڙا هڪ ارب سج پنهنجي پنهنجي شمسي نظامن سان گڏ موجود آهن. ان جي جوڙجڪ جا عنصر هر جاءِ تي هڪجهڙا آهن ۽ اهي ئي عنصر آهن جن منجهان، اسان جي زمين ۽ ان جي مخلوقات جڙي آهي. اڄ تمام ڏورانهن ستارن جو بہ مشاهدو ڪيو ويو آهي. منجهن اهي عنصر سڃاتا ويا آهن، جيڪي اسان جي زمين تي عام آهن ۽ فطرت جي قانونن جي عالمگيريت ئي انسان کي ان قابل بڻائي رهي آهي تہ هو زمين تان اٿي ڪري وسيع فضا ۾ وڃي ۽ ٻين سيارن تي پهچڻ جا رستا ڪڍي سگهي. اهڙي معلومات ان وهم گمان لاءِ بہ ڪائي گنجائش ناهي ڇڏي تہ هيءَ ڪائنات مختلف خدائن جي درميان ڇهيل آهي. اڄ اها ڳالهہ پڌري ٿي پئي آهي تہ:

وَهُوَ الَّذِيْ فِي السَّمَاۗءِ اِلٰهٌ وَّفِي الْاَرْضِ اِلٰهٌ ۭ وَهُوَ الْحَكِيْمُ الْعَلِيْمُ ۝۸۴

"اهوئي هڪُ، آسمان ۾ بہ خدا آهي ۽ زمين ۾ بہ ۽ حڪيم ۽ عليم آهي" (الزخرف: 84)

وَهُوَ اللّٰهُ فِي السَّمٰوٰتِ وَفِي الْاَرْضِ ۭ يَعْلَمُ سِرَّكُمْ وَجَهْرَكُمْ وَيَعْلَمُ مَا تَكْسِبُوْنَ ۝۳

"۽ اهو ئي الله آسمانن ۾ بہ آهي ۽ زمين ۾ بہ جيڪو توهان جو ڳُجهہ بہ ڄاڻي ٿو تہ ظاهر بہ ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو جيڪو توهين حاصل ڪريو ٿا." (الانعام: 3)

قدرتي طور تي هن ڪتاب جا مصنف، پنهنجن حاصل ڪيل نتيجن جي مطابقت صرف بائيبل مان ئي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ڇاڪاڻ جو اهي سڀ حضرات، عيسائي آهن ۽ قرآن جو مطالعو، انهن منجهان گهٽو ڪري ڪنهن ڪو نہ ڪيو آهي. پر جيڪڏهن اهي قرآن کي ڏسن تہ ڪين معلوم ٿي وڃي تہ هي ڪتاب پيغمبر ڀاران ڏنل حقيقت جي علم جي تصديق جي لاءِ، بار بار انسان کي انهن شاهدين ڏانهن متوجهہ ڪري ٿو، جيڪي زمين ۽ آسمان ۽ خود انسان جي پنهنجي وجود ۾ لڪل ٿيون. قرآن ٻڌائي ٿو تہ: حقيقت جو علم جنهن کي هو، "العلم" (The

(knowledge) چوي ٿو ته اهو انسان کي ان وحي مان ئي حاصل ٿي سگهي ٿو، جيڪا خدا پنهنجن پيغمبرن تي نازل ڪندو آهي. پر عام ماڻهو ان علم جي سچائي ڪائنات جي مشاهدي مان ماڻي سگهي ٿو. هي مشاهدو جيڪڏهن ماڻهو ڪنهن تعصب کانسواءِ اکيون کولي ڪري ۽ چڙو گمان ۽ اندازي (Speculation) سان نه، بلڪ مشهور حقيقتن تي عقل ۽ منطق کي آزاداڻي طريقي سان استعمال ڪري نتيجا حاصل ڪري ته ڪيس اطمينان حاصل ٿي سگهي ٿو ته: ڪائنات جي نظام جي ٺوس کان ٺوس توجيهه، عقلي لحاظ کان به اهائي آهي جيڪا پيغمبر سڳورا، الهامي علم ذريعي بيان ڪندا آهن ۽ ڪائنات بابت جيڪڏهن عقل ۽ امڪان کان خالي ڪا توجيهه ٿي سگهي ٿي ته اها مشرڪن ۽ دهرين جي توجيهه چئبي. قرآن چوي ٿو:

”يقيناً آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ۾، رات ۽ ڏينهن جي واري واري سان اچڻ ۾، ڪوڙ نشانيون آهن عقل وارن جي لاءِ.“ (البقرة: 164)

”۽ ڇا هو زمين ۽ آسمانن جي انتظام کي غور پري نگاهه سان نه ٿا ڏسن، نه ڪي ڪنهن شيءِ تي جيڪا خدا پيدا ڪئي آهي. نظر وجهن ٿا؟“ (الاحزاب: 185)

نشانيون آهن، يقين ڪرڻ وارن جي لاءِ ۽ خود توهان جي پنهنجي اندر ۾، ڇا اهي توهان کي نظر نٿيون اچن؟ (الذاريات: 21-20)

ان طرح جون بي شمار آيتون قرآن ۾ جابجا ارشاد ٿيون آهن، جن ۾ حق جي معرفت جي لاءِ انهي ئي سائنٽيفڪ طريقي واري جستجو ۽ استدلال جي طرز ڏانهن رهنمائي ڪئي وئي آهي، جن منجهان هن ڪتاب جي مصنفن ڪم ورتو آهي. هو مشرڪن جي مقابلي ۾ دليل پيش ڪري ٿو ته:

”جيڪڏهن زمين ۽ آسمان ۾ هڪ الله جي بجاءِ به خدا هجن ها ته انهن جو نظام بگڙجي وڃي ها.“ (الانبياءَ: 22)

ڇا اهي بنا ڪنهن جوڙڻهار جي جڙي پيا آهن يا پنهنجا پيدا ڪندڙ پاڻ آهن؟ (الطور: 35)

ان کان علاوه هن ڪتاب ۾ ڪوڙ اهڙيون حقيقتون بيان ڪيون ويون آهن جن کي ڪو سائنسدان ڏسي ته هو نت نين علمي تحقيقات کي ان جي مطابق لهندو. مثال طور ان جو اهو چوڻ ته:

”خدا، هر زندهه شيءِ کي پاڻيءَ منجهان وجود ۾ آندو آهي.“ (الانبياءَ: 30)





”۽ آسمان کي هن، نه ڏسڻ ۾ ايندڙ سوارن تي قائم ڪيو آهي“ (الرعد: 3)

”سج پنهنجي جاءِ تي بيٺل ڪونهي بلڪ اهو به پنهنجي ٽڪاڻي ڏانهن وڃي رهيو آهي.“ (يٰس: 38)

آخر ۾ اها ڳالهه چوڻ کان مان نه ٿو رهي سگهان ته هن ڪتاب جي مصنفن منجهان، ڪجهه مصنفن عيسائيت جي ڪجهه مخصوص تصورن جو به ذڪر ڪيو آهي جيڪي انهن جي عيسائي هئڻ جي حوالي سان فطري آهن، پر پلي انهن ڪيتري به يقين ۽ اعتماد سان انهن ڳالهين جو اظهار ڪيو هجي، بهرحال انهن جي حق ۾ اهي سائنٽيفڪ دليل موجود ڪونهن. جيڪي خدا جي هستيءَ بابت موجود آهن.

****

# خدا- اول ۽ آخر!

## ايڊ منڊ ڪارل ڪورنفيلڊ

(محقق ڪيميا)

پروفيسر ايڊرن (ماهر حياتيات- پرنسٽن يونيورسٽي) اڪثر چوندو آهي ته زندگيءَ جو حادثاتي طور تي واقع ٿي پوڻ ائين ئي آهي جيئن هڪ ڇاپ خاني ۾ ڌماڪي سان هڪ ضخيم لغت جو تيار ٿي وڃڻ. مان ان سان سئو سيڪڙو سهمت آهيان.

منهنجو اهو پختو عقيدو آهي ته: خدا موجود آهي، ان ئي ڪائنات کي پيدا ڪيو آهي ۽ اهوئي ان جو رب ۽ پالڻهار آهي.

پر آئون ان جي وڌيڪ وضاحت ڪرڻ ٿو گهران. لفظ: ”خدا“ مختلف ٻولين ۾ جتي استعمال ٿيو آهي، اربين ڪربين انسانن جي لاءِ مختلف معنائون رکي ٿو. جڏهن اسين، اهو لفظ: (خدا) ڳالهائيندا آهيون ته اسان جو مطلب ڇا هوندو آهي؟

- هڪ همہ گير تخليقي ذهن ۽ هم آهنگ فطري اصول،
- عبراني مذهب جو شخصي خدا- جيڪو خالق به هيو ۽ پنهنجن ٻندن جو رهنما به، يا
- اسين ان کي ذاتي تصور ڪندا آهيون، جنهن پنهنجي ذريعي ڪائنات کي ظاهر ڪيو، جنهن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي مبعوث ڪيو ۽ ڪيس هڪ گمراهه انساني نسل کي نجات ڏياريندڙ به قرار ڏنو.

دنيا جا ٻيا مذهب، خدا جون جيڪي تعريفون ڪندا آهن، انهن جو سلسلو اڻ کٽ آهي. ان ڪري ان سوال جا جواب گونان گون هجڻ ئي گهرجن. حقيقت ۾ انهن سوالن جو تعداد ايترو ته گهڻو آهي جو انهن جو پوري طرح احاطو ڪري نه ٿو سگهجي. تنهن ڪري اسين في الحال مٿي آندل ٽن تعريفن تي غور ڪنداسون.

اسان اها ڳالهه ڄاڻئون ٿا ته دنيا ۾ اهڙا ماڻهو به آهن جيڪي صرف پهرين تعريف جا قائل آهن ۽ خدا کي محض هڪ تخيقلي ذهن سمجهن ٿا. ڪجهه ٻيا ماڻهو ٻنهي









تعريفن کي مڃين ٿا. عيسائي، تصورات جا قائل آهن. انهن جو نظريو هڪ دهريي جي نظرئي کان بلڪل متضاد آهي، جيڪو انهن منجهان ڪنهن به تعريف کي قبول نه ٿو ڪري.

هڪ عيسائيءَ جي حيثيت سان، مان ٽئين تعريف جو قائل آهيان. مان ان خدا تي اعتقاد رکان ٿو، جنهن جو ذڪر، ”انجيل نور“ ۽ ”انجيل عتيق“ ٻنهي ۾ آيو آهي. انهن ٻنهي انجيلن ۾ ان کي خالق ۽ رب چيو ويو آهي. انهن جي عبارتن جي گهڻي حصي ۾ ٻڌايو ويو آهي: ته خدا پنهنجن ٻندن کان اهو مطالبو ٿو ڪري ته هو ان عظيم ذات سان قريبي تعلق قائم ڪن. ان ڏس ۾ اها ڳالهه دلچسپ ۽ قابل ذڪر آهي ته انجيل ۾ ڪٿي به ان ڳالهه جي ڪوشش ناهي ڪئي وئي ته خدا جي وجود جو ڪو ثبوت فراهم ڪيو وڃي. ان جي عبارت ان سادي بيان سان شروع ٿئي ٿي: ”شروع ۾ خدا“... هڪ سائنسدان يا ڪنهن ٻئي شخص جي اها هڪ ناجائز جرئت هوندي، جيڪڏهن هو انسانن جي جوڙيل منطقي قانونن سان خدا جو وجود يا عدم وجود ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. آئون مختصر بيان ڪندس ته ڪهڙيءَ طرح ”نامياتي ڪيميا“ منهنجي خدا پرستيءَ جي عقيدي کي متاثر ڪيو ۽ ان کي سگهه بخشي.

هن ڪائنات جي تخليق جي متعلق صرف ٻه نظريا ممڪن آهن: ”يا ته ان کي فطرت ۾ اوجهل هڪ اعليٰ تخليقي ذهن جي ڪرشمہ سازي مڃيو وڃي، ته اهو سڀ ڪجهه ڇڙو حادثي يا اتفاق جو نتيجو آهي“- هڪ اهڙي شخص جي لاءِ، جنهن حيرت انگيز پيچيدگين جي باوجود، وڌندڙ ڪيميا ۾ تنظيم جو مشاهدو ڪيو، خاص ڪري ساهه وارين شين ۾ حادثي يا محض اتفاق جو نظريو قبول ڪرڻ، ڪنهن به طرح ممڪن ڪونهي. ڪو شخص، ماليڪيول (اَڻي) جي جوڙجڪ جو جيترو سائنسي مطالعو ڪندو ۽ ان جي ردعمل تي غور ڪندو، اوتري ئي وڌيڪ هو ان شيءِ جي ضرورت محسوس ڪندو ته ڪنهن اعليٰ منصوبہ ساز ۽ عظيم خلقڻهار جي وجود تي ايمان آڻي.

جڏهن آئون تجربي جي انتهائي پيچيده مشغلن ۾ گهڙي، بي انتها ننڍين ننڍين ذرن جو مشاهدو ۽ مطالعو ڪرڻ ۾ مگن هوندو آهيان ته اڪثر خدا جي اٿاهه حڪمت ۽ دانائيءَ تي حيران ٿي رهجي ويندو آهيان. ڪنهن حيواني عضوياتي نظام ۾ اهڙا پيچيده، وڌندڙ ۽ ڪيميائي عمل ٿيندا رهندا آهن جو، ڪوئي انسان انهن کي پوريءَ طرح سمجهي نه ٿو سگهي ۽ اهو به ڪو عجب جوڳو ڪونهي جو ڪڏهن ڪڏهن بيماريون انهن ۾ مداخلت ڪنديون آهن. ماڻهو، اهوئي ڏسي حيران رهجي ويندو آهي ته ايترو پيچيده نظام ڪهڙيءَ طرح ٿو باقاعده ڪم ڪري. انهن سمورين ڳالهين جي اهائي گهرج آهي ته هڪ منصوبہ ساز ۽ هڪ بي انتها ذهين پالڻهار جي وجود کي تسليم ڪجي. مان پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ جيئن جيئن اڳتي وڌندو ويندو آهيان،

خدا جي ذات تي منهنجو عقيدو پختو ٿيندو ويندو آهي. منڪر مشرڪن جي روش، ڀلي پوءِ اهي دنيا جي ڪهڙي بہ ڪنڊ ۾ هجن، منهنجي لاءِ ڏينهون ڏينهن ڳوڙهي ڳجهارت بڻبي پئي وڃي. انسان جي جوڙيل ڪا معمولي مشين، ڪنهن نہ ڪنهن جوڙيندڙ جي محتاج هوندي آهي. پوءِ هيءَ لکين ڀيرا وڌيڪ پيچيده مشين، خودبخود ڪيئن ٿي جڙي ۽ ارتقاءَ ڪري سگهي؟ گهٽ ۾ گهٽ مونکي تہ اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي.

ڪوڙ سائنسدان، شايد ان ڳالهہ جا قائل هوندا تہ فطرت ۾ تخليقي ذهانت جي هجڻ جو وڏو امڪان آهي. ان جي باوجود ان اعتراف ۽ عيسائين جي خدا تي ايمان ۾ جيڪو وڏو خال آهي، ان کي تمام ٿورا ماڻهو تا پري سگهن. راقم جو اهو عقيدو آهي تہ ان وڏي خال کي سائنس جي اصولن تي پري نہ ٿو سگهجي، جيڪي خدا کي اول ۽ آخر جي حيثيت سان مڃين ٿي نہ ٿا. راقم خدا کي نجات ڏيندڙ جي حيثيت سان بہ پيش ڪندو آهي. رابرٽ گرائٽ جي باوقار حمد جي لفظن ۾ اهو عقيدو ان جي جلوه نمائي هڪ "خلقڻهار"، "محافظ" ۽ "نجات دهنده" جي حيثيت سان ڪري ٿو. خدا تي عيسائين جو ايمان- جيڪو خالق بہ آهي ۽ نجات ڏيندڙ بہ، نہ ڪي غير متعلق آهي نہ ڪي سادگيءَ تي ٻڌل آهي، بلڪ وسيع تر معنائن ۾شايد مافوق الفطرت آهي. انساني منطق جي قيدن ۽ حدف کان بلند ۽ ماوراء! ان ڏس ۾ عقيدي کي، عقل تي بالادستي هجڻ گهرجي. ڇو جو جيڪو خدا جي حضور ۾ ايندو آهي، ان کي پهريان ان جي وجود کي تسليم ڪرڻ گهرجي ۽ ان جو عقيدو هئڻ گهرجي تہ انهن ماڻهن کي پنهنجن انعامن سان بہ نوازي ٿو، جيڪي ان جي ڪاوش سان جستجو ڪندا آهن.

****



# عظيم منصوبہ ساز

**ڪلاڊ ايم-هيٿ وي**

انجنيئر

ان کان اڳ جو مان ايمان باللهِ جي عقلي توجيهات تي بحث ڪريان، اهو ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان تہ منهنجو ايمان منهنجي ذاتي تجربي تي مبني آهي. ذاتي تجربي تي مبني عقيدن کي بي وقعت نگاهن سان ڏسڻ يا انهن کي عقل جي خلاف سمجهڻ چڱو ڪونهي، ڇو جو اهڙي قسم جي سوچ سان، سائنسي فڪري طريقن جي بي وقعتي ٿيندي آهي. اهڙن عقيدن کي دليلن ۽ عقل کان بالاتر عقيدن جو نالو ڏئي سگهجي ٿو.

توڙي جو شروع شروع ۾ الله پاڪ جي باري ۾ منهنجو علم، بنهہ عقل پرستيءَ تي منبي هيو، پر هاڻي خود منهنجي دل ان ذات جي وجود جي گواهي ڏيڻ لڳي آهي ۽ ان عقلي استدلال ۽ شاهدين کي منهنجيءَ نظر ۾ فضول بڻائي ڇڏيو آهي. جن ماڻهن کي ان جو تجربو نہ ٿيو هجي، انهن جي لاءِ ڀلي اهڙا تجربا ناقابل يقين يا ناقابل فهم هجن، پر تجربي مان لاڀ ماڻيندڙ ماڻهو انهن کي بلڪل معقول سمجهندا. مون اهو معلوم ڪيو آهي تہ خدا ئي صرف اهڙي ذات آهي، جيڪا انساني روح جي گهرجن کي پورو ڪري سگهي ٿي.

آگسٽين جي چوڻ موجب:

> "تون اسان کي پنهنجي لاءِ تخليق ڪيو آهي. اسان جا روح تيستائين بي قرار رهندا آهن، جيستائين تنهنجو وصال انهن کي سڪون سان واسي نہ ڇڏي."

هاڻي منهنجن عقيدن جي عقلي ۽ استدلالي بنيادن جو بہ مختصر بيان ٻڌو:

مان سڀ کان پهريان هڪ سادي حقيقت اها ٿو بيان ڪرڻ چاهيان تہ هر خاڪو، هڪ خاڪي ٺاهيندڙ، هر نقشو، هڪ نقشي ٺاهيندڙ ۽ هر منصوبو، هڪ منصوبي ٺاهيندڙ جي وجود جو ڏس ڏئي ٿو. اها تمام سادي حقيقت آهي جنهن جي تائيد، انجنيئرنگ جي تجربن بہ ڪئي آهي. سالن جي تجربي، جيڪو مشينن ۽ بجليءَ جي مختلف ڪمن جي منصوبہ بنديءَ جي بنياد تي حاصل ٿيو آهي، مون کي ان جو عادي بڻائي ڇڏيو آهي تہ جتي بہ ڪو عمدو نقشو يا منصوبو ڏسڻ ۾ اچي، ان جي ٺاهيندڙ

جي تعريف ۽ واکاڻ ڪجي. اهڙين حالتن جي ڪري منهنجي لاءِ اها ڳالهه ناقابل تصور آهي تہ: اسان جي چوڌاري جيڪو خوبصورت نقشو يا منصوبو موجود آهي، اهو ڪنهن نقشي ٺاهيندڙ ۽ منصوبي ٺاهيندڙ کانسواءِ ئي وجود جي جهان ۾ اچي ويو آهي! اهو دليل پراڻو ضرور آهي، پر جديد سائنس ان کي نئين طاقت ۽ تازگي ڏئي ڇڏي آهي. هڪ انجنيئر، ربط ۽ نظم جي تعريف ڪرڻ کانسواءِ رهي نہ ٿو سگهي. هو انهن ڏکيائين جو چڱيءَ ريت اندازو ڪري سگهي ٿو، جيڪي ڪنهن منصوبي کي عملي جامو پهرائڻ ۾ پيش اينديون آهن. اهوئي منصوبي جي سونهن جو صحيح اندازو ڪري سگهي ٿو، ڇو جو ان جو خود اهڙن ڪمن سان واسطو پوندو رهي ٿو. ڪجهه سال اڳ، مون کي بجليءَ تي هلندڙ هڪ مشين جو خاڪو ٺاهڻو هيو، جيڪو حسابن جا مشڪل سوال، تڪڙا حل ڪري سگهي. اهو مشڪل مسئلو هڪ اهڙي آٽوميٽڪ مشين جي ايجاد ذريعي حل ڪيو ويو، جيڪا اڃا تائين فيلڊ ۾ نيشنل ايڊوائيزري ڪميٽيءَ جي دفتر ۾ ڪم ڏئي رهي آهي. ان مشين تي سال بہ سال ڪم ڪرڻ ۽ ان جي مدد سان خاڪ سازي ۽ منصوبہ سازيءَ جا مسئلا حل ڪرڻ کان پوءِ مان سوچي بہ نہ پئي سگهيم تہ اهڙي عمدي مشين ڪنهن ذهين منصوبي ساز کانسواءِ وجود ۾ اچي سگهي ٿي.

اسان جي چوڌاري ربط ۽ تنظيم ۽ منصوبي سازيءَ جو وسيع تر نمونو ڪائنات جي صورت ۾ ڦهليل آهي، جيڪو هر پابنديءَ کان آزاد بہ آهي ۽ مربوط بہ آهي ۽ منهنجي ايجاد ڪيل مشيني دماغ کان وڌيڪ پيچيده آهي. جيڪڏهن منهنجي پيدا ڪيل مشين کي هڪ مصنوبي ساز يا ايجاد ڪندڙ جي ضرورت هئي تہ منهنجي جسماني مشين، جنهن ۾ نباتاتي، طبيعياتي ۽ ڪيمياوي پيچيدگيون هجن ٿيون، تهائين وڌيڪ بهترين ڪارساز ۽ منصوبي ساز جي محتاج آهي.

نقشو، منصوبو، انتظام- جيڪو بہ نالو ان کي ڏجي، ٻن سببن جي ڪري ئي وجود ۾ ايندو آهي، اتفاق يا منصوبہ بندي! ان جي نظم ۽ ربط ۾ جيتري وڌيڪ پيچيدگي هوندي، اوترو ئي حادثي يا اتفاق جو عمل دخل ان ۾ گهٽ هوندو. اسين جهڙي قسم جي منصوبي ۽ جهڙي تنظيم جي درميان آهيون، ان جي موجودگيءَ ۾، خدا تي ايمان رکڻ کانسواءِ ڪوئي چارو ڪونهي.

ٻيو نقطو- جيڪو هتي بيان ڪري سگهجي ٿو، اهو هي آهي تہ ڪائنات جي منصوبابنديءَ جي لاءِ هڪ اهڙو منصوبي ساز گهربل آهي، جيڪو فوق الفطرت هجي. منهنجو ايمان آهي تہ: خدا، فوق الفطرت آهي. ڇاڪاڻ جو ماهر طبيعيات جي حيثيت سان، مون کي هڪ فوق الفطرت ”علت اوليٰ“ تي لازمي طور تي ايمان آڻڻو پوي ٿو. منهنجو فلسفو، مون کي فوق الفطرت تي ان لاءِ يقين ڪرڻ سيکاري ٿو جو اهو طبيعي حواس سان محسوس نہ ٿو ڪري سگهجي. تنهن ڪري، اڌ پڙهيلن لاءِ ان جي وجود کان انڪار ڪرڻ آسان هوندو آهي.

****



# خدا پرستيءَ جي معقوليت

جارج هربرٽ بلاؤنٽ
(ماهر عملي طبيعيات)

مان خدا تي نہ صرف ايمان رکان ٿو بلڪ ان تي ڀروسو بہ ڪندو آهيان. منهنجي لاءِ معبود جو تصور هڪ فلسفياڻو نڪتو ناهي، بلڪ هڪ عملي شيءِ آهي. خدا، منهنجي روزاني زندگيءَ سان گهرو ربط رکي ٿو.

هي نظريو، ڪجهه اعليٰ درجي جي مفڪرن جي نظرين جي خلاف آهي. ڪوڙ ذهين ماڻهن پنهنجي دنيا مان خدا کي خارج ڪري ڇڏيو آهي. دهريت جي مبلغن جي بدولت، خدا جي جلاوطنيءَ کي ڏاڍي سٺي نظر سان ڏٺو پيو وڃي. تنهن ڪري اسان تي اهو فرض ٿو عائد ٿئي تہ خدا پرستيءَ جي معقوليت ثابت ۽ واضح ڪريون. اهو فرض نڀائڻ جي لاءِ مان پنهنجا ئي خيال ۽ تصور پيش ڪندس. پهريان آئون خدا پرستيءَ جي حق ۽ خدا پرستيءَ جي خلاف ڏنل اهم دليلن جو ذڪر ڪندس. جن تي غور ڪرڻ سان، ايمان بالله جي ضرورت محسوس ٿيڻ لڳندي آهي. ٻيو اهو ٻڌائيندس تہ: انسان، خدا تي ڇو ايمان رکندو آهي؟

خدا جي وجود تي گهڻو غور ۽ فڪر ٿي چڪو آهي ۽ زمانن جو اهو بحث، عيسائين جي خدائي نظرئي جي عظمت ۽ بلنديءَ تي ڇيهه ڪري چڪو آهي، پر وري اسپينسر جي هڪ لفظ: ”ناقابل علم و يقين“ هن سندر مڪڙيءَ کي ٻنهه ڪومائي ڇڏيو آهي.

فلسفياڻا خيال ۽ بحث، سموري ڪائنات مان شاهديون ڪٺيون ڪري، ان ڳالهه ڏانهن رهنمائي تہ ڪري وٺندا آهن تہ ڪا اهڙي ذات ضرور آهي، جنهن کي خدا چئي سگهجي؛ پر ضروري ناهي تہ هو انجيل مقدس جو خدا هجي. ڪائنات جي شاهديءَ جي ان فلسفياڻي تعبير سان نہ تہ انجيل جي خدا جي وجود جو امڪان ختم ٿئي ٿو نہ ئي ان مان اهو پتو ٿو پوي تہ اهو تصور، شاهدين جي ڪوٽ جي ڪري ڏنڊلو آهي.

معلوم ائين ٿو ٿئي تہ دوربينيءَ کي بهتر طريقي سان ڇنڊڻ جي ضرورت آهي، توڙي جو بظاهر اهي شاهديون ڪو مڪمل ثبوت مهيا نہ ٿيون ڪري سگهن.

مان انهن شاهدين جي اصل قدر، قيمت ۽ انهن جي عملي اخلاق کي هڪ مسئلي جي شڪل ۾ رياضيءَ مان ثابت ڪرڻ چاهيان ٿو.

اقليدس ۾ اها ڳالهہ خاص طور تي واضح ٿي ويندي آهي ۽ ڪجھ ٺوس حقيقتن کي سامهون رکي ڪري هڪ وسيع علم کي تشڪيل ڏئي سگهجي ٿو. انهن ٺوس حقيقتن جو صحيح هجڻ، ڪنهن ثبوت ڪانسواءِ ئي تسليم ڪيو ويندو آهي ۽ پوءِ انهن تي ٻڌل علم، ٺوس حقيقتن جي مضمرات کي تفصيل سان بيان ڪندو آهي. ڪنهن مسئلي جي وضاحت جي ضرورت پوي تہ آخرڪار انهن ٺوس حقيقتن جو سهارو ورتو ويندو آهي، پر مسئلن جو ڪو بہ مجموعو، انهن ٺوس حقيقتن جو واضح ثبوت ناهي هوندو. انهن ٺوس حقيقتن جو قدر ۽ قيمت معلوم ڪرڻ جي لاءِ ڪجھ آزمائشي مشقون ڪيون ويندويون آهن، تڏهن بہ هر مسئلي جو قابل اطلاق هجڻ ۽ استقامت کان خالي نہ هجڻ بہ انهن ٺوس حقيقتن جو ڪافي ثبوت ناهي. تڏهن بہ انهن ٺوس حقيقتن کي صرف يقين سان قبول ڪيو ويندو آهي، ڪٿي ضروري ناهي تہ اهو يقين اجايو نہ هجي. اهڙيءَ ريت، خدا جو وجود بہ فلسفي ۾ ٺوس سمجهي، قابل قبول تصور ڪيو ويندو آهي. ڪائنات جي گواهي، اقليدس جي مثالي حيثيت اختيار ڪري وٺندي آهي. اقليدس جي مثالن وانگر ڪائناتي شاهديون، ٺوس حقيقت جي بنيادي اصول جو ثبوت نہ سهي، پر ان جو لازمي نتيجو تہ آهن. جيڪڏهن نموني ۽ اصل جي وچ ۾ نسبت ۽ تعلق ٿي سگهي ٿو تہ، انهن مڃيل ٺوس حقيقتن جي معقوليت کي بہ ڪافي گواهي ملي سگهي ٿي. اهي شاهديون، يقين ۽ ايمان کي خراب ڪرڻ جي بجاءِ، اکيون ٻوٽي مڃڻ جون ناهن، بلڪ سوچي سمجهي قبول ڪرڻ جي تلقين ڪندڙ آهن:

- ڪائنات بابت شاهديون
- مقصدن بابت شاهديون
- انسانيت بابت شاهديون

ڪائنات بابت دليلن ۾ روز بدلجندڙ ڪائنات جو مشاهدو ڪيو ويندو. هيءَ ڪائنات بظاهر غير ابدي آهي، پر ابدي حقيقت ڏانهن رهنمائي، ربط ۽ سهڻي ترتيب سامهون اچي ٿي ۽ انسانيت بابت شاهديون، انسان جي اخلاقي رجحان بابت بحث ڪن ٿيون. اخلاقيات ۾ جيترا بلند قانون ۽ اصول نظر ايندا، اوتري ئي عظمت واري ۽ بلند مرتبي واري قانون جي جوڙڻهار جي وجود کي بہ تسليم ڪرڻو پوندو.

منهنجو پنهنجو سائنسي ڪم طبيعياتي تجزئي تائين محدود آهي، تنهن ڪري منهنجون خدا پرستانہ شاهديون ۽ دليل گهڻي ڀاڱي فلسفياڻن مقصدن هيٺ اچن





ٿا. حقيقت اها آهي تہ ڪائنات جهڙي قدرت جي ڳوڙهي مظهر کي هلائڻ وارن قانونن جي تعين ڪرڻ کان پهريان اهو يقين ڪرڻ ضروري آهي تہ، هتي ڪنهن نہ ڪنهن قسم جي تنظيم موجود آهي ۽ اها تنظيم تجزيو ڪندڙ انسان ئي دريافت ڪري سگهن ٿا.

ماهر، ڪنهن مشڪل مسئلي کي، قدرت جي مظهر جو نمونو تيار ڪري ئي حل ڪندو آهي. اهو نمونو، جسماني طور تي اندازي جي مطابق ئي اصل جهڙو هوندو آهي. نمونو، گهڻي ڪان گهڻو سادو هوندو آهي ۽ اصل کي وڌيڪ ويجهو هوندو آهي ۽ وري ان جو مطالعو بہ اهي قانون دريافت ڪرڻ جي لاءِ ڪيو ويندو آهي، جيڪي اصلي صورتحال ۾ جاري هوندا آهن. جيڪڏهن نموني جي مطالعي ۾ صحيح انگن اکرن جو پتو پئجي وڃي تہ، اهو ان ڳالهہ جو واضح ثبوت آهي تہ ان جو انتخاب صحيح آهي.

اها ڳالهہ قابل ذڪر آهي تہ، ڪنهن بہ طبيعياتي مسئلي جي لاءِ هڪ نہ هڪ نمونو هٿ اچي ويندو آهي، تنهن ڪري اهو ظاهر آهي تہ ربط ۽ تنظيم حقيقت جو هڪ حصو آهي. ان تنظيم جي باري ۾ اهو چوڻ تہ خودبخود وجود ۾ اچي وئي يا ڪنهن انتشار سان پيدا ٿي پئي، انساني عقل جي لاءِ سڪون جو باعث نہ ٿو ٿي سگهي. تنهن ڪري غور فڪر جو عادي انسان، ڪائنات کي ڏسي ڪري، ان جي منصوبي ساز جو تصور ڪري وٺندو آهي ۽ اهو منصوبہ ساز هڪ معبود جي حيثيت سان، انساني زندگيءَ جي ٺوس حقيقتن جو حصو بڻجي ويندو آهي. خدا کي حقيقت جو نمونو سمجهيو ويندو آهي. تجربي ۽ نتيجي جو پاڻ ۾ تعلق ان بديهي نظرئي جي معقوليت جي لاءِ وڏي شاهديءَ جو ڪم ڏيندو آهي. جيڪڏهن نمونو درست هجي تہ ربط ۽ تنظيم کي حقيقت جو هڪ جزو هجڻ گهرجي. تجربي ۾ ربط ۽ تنظيم جي موجود هجڻ سان ايترو پتو تہ پئجي ويندو آهي تہ نمونو، گهٽ ۾ گهٽ ان تجربي جي حد تائين ٺيڪ آهي. هر منڪرِ خدا کي بہ پنهنجي عقلمند هجڻ جو يقين هوندو آهي ۽ خدا جي منڪرن کان عقلمنديءَ جو حق ڇنڻ چڱو بہ ڪونهي. ڇو جو ڪائناتي شاهديون الله پاڪ جي وجود ڏانهن رهنمائي ڪرڻ جي باوجود انهن جو ثبوت نہ ٿيون بڻجي سگهن.

خدا جي انڪار جي شاهدين جو هڪ اهم پاسو اهو آهي تہ اهي سموريون نج منفي آهن. معبود جي وجود جي مثبت ثبوت دستياب نہ هجڻ جو مطلب اهو سمجهيو ويو آهي تہ معبود جو وجود ضروري ڪونهي ۽ معبود جي وجود جي شاهدين کي ناڪافي سمجهي رد ڪيو ويندو آهي. مثال طور: ڪائنات بابت شاهدين کي اهو چئي رد ڪيو ويندو آهي تہ مادي ۽ قوت ۾ نہ ختم ٿيندڙ ردوبدل ٿيندي رهندي آهي. تنهن ڪري اها شيءِ جنهن کي توهين حقيقت سمجهي ويٺا آهيو، رڳ کان وڌيڪ ڪجھ

ناهي. ڪائنات جي تنظيم ۽ ترتيب کي هڪ فرضي داستان سمجهيو ويندو آهي. فطرت جي مڙني پاسن ۾ منڪرن کي خال نظر ايندو آهي. ان مان اهو واضح آهي ته خدا جي منڪرن جو سڀ کان سگهارو دليل اهو آهي ته خدا پرستن جي دليلن ۽ شاهدين سان ذهن لازمي طور تي معبود ڏانهن منتقل ناهي ٿيندو.

ڪجهه ماڻهو منفي اندازِ فڪر جي ڪمزوريءَ جي ڪري ۽ الله پاڪ جي تسلي بخش فلسفياڻي ثبوت نه ملڻ جي ڪري ”لاادريت“ جي درمياني راهه اپنائي وٺندا آهن. لاادريت جو قائل، دهريت جي تصورن تي صرف ايترو اضافو ڪندو آهي ته: ”هڪ بي ڪائنات جو وجود ممڪن آهي، جنهن ۾ ڪو خدا به موجود هجي.“ منطقي استدلال جو اهو طلسم صرف اصل مسئلي کان پاسو بچائڻ جي لاءِ آهي جيڪو هي آهي:

”ڇا ڪوئي اهڙو خدا موجود آهي جنهن جو اثر اسان جي عملي سرگرمين ۾ مرتب ٿي سگهي ٿو؟“

ان بنياد تي لاادريت به عملي طور تي دهريت جي برابر ٿي وڃي ٿي. جيڪي ماڻهو لاادريت جي واٽ تي هلڻ چاهين ٿا، اهي بي يقينيءَ جي گورک ڌنڌن (ڪٽراڳن) ۾ الجهي رهجي ويندا ۽ جيڪي واضح نتيجا اخذ ڪري چڪا آهن، انهن جي لاءِ عملي طور تي درمياني واٽ هلڻ جي ضرورت ناهي رهندي.

الله پاڪ جي وجود جي دليلن جي حق ۾ ۽ ان جي خلاف ڏنل دليلن جي مقابلي مان، اها ڳالهه چٽي ٿي وڃي ٿي ته جڏهن ٻنهي منجهان ڪنهن وٽ واضح ثبوت ڪونهي ته، خدا جي منڪر جي ڳالهه مڃڻ، خدا پرستي جي ڳالهه مڃي وٺڻ ۾ عقل کان ٻنهه وانجهي آهي. ٻين لفظن ۾ خدا جي منڪر جو ايمان انڌو يقين آهي ۽ خدا پرست جو ايمان آهي: سوچي سمجهي يقين ڪرڻ! ظاهر آهي ته جڏهن ڪو شخص بنيادي شاهدين جي حدن مان ٻاهر نڪرندو آهي ته هر قسم جي بي يقينين جو شڪار ٿي سگهي ٿو. آئون فلسفي جي مشهور ۽ ڳوڙهين ڳجهارتن کي معقول ثابت ڪرڻ جي ڪوشش نه پيو ڪريان. صرف ايترو چوان ٿو ته خدا جي وجود جو قديم تصور نهايت معقول آهي. جيڪڏهن ڪنهن شخص کي شاهديون نظر نه ٿيون اچن ته اهو چوڻ بجا آهي ته هو ديد کان محروم آهي.

خدا پرستيءَ جي معقوليت ۽ خدا جي انڪار ڪرڻ واري هلڪڙائپ، انسان کي عملي طرح خداپرستيءَ ڏانهن مائل ڪرڻ جو سبب ٿي نه ٿي سگهي. انسان جي دل ۾ هڪ اڻ لکو احساس آهي ته خدا تي ايمان سندس آزادي سلب ڪري وٺندو. اهڙا ڪوڙ فاضل آهن، جيڪي ذهني آزاديءَ تي جان ڏيندا آهن ۽ هر قسم جي ذهني پابنديءَ کان ڪرپ ڪائيندا آهن. آزاديءَ کان محروم ٿي وڃڻ جو خوف بي بنياد به ڪونهي. مذهب، گهڻين ڳالهين ۾ عقل جي لاءِ پير-ڪڙيون بڻجي ويندو آهي. عيسائيت جي





ڪوڙ فروعات ۾ ذهني آمريت جو رنگ جهلڪندو آهي. مذهب جو اهو خاص پهلو انسان جي پنهنجي داخلي ميلانات جو عڪس آهي. ذهني ڏاڍ، خدا پاڪ جي اقرار جو لازمي نتيجو ڪونهي. مثال طور: انجيل مقدس جو خدا نئين ۽ پهرئين کان وڏيڪ آزاديءَ جو پيڪيج ڏئي ٿو. انجيل ۾ هينئن آهي: ”خداوند فرمايو اچو ۽ دليلن سان بحث ڪريو.“

پر اها ڪهڙي اهڙي شيءِ آهي، جيڪا انسان کي عملي طرح خدا پرستيءَ جو قائل ڪري وٺي ٿي. منهنجو خيال آهي ته اهو ان احساس کان مختلف ناهي جيڪو ڪنهن انسان کي پنهنجي دوست جي وجود جو انڪار ڪرڻ تي مجبور ڪندو آهي. ڪوئي انسان، ان وقت خدا پاڪ تي ضرور ايمان آڻيندو، جڏهن اهو خدا سان ملندو.

مونکي يقين آهي ته آئون ڪيترائي ڀيرا خدا سان ملاقات جو شرف ماڻيو آهي ۽ اڃا به ماڻيندو آهيان. مون کي خوشي ٿيندي آهي ته حقيقت جو خدا پرستانه نمونو معقول آهي. ان معقوليت جو خارجي معيار منهنجي لاءِ ثانوي حيثيت رکي ٿو. خدا سان ملاقات جو شرف هڪ ذاتي تجربو آهي جيڪو آئون توهان سان اوري نه ٿو سگهان. توهان کي پاڻ کي اها ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته توهان کي رباني زيارت جي سعادت نصيب ٿي پوي.

****

# مذهب جي معقوليت

ميلڪم ڊنڪن ونٽر
(ماهرِ طب)

مذهب جي سائنسي توجيهه ان سوال جي صورت ۾ وڌيڪ بهتر طريقي سان ڪئي ويندي آهي ته آيا، خدا جو وجود آهي- ۽ آيا اهو انسان سان دلچسپي رکي ٿو؟ آئون ان سوال کي بنيادي سوال سمجهندو آهيان. ڪائنات جي زندگيءَ جو بنياد ئي ان تي قائم آهي. توڙي جو ان دعويٰ جا ڪوڙ فلسفياڻا دليل موجود آهن ته خدا جو وجود ضروري آهي، پر بنيادي طور تي ٻه دليل ڏئي سگهجن ٿا: هڪ دليل قدرتي سائنس (Natural Science) آهي، ٻيو دليل تاريخ ۽ آثار قديمه سان تعلق رکي ٿو. پهريون جواب اهو آهي ته زمين ۽ ڪائنات پنهنجي پوري مدار ۽ هڪڙن ئوس قانونن تي آڏاريل آهن ۽ ڪروڙين سالن کان انهن جي ترتيب ۽ ٺوس قانونن ۾ ڪو فرق نه آيو آهي. زمين ۽ ڪائنات سان گڏ زندگي پنهنجين مختلف صورتن ۾ ۽ خود انسان پنهنجي تخليق جي لحاظ کان ايترو ته گهڻ رخائون آهي جو اهو اعتبار نه ٿو ڪري سگهجي ته قدرت جو هي ڪارنامو محض اتفاق سان وجود ۾ اچي ويو! ان لحاظ کان انسان لاءِ هي مڃڻ اٽر ٿي پوي ٿو ته هڪ همه گير ذهن آهي جيڪو باقاعدي رٿابندي ۽ پوري مناسبت سان شين جي جوڙ جوڙي ٿو. يعني انهن سمورين شين جي خلقڻهار جو وجود ضروري ٿي پوندو آهي ۽ چاڪاڻ جو انسان اشرف المخلوقات آهي، ان لحاظ کان اهو ضروري معلوم ٿيندو آهي ته هو ذهانت ذريعي پنهنجي بهترين تخليق سان دلچسپيءَ جو اظهار ڪري ۽ خدا جي تخليقي منصوبي کي جاڃي وٺي.

ٻئي سوال جو جواب انجيل جي ذريعي حاصل ڪري سگهجي ٿو. جيڪو صدين کان پيش ڪري رهيو آهي. انجيل، چند تحريرن ۽ بابن جو مجموعو آهي، جنهن کي شروعات ۾ ”الڪتاب“ چيو ويندو هو. اهو نالو مجموعي به هو ۽ صفت نسبتي به، جنهن مان اهو ظاهر ڪرڻ مقصود هو ته هي تحريرون انهن عام تحريرن ۽ ڪتابن کان مختلف آهن، جن کي عام طور تي ادبي تخليقون چيو ويندو آهي. اهي





سنڌيڪا :سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار



انجيل مجموعي طور تي ڇاهٺ (66) ڪتاب ٻيهن ٿا، جيڪي مختلف مصنفن، چوڏهن سئو سالن جي طويل عرصي ۾ لکيا آهن. پوءِ به هڪ باقاعده وحدت جو حڪم رکن ٿا ۽ انهن ۾ مرڪزي شخصيت هڪ ئي آهي، يعني: حضرت عيسيٰ عليه السلام. اها ڳالهه عجيب آهي ته هي ڪتاب توڙي جو ڊگهي عرصي ۾ ڪوڙ ليکڪن لکيو آهي، جيڪي مختلف ملڪن ۾ هڪ ٻئي کان گهڻو پري هيا، تڏهن به انهن ۾ ڪوئي تضاد ڪونهي، بلڪ وڏي وحدت ۽ هم آهنگي نظر اچي ٿي. ان کان علاوه اهي سموريون سائنسي ڳالهيون، جيڪي ان ۾ بيان ڪيون ويون آهن، تاريخ انهن جي تصديق ڪري ٿي. بلڪ آثار قديمه جا انڪشاف به حيرت انگيز حد تائين انهن جي مطابق آهن. جيستائين سائنسي انگن اکرن جو تعلق آهي. انجيل مختلف دورن جي هڪ مضبوط پٽ جو ڪم ڏئي ٿو ۽ اهوئي انجيل، شروع کان آخر تائين اها ڳالهه دهرائيندو رهي ٿو ته: هڪ خدا آهي!

ماڻهو، جيڪو ڪجھ عقيدي ۽ ايمان طور مڃيندو آهي، ان جو دارومدار ماحول جي اثرن ۽ ان جي ذاتي قابليت تي هوندو آهي. ان کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪري سگهجي ٿو. هڪ حصو واقعاتي هوندو آهي، ٻيو نظري. اهو معلوم ڪرڻ جي لاءِ ته آيا ان جا واقعاتي تصورات درست آهن، انسان کي سائنس جي اصولن کان مدد وٺڻي پوندي آهي. اهي اصول تمام پيچيده ۽ لاتعداد آهن. هو انهن جي نيڪ هجڻ کي هڪ حقيقت جي طور مڃي وٺندو آهي. هن ڪري به جو ان جو سمورو معاشرو، انهن کي تسليم ڪري ٿو ۽ هو ڪتابن ۾ به اهوئي پڙهي ٿو ۽ هن ڪري به جو جڏهن هو انهن ڳالهين کي عملي زندگيءَ ۾ آزمائيندو آهي ته اهي سورنهن آنا سچ ثابت ٿينديون آهن. نظرياتي عقيدا به مفيد ثابت ٿيندا آهن ۽ انهن کي ثابت ڪرڻ جي لاءِ سائنسي طريقو ڪم نه ٿو اچي سگهجي. ان لحاظ کان ڪجھ ماڻهو شخصي خدا جي وجود تي عقيدو نه ٿا رکن. اهي ٻئي طريقا، جن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، شخصي خدا جي وجود ڏانهن اشارو ڪن ٿا، پر انهن منجهان ڪنهن مان به سائنسي طريقي مطابق اهو ثابت نه ٿو ٿئي ته: ”خدا آهي“! ايئن ته هر ماڻهوءَ جو پنهنجو ڪم آهي ۽ ان جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي ته هو اعتقاد رکي يا شڪ ڪري يا وري اصل خدا جي وجود کان ئي انڪار ڪري ڇڏي. طب ماڻهوءَ ڏانهن ان وقت متوجهه ٿيندي آهي، جڏهن هو مصيبت ۾ ڦاسندو آهي. هوءَ ان جي تحقيق ڪندي آهي ته اُن جي مزاجي بيهڪ ڇا آهي ۽ ڪيس تڪليف ڇو پئي ٿئي؟ ان ڪري ڪجھ طبي اصولن کي، هتي بيان ڪري ڇڏڻ ايمان بالله جي معاملي ۾ مفيد ثابت ٿي سگهي ٿو.

سمورن مرضن جي اهميت جو اندازو عضوياتي جزن سان ڪيو ويندو آهي يا وري نفسياتي جزن سان ڪنهن مريض جو بنيادي ذهني رويو يعني ان جو اهو ردعمل جيڪو نفس، ڪنهن مريض بابت متعين ڪندو آهي، ٻين لفظن ۾ ڪنهن شخص جي

نفسياتي ڪيفيت تبديل ڪري ڇڏڻ ڏاڍي ڏکي هوندي آهي ۽ ڪجهه ماڻهن جي مخصوص حالتن ۾ ته اهو ڪم تقريباً ناممڪن ٿي پوندو آهي.

هڪ متوازن قسم جو ماڻهو، متوازن ئي رهندو آهي. نفسياتي علاج، هڪ مريض جي ذهن کي، عارضي طور تي ٿورو گهڻو بدلائي وٺندو آهي، پر ان کان وڌيڪ ڪجهه ڪو نه ڪري سگهندو آهي. اهڙن ماڻهن جي معاملي ۾، جن جو ذهني پسمنظر ڪجهه ڪجهه مريضاڻو هجي- علاج جو اهو طريقو تقريباً ناڪام رهندو آهي. مثال طور: هڪ انتهائي جابر قسم جي شخصيت کي نهايت گهري نفسياتي علاج سان ڪنهن حد تائين تبديل ڪري سگهجي ٿو، پر جبر جون ڪوڙ علامتون پوءِ به باقي رهجي وينديون آهن.

انجيل جو اهو بيان ته: ”هڪ ٻار جي تربيت مناسب طريقي سان ڪريو، جڏهن اهو پوڙهو ٿيندو ته ان کي ڇڏي نه سگهندو“، بلڪل صحيح ثابت ٿيو آهي. انسان جو فڪري سانچو بدلائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. هو ڪڏهن ته پنهنجي تربيت کان مغلوب ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن مظلوم اڪثر ٻار انهن عقيدن تي قائم رهندا آهن، جيڪي ننڍپڻ ۾ ڪين ذهن نشين ڪرايا ويندا آهن. جيڪڏهن انهن جي تربيت، دهريت جي ماحول ۾ ٿي هوندي ته اهي دهريا ئي رهندا، پر ڪين مذهبي تعليم ڏني وئي هوندي ته انهن جو رجحان مذهب ڏانهن رهندو. پر ڇڙو ان سان ته ڪنهن شخص جي تربيت ڪن خاص عقيدن تحت ڪئي وئي آهي، اهو ثابت نه ٿو ٿئي ته اهي عقيدا، ٻلي هو انهن کي سچو سمجهندو هجي، صحيح به آهن هيءَ ڳالهه بنيادي اصول جي حيثيت سان تسليم ڪرڻ گهرجي ته اسان منجهان هر هڪ ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ متعصب ضرور هوندو آهي.

ٻلي ڪٽي ڪوڙ مسئلن ۾ بي نيازيءَ جو رويو اپنايو ويندو آهي، پر ان قسم جو طرز عمل ان وقت ممڪن ڪونهي جڏهن ان قسم جي سوالن جا جواب ڏنا ويا هجن ته آيا، خدا جو وجود آهي يا نه؟ ان سوال جو اسان سيني تي ايتريقدر گهرو اثر پوي ٿو جو اسين سڀ سوچڻ تي مجبور ٿي ويندا آهيون، بلڪ ننڍڙي لاڪون ان تي غور ڪندا آيا آهيون، اسين ان کان بچي نه ٿا سگهون ۽ اسان کي ان مان جند ڇڏائڻ جي ڪوشش به نه ڪرڻ گهرجي ۽ چاڪاڻ جو اهو اهڙو سوال آهي، جيڪو اسان جي زندگيءَ جي لاءِ بنيادي حيثيت رکي ٿو، تنهن ڪري ان جو جواب ملڻ گهرجي.

منهنجو پنهنجو ذاتي خيال اهو آهي ته ان سوال جو جواب صرف روحاني عقيدي جي روءِ سان ڏئي سگهجي ٿو. جڏهن اسين ان انداز سان سوچيندا آهيون ته استقرائي منطق اسان کي اهو نتيجو ڪڍڻ تي مجبور ٿي ڪري ته هڪ شخص جي لاءِ خدا جو وجود اٽٽر آهي ۽ جڏهن هڪ پيرو اهو نتيجو ڪڍي وٺجي ته خدا، خود ان جي تصديق ڪري ڇڏيندو آهي ۽ هو، ان شخص کي اهڙو ايمان عطا ڪري ڇڏيندو آهي،





جيڪو غير متزلزل هوندو آهي. توهين چاهيو ته ان کي تعصب قرار ڏئي ڇڏيو، پر منهنجي ذاتي گواهي، ان کان به ڪجهه وڌيڪ آهي. شخصي خدا جو عقيدو پنهنجي عمل جي دائري جي لحاظ کان انفرادي آهي ۽ اهو استقرائي دليلن مان حاصل ڪيو ويندو آهي. خدا تي اعتقاد، ان تي ايمان آڻڻ جي لاءِ ضروري آهي. اعتقاد جي تعريف، انجيل ۾ هيئن ڪئي وئي آهي: ”گهربل شين جو جوهر ۽ اڻ ڏٺل شين جي گواهي“ ڊاڪٽر ”سر وليم اوسلر“، جيڪو ڪينيڊا جو هيو ۽ متحده ملڪن ۽ انگلستان ۾ طب جو ڪم ڪندو هيو، اعتقاد جي تعريف هيئن ڪئي اٿائين: ”هڪ زبردست متحرڪ قوت، جنهن کي نه ڪي تارازيءَ ۾ توري سگهجي ٿو نه ڪي ڪسوٽيءَ تي پرکي سگهجي ٿو هڪ شخصي خدا تي ايمان آڻڻ ڪانسواءِ ان کي ماڻي نه ٿو سگهجي.“

❊❊❊❊

# خود انسان هڪ زندهه شاهدي آهي

رابرٽ هارٽن ڪيمران
(ماهرِ رياضيدان)

هن بحث ۾ جيڪو اهو سوال اٿاريو ويو آهي ته ڇا خدا آهي؟ اهوئي خدا جي وجود جو ثبوت ۽ ڪڏهن به رد نه ٿيڻ جوڳي دليل جي شاهدي پيش ڪري ٿو. ان سوال جي جواب جي لاءِ سوچڻ ۽ سمجهڻ جي صلاحيت گهربل آهي ۽ اها صلاحيت هڪ بالاتر قوت ئي پيدا ڪري سگهي ٿي.

مان ڪا مشين ناهيان. منهنجو دماغ ان ميڪانڪي دماغ کان ارفع ۽ اعليٰ آهي، جيڪو جديد دور ۾ ٺاهيو ويو آهي. منطق کي جيڪڏهن هڪ پابند قانون بڻايو وڃي ته ان کي هن مشيني دماغ ۾ لاهڻ ممڪن آهي، پر ان جي اندر غور فڪر جي صلاحيت پنهنجي ليکي ڪوڙ پهلو رکي ٿي. مثال طور: استدلال، فيصلو، شعور، حسن ۽ مزاح جي حس.

منطق، صرف ان ڳالهه جي فيصلي ڪرڻ جي طاقت رکي ٿي ته: آيا رياضيءَ جي استدلال کي ثبوت قرار ڏئي سگهجي ٿو؟ پر فطري صلاحيت خود استدلال پيدا ڪري سگهي ٿي. اها رياضيءَ جا نوان نوان نظريا، پڻ تصورات تخليق ڪندي آهي. ان مان انسان ۾ اهو شعور پرورش پائيندو آهي ته هو پنهنجو جائزو وٺي ۽ پاڻ تي تنقيد ڪري. مشيني دماغ، ممڪن آهي ته شطرنج جون چالون ڪيڏي سگهي، پر ان جي اندر اها طاقت ڪانهي ته ٻئي جي غلطيءَ تي ڪلي ويهي يا پنهنجي غلطيءَ تي ندامت محسوس ڪري. غور و فڪر ميڪانڪي اصولن پٽاندڙ هڪ بلند ۽ بالاتر شيءِ آهي. آئون اها ڳالهه توس يقين سان چئي سگهان ٿو ته ميڪانڪي فلسفو، ماڻهوءَ جي مسئلن کي صحيح طريقي سان حل نه ٿو ڪري سگهي. ڇاڪاڻ جو انسان جي امتيازي صلاحيت ان جي سوچڻ سمجهڻ جي قوت آهي.

آئون، خدا تي ان ڪري ايمان رکندو آهيان جو هن مون کي جذبات ۽ احساسات سان نوازيو آهي. ڇا ايئن چئي مون پنهنجو مؤقف ڪمزور ڪري ڇڏيو؟ مون مڃي ورتو ته منهنجن عقيدن ۾ ڪوئي منطقي ربط ڪونهي ۽ مون صرف ان ڪري ايمان









آندو آهي جو ايئن ڪرڻ تي مجبور آهيان يا مونکي ايمان آڻڻ سان هڪ جذباتي راحت محسوس ٿيندي آهي. انهن منجهان ڪائي ڳالهه صحيح ڪانهي. اسان جي جذباتي فطرت خود هڪ حڪيم ۽ ڏاهي خلقڻهار جي وجود تي شاهد آهي. جذبات ڪانسواءِ اسان جي زندگي ڪيتري بي ڪيف هجي ها؟ بشر، صنفي ميلان ۽ ان جي احساس ڪانسواءِ ڪيئن زنده رهي سگهي ها؟ آخر ان جو ڪهڙو ڪارڻ آهي، جو جڏهن ٿج پياڪ ٻارن سان محبت ڪجي ٿي ته انهن جي موت جي شرح گهٽجي وڃي ٿي؟

منهنجو، خدا تي ان ڪري به ايمان آهي ته ان مونکي اخلاقي شعور بخشيو آهي. انسان کي شروع کان ئي خير ۽ شر جو احساس وديعت ٿيو. اهو ممڪن آهي ته ان احساس بابت ماڻهن جا تصورات هڪٻئي کان مختلف هجن، پر اهو احساس هر انسان ۾ موجود ضرور آهي. پوءِ اسين پنهنجن حقن جي حفاظت ۽ نگهبانيءَ جي لاءِ به هميشه ڪوشان رهندا آهيون ۽ اسين اها ڳالهه به چڱيءَ طرح ڄاڻئون ٿا ته عدل ۽ انصاف اسان جي مخالف جي لاءِ بي معنيٰ لفظ ڪونهن.

منهنجو، خدا تي ايمان آڻڻ جو هڪ ٻيو سبب انساني ارادو ۽ اختيار به آهي، جنهن کي "فيصلائتي طاقت" به چئي سگهجي ٿو. نفسيات جي ماهرن، دماغ کي جن ٽن وڏن حصن ۾ تقسيم ڪيو آهي. انهن منجهان هڪ حصو ارادو ۽ اختيار به آهي. مان ڪنهن شيءِ جي خواهش ڪندو آهيان، منهنجو ذهن ان بابت فيصلو ڏيندو آهي ۽ منهنجو ارادو، مون کي ان جي حاصلات لاءِ عملي طور اتساهيندو آهي.

سائنسدانن جي عظمت جو راز انهن جي تجربن ۾ لڪل آهي. آئون تجربي جي ذريعي خدا جي وجود کي ثابت ڪري سگهان ٿو، پر اها شيءِ نج داخلي آهي. منهنجي لاءِ اها شاهدي، رياضيءَ جي ڪنهن فارمولي کان وڌيڪ اعتبار جوڳي آهي. ٻٽيهه سال اڳ، ڪارنل يونيورسٽيءَ ۾ تجربو ڪيو ويو ۽ اهو خدا، جنهن جي وجود جي خوشگوار شاهدي مون کي ملي، ان ئي مونکي نئين فڪري طرز، نون مقصدن، نئين غم ۽ نئين فرحت ۽ خوشيءَ سان همڪنار ڪري ڇڏيو. اها ذات منهنجي زندگيءَ ۾ ايڏي ته اهميت رکي ٿي جو آئون ان جي خاطر پنهنجو پيشو، پنهنجو علم، مطلب ته دنيا جي هر شيءِ خوشيءَ سان قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، پر اهو برداشت نه ٿو ڪري سگهان ته مرتديءَ جو اهو رستو اختيار ڪريان، جيڪو ڇڏي چڪو آهيان.

منهنجن انهن ئي احساسن ۽ تجربن ۾ اصل ڪارفرما قوت اها مقدس ذات آهي، جنهن پوري سنجيدگي ۽ وقار سان چيو:

"مان خدا جي طرفان موڪليو ويو آهيان".

****

# الله پاڪ جي وجود جو ٺوس دليل

## انڊر يوڪان دي

(ماهرِ عضويات)

ڇا، خدا آهي؟ يقيناً آهي! مون کي ان جي وجود تي ايترو پڪو يقين آهي، جيترو هن ڪائنات جي ٻين حقيقتن تي يقين آهي. مان جيتريقدر يقين سان اهو چئي سگهان ٿو ته ”مان آهيان ۽ دنيا ۾ موجود آهيان“. ان کان به وڌيڪ يقين سان خدا جي وجود جي دعويٰ ڪري سگهان ٿو.

ايمان بالله سان هن ڪائنات جي وجود جي صحيح تعبير ۽ توجيهه ڪري سگهجي ٿي. ان جي ذريعي انساني ذهن ۾ اهو خيال پختو ٿئي ٿو ته انسان پنهنجي هڪ مستقل شخصيت رکي ٿو، ڇڙو مادي ۽ قوت جو پيڪر ناهي. اهوئي اهو عقيدو آهي، جيڪو انسان ۾ اهو عقيدو پيدا ڪري ٿو ته: بشر جا سمورا ارڪان، فطرت جي اعتبار سان برابر ۽ هڪ ٻئي سان ڀائيچاري جي رشتي ۾ ڳنڍيل آهن ۽ وري ان بلند ۽ بالاهستيءَ تي ايمان ئي اسان کي پنهنجن حقن کان سونهون ۽ فرضن کان آگاهه ڪري ٿو. انهن حقن ۽ فرضن جي تهه ۾ اهو بنيادي تصور ڪارفرما آهي ته اسين سڀ، ڪنهن هڪ ذات جي نگاهه ۾، جنهن جي محبت پاڪ ۽ انصاف اڻ ميو آهي- برابر آهيون. اهو نظريئہ حيات رکڻ سان اسان ۾ ان ڳالهه جو شعور ٿو پيدا ٿئي ته، هدايت ۽ حياتي، مراد ۽ ڪاميابيءَ جو واحد سرچشمو الله پاڪ آهي ۽ ان جي مرضيءَ کانسواءِ ڪک پن به چري نٿو سگهي. تنهن ڪري قدرتي طور تي اهو عقيدو، انسان کي قوت ۽ طاقت جا اهڙا لازوال خزانا عطا ڪندو آهي، جن جو ڪوئي مثال پيش نه ٿو ڪري سگهجي. اهو عقيدو ئي اهو محڪم ۽ ٺوس بنياد آهي، جنهن تي مستقل ۽ پائيدار اقدار جو هڪ عظيم الشان محل اڏبو آهي، ڇو جو ابد ۽ ازل جو تصور ان سان وابستہ آهي.





### خدا جي وجود جو منطقي ثبوت:

اهي اصول، جيڪي روزاني جي تجربن مان جڙندا آهن، اهي ان قابل آهن ته انهن منجهان به خدا جي وجود کي منطقي طور تي ثابت ڪري سگهجي ٿو. اهڙي قسم جو هڪ اصول ”نامس اڪونس“ پيش ڪيو هيو. استدلال جي ان طرز جا اصول انهن تجربن مان ورتل آهن، جن سان ڪوڙ والدين جو هڪ ڀار جي ذهني واڌ ويجهه جي دوران واسطو پوندو آهي. خدا جي وجود کي منطقي طور تي، جنهن ٺوس طريقي سان ثابت ڪيو ويو آهي، ان مان انهن لاتعداد مفڪرن کي، ايماني دولت ۽ قلبي اطمينان حاصل ٿيو آهي، جن سائنس جي ترقي ۽ فلاح ۾ وڏو حصو ورتو آهي.

### خدا جي وجود جي انڪار جو ڪوئي جواز ڪونهي:

هي قول ته: ”خدا موجود آهي.“ نڪرائي نه ٿو سگهجي ۽ اها دعويٰ ته ”خدا ڪونهي“، ثابت نه ٿي ڪري سگهجي. ملحدن، خدا پاڪ جي وجود جي نفي ڪئي آهي، پر ان جي انڪار جي جواز ۾ اڄ تائين ڪو به عقلي ثبوت فراهم ڪري نه سگهيا آهن. هڪ ماڻهوءَ کي ان ڳالهه جو پورو اختيار آهي ته هو، ڪنهن شيءِ بابت شڪ ظاهر ڪري، پر ڳڻوڳڻ ان جو اهو به فرض آهي ته هو، ان شڪ جي جواز ۾ ڪو ٺوس ۽ عقلي دليل به پيش ڪري. منهنجي نظر مان اڄ تائين نه اهڙي ڪا تحرير گذري آهي نه ئي وري مون ڪڏهن اهڙي ڪا تقرير ٻڌي آهي، جنهن ۾ اها ڳالهه دليلن سان ثابت ڪئي وئي هجي ته: ”خدا جو وجود محض افسانو آهي.“ ان جي برعڪس، ڪوڙ اهڙا ڪتاب منهنجي مطالعي ۾ آيا آهن، جن مان هيءَ حقيقت واضح ٿئي ٿي ته: ”خدا موجود آهي.“ وري مون ان جي خوشگوار اثر جو به جائزو ورتو آهي، جيڪو الله تي ايمان سان ماڻهن جي ذهنن تي ٿيندو آهي ۽ انهن هاڃيڪار نتيجن کان به واقفيت ماڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيڪي خدا جي انڪار سان پيدا ٿيندا آهن.

ملحد، خدا پاڪ جي وجود بابت، عام طور تي جيڪي ثبوت طلب ڪندا آهن، ان جي نوعيت مان ان ڳالهه جو اندازو آسانيءَ سان ٿي وڃي ٿو ته اهي حضرات، خدا کي انساني مجسمو، بت يا مورتي سمجهيون وينا آهن. جيڪڏهن خدا انهن مختلف صورتن ۾ جلوه پذير هجي ها، اهو حسي صفتن سان واسيل هجي ها ته پوءِ ان جي وجود جي باري ۾ ٻه رايا ممڪن نه هيا. خدا پاڪ هن ڪائنات ۾ انسان کي جيڪو مقام عطا ڪيو آهي، ان ۾ چاڪاڻ جو ڪيس اختيار جي نعمت سان به مالامال ڪيو آهي ۽ ڪيس ان ڳالهه جي به آزادي بخشي آهي ته چاهي خلقڻهار جي وجود جو اقرار ڪري چاهي انڪار ڪري، ان ڪري هو جيڪا به روش اختيار ڪري ٿو اها خدائي منصوبہ بنديءَ جي زمري ۾ اچي وڃي ٿي. هو ان معاملي ۾ خودمختيار آهي ته ڪمزور دليلن جو سهارو وٺي ڪري رب پاڪ جي ذات جي باري ۾ شڪ شبهن ۾ ڦاسي وڃي ۽ پوءِ ٻچڙا نتيجا ڀوڳي،

جيڪي ان ملحداڻي انداز فڪر جون قدرتي ۽ منطقي تقاضائون آهن.

گهڻا دهريا ۽ ڪجهه عيسائي به، خدا کي اهڙي شخصيت سمجهندا آهن، جنهن سان انسان سودي بازي ڪري سگهي ٿو. اهي گهڻو ڪري اهو چوندي ٻڌا ويا آهن ته:

> ”آئون خدا تي ايمان آڻيندس، جيڪڏهن هو اسان کي بارش سان نوازي يا سيلابن کي روڪي يا منهنجي ڪرب، بي چيني ۽ تڪليف کي سڪون ۽ اطمينان ۾ بدلائي ڇڏي يا دنيا مان ڏاڍ، برائي ۽ ناانصافيءَ کي ختم ڪري ڇڏي. جيڪڏهن رحيم ۽ ڪريم خدا، واقعي موجود هجي ها ته مان بيمارين ۾ ڇو مبتلا ٿيان ها؟“...اهڙي قسم جي اجائي استدلال جي طرز جو مطلب اهو ٿيو ته: ”مان خدا تي صرف ان صورت ۾ ايمان آڻي سگهان ٿو جڏهن هو ڪائنات کي منهنجي پيش ڪيل منصوبي جي مطابق ٻيهر تعمير ڪرڻ تي راضي ٿئي ۽ هن نظام جي تخليق ۾ منهنجي عقل کي هڪ فيصلائتي قوت جي حيثيت سان شريڪ ڪري.“

خدا جي معرفت جو سڌو ۽ معقول رستو اهو آهي ته اسين پنهنجي دل ۽ دماغ کي، هر قسم جي نفسانيت ۽ ٽيڙائپ کان پاڪ ڪريون ۽ پنهنجي رستي تان اهي سموريون رڪاوٽون هٽائي ڇڏيون، جيڪي صحيح اندازِ فڪر جي راهه ۾ عام طور تي آئڙيون آهن. هڪ شخص کي خيرات جي اثرن تي جيترو اعتماد هوندو آهي ان کان وڌيڪ نوس ايمان، خدا جا پرستار پنهنجي خلقڻهار تي رکندا آهن. خدا اسان تي اهو فرض ٿو عائد ڪري ته اسين هر وقت براين جو تذڪرو ڪرڻ جي بجاءِ انهن بڇڙاين کي پاڙئون پٽڻ جو فڪر ڪريون، جيڪي هن دنيا ۾ هر طرف ڦهليون پيون آهن ۽ پنهنجون عقلي ۽ فڪري صلاحيتون ان جدوجهد جي نذر ڪري ڇڏيون جنهن سان خدا جي بادشاهيءَ جو خواب، مٽي ۽ پاڻيءَ جي هن دنيا ۾ شرمندهء تعبير ٿي پوي.

## يقين، اميد ۽ محبت عقل تي مبني هئڻ گهرجي:

اهو خالق، جنهن ڪائنات جي هر شيءِ کي پيدا ڪيو آهي، جنهن جي قدرت هر شيءَ تي حاوي آهي ۽ جيڪو مون ۾ ۽ مون جهڙن ٻين انسانن ۾ هڪجهڙي دلچسپي رکي ٿو. ان تي منهنجي ايمان جو بنيادي عقيدو، اميد ۽ محبت آهي، ايمان جو بنياد جيڪڏهن اميد ۽ محبت نه هجي ۽ جيڪڏهن ان جي تائيد عقل سان نه ٿيندي هجي ته، اهڙو ايمان منهنجي لاءِ ڪنهن به طرح قابل غور نه ٿو ٿي سگهي.

انسان کي پنهنجي ذهني صلاحيتن کي ڪڏهن به معطل ڪرڻ نه گهرجي. بلڪ ان جو فرض آهي ته هو انهن مان صحيح صحيح ڪم وٺي. اهو ايمان، جنهن کي عقل سهارو نه ڏئي سگهي، ڏاڍو ڪمزور ٿيندو آهي ۽ ڪهڙي وقت به خارجي حملن سان





برباد ٿي سگهي ٿو. اهڙن انڌن ۽ ٻوڙن عقيدن سان سيرت ۽ ڪردار ۾ ڪوڙ اوڻايون رهجي وينديون آهن. تنهن ڪري انسان جي لاءِ اها شيءِ نهايت ئي ضروري آهي ته هو عقل جو ڪڏهن به هٿ نه ڇڏي ۽ فڪر و نظر جي انهن بنيادي اصولن کان ڪن لاٽار نه ڪري، جن مان هو پنهنجي روزاني زندگيءَ ۾ ڪم وٺندو آهي. يا جن جي ذريعي وڏا وڏا سائنسدان تحقيق ۾ مدد وٺندا آهن. جيڪي اصول، مادي ترقيءَ ۾ اسان جي رهنمائي ڪندا آهن، اهي ئي اصول، خدا جي معاملي ۾ به اسان کي هڪ صحيح نتيجي تي پهچائي سگهن ٿا. مثال طور: اهڙا اصول جن جي ذريعي اسين ڄاڻندا آهيون ته سڀاڻي صبح جو سج اڀرندو، يا سڀاڻي، آئون ضروريات زندگيءَ جي لاءِ جدوجهد ڪندس. يا پنهنجي ڪاروبار ۾ گونان گون مسرت محسوس ڪندس. جيڪڏهن فڪري صلاحيتون مادي فلاح ۽ بهبود جي لاءِ، ڪاميابيءَ سان استعمال ڪري سگهجن ٿيون ته پوءِ آئون اها ڳالهه سمجهڻ کان قاصر آهيان ته آخر انهن کي روحاني ۽ اخلاقي ترقيءَ جي لاءِ ڇو، مشعل راهه نه ٿو بڻائي سگهجي؟! هر فرد کي پوري جرئت ۽ بي باڪيءَ سان ان طرز استدلال جي نشاندهي ڪرڻ گهرجي جنهن تي ان جي دين ايمان جي صداقت جي ثبوت جو دارومدار هجي.

جيڪڏهن توهين خدا جي وجود کي دليلن سان ثابت ڪري نه ٿا سگهو ته پوءِ توهان کي ان ذات کي ڇڙو هڪ عقيدي جي حيثيت سان مڃڻو پوندو پر اها شيءِ به عقل ۽ فڪر جي برعڪس ڪانهي، بلڪ ان جي عين مطابق آهي. اسين زندگيءَ جي بي شمار شين کي نوس حقيقتون سمجهي بنا دليل جي قبول ڪري وٺندا آهيون. ٿامس جيمز سن، آزاديءَ جي اعلان ۾ ڪجهه اهڙين حقيقتن ڏانهن اشارو ڪيو آهي.

اسان وٽ اهي شيون مڃيل حيثيت رکن ٿيون ته: ”سمورا انسان، انسانيت ۾ برابر آهن“ ۽ ”کين سندن خلقڻهار ۽ مالڪ ڪجهه مستقل حق عطا ڪيا آهن.“ انسانن ۾ زندگيءَ جي حرارت، آزاديءَ جي تڙپ ۽ خوشيءَ جي خواهش هر وقت موجود رهندي آهي. سندس حقن جي حفاظت ۽ نگهبانيءَ جي لاءِ حڪومتون وجود ۾ ايندڙيون آهن.•

جڏهن ڪو ماڻهو اهو چوندو آهي ته هو، خدا کي محض عقيدي جي طور تي مڃي ٿو ته، ان جو اهو مطلب هرگز نه ورتو وڃي ته هو ڪا عقل جي خلاف ڳالهه ڪري رهيو آهي. بلڪ ان جو مطلب صرف اهو آهي ته هو، خدا کي هڪ اهڙي نوس حقيقت سمجهي ٿو، پنهنجي لاءِ هو ڪنهن منطقي استدلال جي ضرورت محسوس نه ٿو ڪري، اهو چوڻ ته خدا جو وجود هڪ حقيقت آهي، ان جي عدم وجود جو دليل نه ٿو

---

• پر افسوس جو، اسان جهڙن، ٽئين دنيا جي ماڻهن وٽ حڪمراني، نهايت ڏڪاريل ۽ انسان دشمن-قوم دشمن منصوبن لاءِ استعمال ٿي رهي آهي.(سنڌيڪار)

تي سگهي. بلڪ وڌ کان وڌ ڇڪي تاڻي به جيڪڏهن ان جو ڪو مطلب ڪڍي سگهجي ٿو ته اهو اهو آهي ته مان ان ڳالهه کي سائنسي طور تي ثابت ڪرڻ کان قاصر آهيان. يا مان پنهنجي دعويٰ جي ثبوت ۾ ڪو منطقي دليل پيش نه ٿو ڪري سگهان. خدا ته موجود آهي، هاڻي ان وجود کي علمي طور تي مڃرائڻ جي لاءِ مون وٽ دليل ڪونهن ته اها منهنجي پنهنجي ڪوتاهي آهي ۽ منهنجي ان ڪم نظريءَ کي ڪنهن به لحاظ کان ان حقيقي ڳالهه بابت غلط مڃڻ جو دليل نه ٿو بڻائي سگهجي. ممڪن آهي ان معاملي ۾ منهنجو علم اڌورو هجي يا مان ان لاءِ خاطرخواهه تياري نه ڪري سگهيو آهيان، يا مان سمجهان ٿو ته اهڙي قسم جي طرز استدلال جي لاءِ هي موقعو موزون نه ٿو ٿي سگهي. مون کي اڄ تائين اهڙو شخص ناهي مليو، جنهن کان جڏهن اصرار ڪري اهو پڇيو ويو ته ان جو خدا تي ايمان ڇو آهي ته ان ڪو به دليل نه پيش ڪيو هجي. جيڪڏهن انهن مختلف ماڻهن جي مختلف دليلن جو جائزو ورتو وڃي ته معلوم ٿيندو ته لفظن جي اختلاف جي باوجود انهن جو مقصد ۽ معنيٰ هڪ ئي آهي. اهي اهو سمجهندا آهن ته هن ڪائنات جو هڪ خلقڻهار ضرور هجڻ گهرجي ۽ ان جي نظام کي هلائڻ جي واسطي هڪ ناظم ۽ نگران جي به اشد ضرورت آهي. جيڪڏهن هڪ مشين، مشين جوڙيندڙ ڪانسواءِ وجود ۾ نه ٿي اچي سگهي ته هيءَ ڪائنات، هڪ خالق ڪانسواءِ ڪيئن ٿي پيدا ٿي سگهي؟ اها هڪ بنيادي حقيقت آهي، جنهن کان هر ٻار، پوڙهو ۽ جوان نه صرف چڱيءَ ريت واقف آهي، بلڪ هو ان کي پوريءَ ريت مڃي به ٿو.

## ٻار کي بنيادي اصول جو شعور:

جڏهن منهنجي عمر مشڪل سان ويهه سال هئي ته مون ان عمر جي ٻين ٻارن وانگر پنهنجي والدين کان ان قسم جا سوال پڇڻ شروع ڪيا ته: ”هنن پکين کي ۽ اسان جي مينهن کي ۽ هن دنيا کي ڪنهن پيدا ڪيو“؟... زندگيءَ جي سڌين ۽ سادين حقيقتن ۽ منهنجن ذاتي تجربن منهنجي ذهن ۾ اهو خيال راسخ ڪري ڇڏيو ته ڪا مشين، مشين ساز ڪانسواءِ وجود ۾ نه ٿي اچي سگهي. ان مقام تي منهنجي فڪر، منهنجي دستگيري ڪئي ۽ مان ان ابتدائي معلومات مان گذريس ته: ”مان آهيان، پکي آهن ۽ مينهن آهي“، ان نتيجي تي پهتس ته انهن مڙني شين جي وجود جي ڪا نه ڪا علت ضرور هئڻ گهرجي ۽ اها علتِ اوليٰ خالق ۽ مالڪ جي بلند ۽ برتر ذات کان علاوه ٻي ڪا به ٿي نه ٿي سگهي. اهڙيءَ طرح منهنجي فهمَ- جيڪو هر قسم جي پريشانين ۽ الجهنن کان پاڪ ۽ ذهني مغالطن کان اڻ سونهون هيو، زندگيءَ جي انهن رازن ۽ رمزن جو ادراڪ ڪيو، جيڪي بنيادي اهميت رکن ٿيون.

فڪر ۽ عمل جي ذريعي منهنجي اندر ذات جو شعور پيدا ٿيو ۽ مون، وجود ۽ عدم وجود ۾ فرق ڪرڻ سکيو. ٻين لفظن ۾، مون ۾ اهو احساس پيدا ٿيو ته مان، مان



آهيان. پکي، ڳئون يا رڍ ناهيان! ان ريت شروعاتي عمر ۾، منهنجي ذهن مون کي، وجود ۽ عدم وجود جي اصولن کان واقف ڪيو.

ان کان علاوه ان دور ۾ مون کي جزء ۽ ڪل جي هڪ ٻئي سان لاڳاپي بابت به ڄاڻ ملي ۽ اها حقيقت معلوم ٿي وئي ته ڪل، جزء کان هميشه ۽ هر حالت ۾ وڏو آهي.

وجود ۽ عدم وجود جي احساس سان ٻار ۾ استدلال جي ايتري صلاحيت پيدا ٿي ويندي آهي جو هو اثبات ۽ نفيءَ ۾ فرق ڪرڻ لڳندو آهي. ننڍا ٻار به پنهنجي ۽ پنهنجي ڀيڻ جي وچ ۾ پوريءَ ريت تميز ڪري سگهندا آهن، ۽ اهو چوندي ٻڌا ويندا آهن ته: ”آئون، ”وريام“ آهيان ۽ منهنجي ڀيڻ، ”سياڳي“ آهي!“ منجهن ايترو شعور ضرور هوندو آهي ته اهو ڪڏهن به نه چوندا آهن ته مان سياڳي آهيان ۽ منهنجي ڀيڻ وريام آهي! وري هڪ ٻار اهو به ڄاڻندو آهي ته چورس شيءِ کي گول چوڻ غلط آهي. چورس، پنهنجي ان شڪل جا ڪوڙ ڪارڻ رکي ٿو ۽ اهي ئي ڪارڻ ان جي چورس هجڻ تي دلالت ڪن ٿا. اها حقيقت ته: انسان پنهنجي ۽ پوري ڪائنات جي خالق جي معرفت حاصل ڪرڻ جو آرزومند هوندو آهي، ان ڳالهه ڏانهن اشارو ڪري ٿي ته هن علت ۽ معلول جو بنيادي اصول دريافت ڪري ورتو آهي. هو ان ڳالهه کان چڱيءَ ريت واقف ٿي ويو آهي ته هر نتيجي جوهڪ سبب ضرور ٿيندو آهي ۽ ڪا مشين به ڪنهن مشين ساز جي حڪمت ۽ دانائيءَ ڪانسواءِ تيار ٿي نه ٿي سگهي. اهو اندازِ فڪر، زنجير جي حلقن وانگر لاڳيتو هلندو آهي ۽ انساني ذهن پنهنجي وجود ۽ ڪائنات جي وجود مان، قدرتي طور تي ان ذات ڏانهن منتقل ٿي ويندو آهي جيڪا هن سموري تخليق جي علت اوليٰ آهي. جڏهن به انسان حرڪت جي باري ۾ سوچيندو آهي، ان جي دماغ ۾ فوراً محرڪ جو تصور اچي ويندو آهي. ان ئي حقيقت کي ٻئي طريقي سان هيئن بيان ڪري سگهجي ٿو:

> ”ڪائنات تي نظر ڊوڙايو ته توهان کي ان ۾ هڪ زبردست نظم ۽ ترتيب نظر ايندي. اهو نظم ۽ ترتيب هڪ ناظم ۽ مرتب جي وجود جي زندهه شاهدي آهي وري ايڏي وسيع ڪائنات جو نظم ۽ ترتيب ڪا معمولي شخصيت به نه ٿي سنڀالي سگهي. تنهن ڪري ان جو ناظم اهوئي قادر مطلق آهي جنهن جي قوتن جو اندازو نه ٿو ڪري سگهجي. هي اهو انداز فڪر آهي، جنهن سان ٽن چئن ورهين جو ٻار به علت معلول جي ذريعي، خدا پاڪ کي سڃاڻي سگهي ٿو.“

مون هڪ سائنسدان جي حيثيت سان پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو حصو حدِ ادراڪ کان ماوراء حقيقتن جي سببن کي معلوم ڪرڻ تي خرچ ڪيو آهي. منهنجو ذهن، ڪائنات کي سمجهڻ سان گڏوگڏ، نظامِ تڪوينيءَ کان ماورا ان حقيقت ڪبريٰ جي ڳولها تي اصرار ڪندو رهندو آهي، جيڪا سمورن روحاني قدرن جو واحد سرچشمو

آهي. پنهنجي تحقيق جي دوران مون طبيعي اخلاقي علمن جو چڱو خاصو مطالعو ڪيو. آئون ان شيءِ کان غافل ناهيان تہ ڪوڙ مشهور مصنفن- جن ۾ مشهور ۽ معروف فيلسوف ۽ مفڪر شامل آهن، ان ميدان ۾ جابجا ٺوڪرون کاڌيون آهن. ان سلسلي ۾ انهن يا تہ مشهور حقيقتن کان مجرماڻي غفلت جي واٽ ورتي آهي، يا محسوسات کان بلند ٿي ڪري سوچڻ ۽ غور ڪرڻ گوارا نہ ڪيو اٿائون. اهي سائنسدان، جيڪي هميشہ محسوسات جي ورن وڪڙن ۾ ئي الجهندا رهندا آهن. دراصل پنهنجي ترقيءَ جي راهہ ۾ پاڻ ئي رڪاوٽون پيدا ڪندا وتندا آهن. هڪ صاحب فڪر انسان حقيقي ڪاميابي ان حالت ۾ آڻي سگهندو آهي، جڏهن هو، مادي جي سوڙهي ۽ اونداهي دنيا مان نڪري ڪري ڪائنات ۾ هم آهنگيءَ جي ادراڪ کي پنهنجو رهنما تسليم ڪرڻ تي آماده ٿئي ۽ پوءِ ايمان، محبت ۽ صداقت جو سامان ڪٺي اڳتي وڌڻ جو فڪر ڪري.

## قانونِ علت:

ڪئين ورهيہ اڳ جو ذڪر آهي تہ ڪوڙ ساترا واپاري، ڊائننگ ٽيبل تي ڪچهريءَ ۾ مصروف هيا. ان دؤران هڪ سائنسدان جو ذڪر آيو. هڪڙي همراهہ چيو: ”اهو تہ پڪو ملحد آهي.“ هڪ ٻئي واپاريءَ ان تي ڳنڀير ڏني ۽ وڏي اعتماد سان اها دعويٰ ڪئي تہ: ”سائنسدانن جي اڪثريت خدا جي منڪر هوندي آهي“ ۽ مون سان اڪيون اکين ۾ ملائي مطالبو ڪيائين تہ آئون ان ڏس ۾ پنهنجا احساس پيش ڪريان. (ان وقت، مون کان علاوه هڪ ٻيو سائنسدان بہ موجود هيو) مون ان راءِ کي پرزور نموني رد ڪيو ۽ چيو تہ: ”سائنسدانن تي اهو سمورو الزام آهي. ڇو جو آئون، اها ڳالهہ پوري يقين سان چوان ٿو تہ سائنس جي دنيا ۾ جيترا بہ هاڪارا شخص گذريا آهن ۽ جن انسانيت کي پنهنجي تحقيقات ذريعي فائدا بخشيا آهن، انهن جي اڪثريت خدا پاڪ جي وجود جي قائل رهي آهي. انهن منجهان ڪن جي خيالن کي يا تہ غلط رنگ ۾ پيش ڪيو ويو آهي، يا وري ماڻهن کان انهن کي سمجهڻ ۾ غلطي ٿي آهي. خدا جو انڪار تہ ان اندازِ فڪر جي ئي منافي آهي، جنهن مطابق هڪ سائنسدان سوچيندو ۽ حقيقت جي ميدان ۾ اڳتي وڌندو آهي. هو پنهنجي ڪم جو آغاز ئي ان بنيادي تصور سان ڪندو آهي تہ ڪا مشين، مشين ساز جي فڪري ۽ عملي قوت کانسواءِ وجود ۾ نہ ٿي اچي سگهي. ڇو تہ هو معلوم ۽ معروف حقيقتن مان استدلال ڪندو آهي ۽ عزم و يقين جي دولت ڪٺي تجربي گاهہ ۾ داخل ٿيندو آهي. سائنسدانن جو وڏو انگ نت نين حقيقتن جا پردا چاڪ ڪرڻ دوران، جن مشڪلاتن ۽ مصيبتن سان ٽڪرائبو آهي، انهن کي برداشت ڪرڻ ۾ عام طور تي علم جي محبت، انسان ذات جي محبت ۽ پنهنجي خالق جي محبت جو جذبو ئي ڪارفرما هوندو آهي. ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونهي تہ سائنسدان پنهنجو گهڻو توجهہ





اوزارن ۽ جسمن يعني اهڙين شين تي صرف ڪندو آهي جيڪي مشاهدي ۽ تجربي ۾ اچي سگهن. پر ان جي تحقيق جو بنياد انهن شين تي ناهي، بلڪ علت ۽ معلول جي ان اصول تي آهي، جيڪو هن ڪائنات جي نظام ۾ جاري آهي. هو پنهنجي تحقيق جي پوري عمارت ان بنيادي تصور تي اڏيندو آهي تہ هن ڪائنات ۾ نظم ۽ ترتيب آهي ۽ ان جي خارجي مظهرن ۾ حيرت انگيز اختلاف جي باوجود معنوي ربط ڏسبو آهي. علت ۽ معلول جو اصول ئي دراصل سائنسدان جي ڪم جو بڻ بنياد آهي...“

علم الابدان ۾ جڏهن اسين جسم جي بقا، ان جي واڌ ويجهہ ۽ ان جي تخريب ۽ تعمير جو مطالعو ڪريون ٿا تہ اسان کي پتو پوي ٿو تہ هر خليو، پنهنجو پنهنجو فرض وڏي خوبيءَ سان انجام ڏئي ٿو، جيڪو ان کي جسم جي مجموعي فلاح جي سلسلي ۾ سونپيو ويو آهي. اعصابي نظام ۾، اعمال محض مجبوريءَ ۾ واقع ٿيندا آهن. انهن جي تہ ۾ بہ هڪ گهري حڪمت ۽ مقصديت هوندي آهي ۽ اها مقصديت انهن جي هڪ بنيادي وصف آهي. انسان، ان دڳ تي وڏيڪ غور و فڪر ڪندو هلي تہ هو، بلڪل قدرتي طور تي، ان نتيجي تي پهچي وڃي ٿو تہ ذهني واڌ ويجهہ جي لاءِ فطرت جيڪو نظام قائم ڪيو آهي، اهو حسي، تجربن جي عمل سان علت ۽ معلول جي رشتي کي قبول ڪرڻ تي مجبور آهي. ٻين لفظن ۾ اها مشين جيڪا سموري جسم جي مقصدي عملن جي ذميوار آهي، ترقي ڪندي ان حد تائين پهچي وڃي ٿي تہ حسي تجربن جي عمل سان ان ۾ شعور ۽ سڃاڻ پيدا ٿي پوي ٿي. اهو شعور ان ۾ احساسِ قدر يا احساسِ علت پيدا ڪري وٺندو آهي. اهو آهي اهو طريقو، جنهن سان هڪ خليي جو ردعمل، ارتقائي مرحلن مان گذري پنهنجي چوڌاري ڦهليل دنيا جو شعور ۽ احساس پيدا ڪري ٿو. ان کان پوءِ ان ۾ احساسِ امتياز پيدا ٿيندو آهي، جنهن جي مدد سان هو پنهنجي عملن کي علت ۽ معلول جي ڪڙين ۾ جوڙي ٿو ۽ پوءِ هو پنهنجي ماحول تي قدرت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

علم الابدان جي مطالعي مان اسان کي پتو پوي ٿو تہ، مڇيءَ جون ناسون ان ڳالهہ جي زندهہ گواهي آهن تہ ان جانور جي لاءِ پاڻي سڀ کان وڌيڪ ضروري آهي. پکين ۽ انسانن جا ڦڦڙ، هوا جي وجود تي دلالت ڪندا آهن. انسان جون اکيون روشنيءَ جي اهميت ظاهرڪنديون آهن. جيڪو بہ انسانيت جي ڀلي لاءِ اٿي پوندو آهي، ان جي نظرن ۾ حقيقتن جو وجود سڀ کان اول هوندو آهي. ڌرتيءَ جي گولي تي زندگيءَ جو موجود هجڻ ئي ان ڳالهہ جي علامت آهي تہ هتي هڪ طبيعي قانون جاري آهي، جيڪو زندگيءَ جي بقا ۽ واڌ ويجهہ جو ضامن آهي. جيڪڏهن اهي ڳالهيون صحيح آهن ۽ هن ڪائنات ۾ علت ۽ معلول جو هڪ رشتو قائم آهي تہ پوءِ آئون پڇان ٿو تہ: ڇا فهم ۽ فراست، صحيح استدلال، همت ۽ بهادري، فرض جو احساس، ايمان ۽ يقين مان ڪنهن بلند ۽ برتر ذات جي وجود تي شاهدي نہ ٿي ملي؟

مون وٽ ان ڪان وڌيڪ ٻي ڪائي بيوقوفي ڪانهي تہ اهو فرض ڪيو وڃي تہ عميق ۽ گهرا خيال، مقدس احساس ۽ جذبا ۽ نيڪ ۽ صالح ڪم، ڪنهن برتر ذات جي وجود جو ثبوت ڪونهن. هي سڀ ڪيفيتون، هي سمورا انڪار ۽ عمل ان سڀ ڪان بالاتر ذات، ان خالق ۽ مالڪ جي وجود جي گواهي ڏيندا آهن، جنهن کي زندگيءَ جي هن ميدانِ جنگ ۾ هر اهو شخص محسوس ڪري سگهي ٿو، جيڪو خدا جي معرفت حاصلَ ڪرڻ جو آرزو مند آهي ۽ جيڪو ان راهہ ۾ غيرفطري رڪاوٽون پيدا نہ ٿو ڪري. انساني ذهن بہ ان جي سهاري پنهنجا فرض نڀائي ٿو. اهو قانون، هن ڪائنات جي ٺوس حقيقت آهي.

مون ڪجهہ سائنسدانن کي اهو چوندي ٻڌو آهي تہ علت ۽ معلول جو سلسلو اتي ختم ٿي وڃي ٿو، جتي ادراڪ ڪان ماورا دنيا شروع ٿيندي آهي. يا جتي غور و فڪر جي ميجيل اصولن کي عملي زندگيءَ سان ٺهڪائڻ مقصود هوندو آهي. قانون ڪان تيستائين سهارو وٺبو رهجي، جيستائين پنهنجي نظرئي جي تائيد مقصود هجي ۽ جڏهن اهو بنيادي تصور جو ساٿ ڇڏي ڏئي تہ ان کي اتي ئي خدا حافظ ڪري ڇڏجي. علت ۽ معلول جي ڊگهي زنجير ۾ هڪ مابعد الطبيعي ڪڙيءَ جو اضافو، ڪا غيرفطري ڳالهہ ڪانهي. اسين سائنس ۽ روزاني جي ٻين انيڪ مسئلن ۾ ان طريقي سان ڪم وٺندا آهيون. اهو هڪ الڳ بحث آهي تہ هيءَ ڪڙي هڪ صحيح قسم جي ڪڙي ثابت ٿيندي يا غلط قسم جي، پر جيڪو ماڻهو ان جي صحيح هجڻ جي باري ۾ غور و فڪر ڪرڻ جي لاءِ تيار هجي، ان جي لاءِ پهريان ان جي وجود کي تسليم ڪرڻ ضروري آهي.

خدا جي منڪرن جي سرسري جائزي مان ايئن محسوس ٿيندو آهي، جهڙوڪر انهن جي دماغن ۾ گند آهي ۽ اهي هڪ سادي حقيقت کي سمجهڻ ڪان بہ قاصر آهن تہ هن ڪائنات جي علت جي معرفت سمجهہ ۾ اچي ٿي ۽ جيڪڏهن ان جي وجود ڪان انڪار ڪري ڇڏبو تہ هي سمورو نظامِ عالم هڪ ڳوڙهي ڳجهارت بڻجي پوندو.

آئن اسٽائن چيو آهي:

”جيڪو شخص پنهنجي ۽ پنهنجن هم جنسن جي زندگيءَ کي
بنهہ بي مقصد سمجهي ٿو، اهو نہ صرف بدنصيب ۽ نامراد آهي،
بلڪ ان کي زندگي گذارڻ جو قطعاً ڪوئي حق حاصل ڪونهي.“

آئن اسٽائن جي ان بيان ۾ آئون فقط ايترو اضافو ڪريان ٿو تہ: ”اهڙي شخص کي زندگي گذارڻ جو صرف ان لاءِ موقعو ڏجي تہ، ممڪن آهي تہ هو الحاد ڪانپوءِ ايمان ڏانهن موٽي اچي.“

هاڻي آئون پنهنجي سائنسدان ڀاءُ ڏانهن متوجهہ ٿيس، جنهن جي ذهانت ۽ هوشياريءَ جو مان ۽ مون وانگر ٻيا بہ ڪوڙ ماڻهو معترف هيا. مون ان ڪان سوال ڪيو





تہ: ”خدا جي باري ۾ مون جيڪو عرض ڪيو آهي، سو صحيح آهي؟“ هن هائوڪار ۾ ورندي ڏني، پر ان ڪان پوءِ هو مون ڪان خدا جي صفتن بابت مختلف قسم جا سوال پڇڻ لڳو.

مون وٽ، ان جي اها فڪري روش بلڪل درست هئي. هر اهو شخص، جيڪو انهن مسئلن بابت سوچڻ لڳندو آهي، ان جي ذهن ۾ سڀ ڪان اول اهوئي سوال اڀرندو آهي تہ: ”ڇا خدا واقعي بہ آهي“؟ ان ڪانپوءِ هو ان جي صفتن جي باري ۾ صحيح معلومات حاصل ڪرڻ جو آرزومند ٿي پوندو آهي. پوءِ هو انساني زندگيءَ جي مقصد کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ آخر ۾ هو، خير ۽ شر جي عقيدي کي حل ڪرڻ جي لاءِ بي چين نظر ايندو آهي.

## خدا جون صفتون:

قديم فيلسفين ۽ ڏاهن اللہ پاڪ جي صفتن تي منطقي طرزِ استدلال سان ڏاڍو تفصيلي بحث ڪيو آهي:

”خدا، هڪ زنده ۽ هميشہ رهندڙ هستي آهي، جنهن کي ڪڏهن بہ فنا ڪانهي. جيڪو نہ ڪي مادو آهي، نہ ڪي جسم رکي ٿو. ان کي حادثي ۽ اتفاق سان بہ تعبير نہ ٿو ڪري سگهجي. هو مڪمل ۽ اڪمل ذات آهي. سمورين نيڪين جو واحد سرچشمو ۽ غلطين ڪان پاڪ آهي. ڪائنس ڪنهن بہ برائيءَ جو ٿيڻ ممڪن ئي ناهي. هو ڪنهن ڪان بہ نفرت ناهي ڪندو. هو پنهنجي ذات ۾ لامحدود آهي. هو خاص سچائي آهي. ان جو علم هر شيءِ تي حاوي آهي. هو محبت ۽ مرضيءَ جو مظهر آهي، ڪيس نہ ڪي ٻڪ لڳي ٿي نہ ڪي اڃ محسوس ٿيندي آهي. هو سمورن اخلاقي ضابطن ۽ نيڪ عملن جو سرچشمو ۽ شروعات آهي.

## اخلاقي علت، اختيار ۽ ارادو:

خدا تي ايمان آڻڻ جا ڪيترائي ڪارڻ آهن. انهن منجهان هڪ علت، ارادو ۽ اختيار آهي، جنهن کي نظرانداز نہ ٿو ڪري سگهجي. ان مان منهنجو مقصد اهو آهي تہ انسان، فڪر ۽ عمل جي معاملي ۾ خودمختيار آهي.

انساني زندگيءَ جو روحاني ۽ اخلاقي پهلو، يعني اهو تہ ان کي ڇا ڪرڻ گهرجي، انساني فلاح و بهبود جي نقطئہ نظر ڪان، تسخيرِ ڪائنات ڪان بہ نهايت اهم ۽ ضروري آهي. طبيعي علوم جي مطالعي سان اسان هَن ڪائنات جا ڪوڙ اسرار ۽ رمزون پروڙي وٺندا آهيون ۽ اسان کي اهي ذريعا حاصل ٿيندا آهن جن مان ڪم وٺي ڪري نيون نيون تدبيرون ۽ راهون ڪڍي سگهون ٿا. پوءِ انهن ئي قانونن جي مدد سان اسين اهڙا وسيلا بہ تيار ڪندا آهيون، جن سان انساني مصيبتن ۽ سختين ۾

گھٽتائي ايندي آهي ۽ ماڻھن جون عمريون وڌنديون آهن. جديد دور جو سڀ کان اهم مسئلو اخلاقي ۽ روحاني آهي. اسان کي هن وقت، سڀ کان وڏيڪ جنهن شيءِ جي ڪُٽتي آهي، سا اها آهي تہ ڪنهن بہ طرح ماليڪيول (Molecule) جي طاقت کي انسانيت جي تباهي ۽ بربادي جي بجاءِ، فلاح ۽ ترقيءَ تي خرچ ڪرڻ گھرجي. تاريخ جا ورق شاهد آهن تہ ماضيءَ ۾ جن اهم انساني مسئلن سان واسطو پيو، انهن جي نوعيت نج اخلاقي هئي. طبيعيات جو جهان، نہ بدلجندڙ اصولن جو پابند آهي.اهوئي حال حيوانن جو آهي. اهي بہ فطرت جي لاڳو ڪيل ضابطن تحت زندگي گھارڻ تي مجبور آهن. خلقڻهار، بشر کي ان کان تمام بالاتر ڪري پيدا ڪيو آهي تہ بشر، بي حس قيدن جو غلام هجي ۽ ڪيس فڪر ۽ عمل جي ڪائي آزادي نہ ڏني وڃي. انساني معاشرو انهن فردن تي مشتمل آهي، جيڪي اهي اختيار رکن ٿا تہ چاهي علم جي ندين مان سُرڪ پرين يا نہ پرين، جيڪڏهن اسين قادر مطلق جي اخلاقي قانونن جي پابندي نہ ٿا ڪريون تہ اسان کي ان جا نتيجا ڀوڳڻا پوندا. جيڪڏهن طبيعيات جي علم کي بہ ارادي ۽ اختيار جي نعمت سان نوازيو وڃي ها تہ پوءِ انساني آزادي بي معنيٰ هجي ها ۽ هتي سموري ڪائنات، منٽن ۾ برباد ٿي وڃي ها!

جانورن جي حرڪات و سڪنات جو غور سان مطالعو ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ انساني سطح کان هيٺ، جيتريون بہ جاندار مخلوقون آهن، اهي قدرت جي هيٺين اصولن جون پابند آهن:

- بقاءِ نفس
- بقاءِ روح

جيڪڏهن اهي ٻہ اصول ڪارفرما نہ هجن ها تہ، ڪو بہ ساهہ وارو زندهہ رهي نہ سگھي ها. جانورن جون سموريون حرڪاتون، جبلتن جي محور تي گھمنديون آهن. پر جيئن جيئن اسين حيواني سطح کان بلند ٿيندا ويندا آهيون، اسان جي عملن تي شعور جو تسلط شروع ٿي ويندو آهي. اجا تائين ان ڳالهہ جو فيصلو نہ ٿي سگھيو آهي تہ، ڇا حيوانن کي بہ ارادي ۽ اختيار جي دولت منجهان ڪجهہ حصو مليو آهي؟ اندازو اهو آهي تہ جيڪڏهن مليو بہ آهي تہ تمام گھٽ مليو آهي. ان ڏس ۾ جيڪڏهن جانور پنهنجي جسم جي حفاظت ۽ نگھباني ڪري ٿو تہ ان جو مطلب ان کانسواءِ ٻيو ڪو بہ نہ آهي تہ، هو پاڻ کي ۽ پنهنجي نوع کي زنده رکي سگھي. جانور، جهنگل جي قانون تحت زندگي بسر ڪندا آهن ۽ اهڙن اهڙن بي لچڪ اصولن جا پابند هوندا آهن، جن ۾ ڪنهن تبديليءَ جو تصور بہ نہ ٿو ڪري سگھجي.

تاريخ جو مطالعو اسان کي ٻڌائي ٿو تہ انسان شروع کان وٺي فطرت جي انهن ضابطن کان علاوه، ڪجهہ ٻين اصولن جو بہ پابند رهندو آيو آهي. هو جڏهن ڪنهن





عجيب غريب شيءِ کي ڏسندو آهي تہ، حيران ٿي ويندو آهي. ڪائنس جڏهن ڪو گناهہ ٿي پوندو آهي تہ، ان جي ذهن ۾ ندامت پاسو ورائيندي آهي ۽ هو ان نتيجي تي پهچندو آهي تہ، جيڪا قوت ڪيس حيران ۽ پريشان ڪري رهي آهي، اها انهن ڪمن کي، جيڪي گناهن جي دائري ۾ اچن ٿا، پسند جي نگاهہ سان نہ ٿي ڏسي.

درندن ۽ چوپاين کان وٺي انسان جهڙي اشرف المخلوقات تائين، هر نوع جو جائزو وٺجي تہ معلوم ٿيندو تہ، ارتقاء جي انهن مختلف منزلن جي درميان خطِ امتياز صرف ارادو ۽ اختيار آهي ۽ ان جي ذريعي انسان پنهنجي ماحول ۽ پنهنجي پاڻ کي تسخير ڪندو آهي. انسان کي فيصلي جي جيڪا آزادي حاصل آهي، ان جي آغوش ۾ خير ۽ شرجا احساس پلبا آهن.

علت جي ان زنجير جو حلقہ آغاز ڇا آهي؟ ڇا اها زنجير حادثي يا اتفاق سان شروع ٿي وئي؟ جهڙيءَ ريت انساني ذهن، اها ڳالهہ قبول ڪرڻ تي آماده ناهي ٿيندو تہ، اوچتو فرش تي پاٽي ڪرڻ سان دنيا جو نقشو ٺهي پيو. اهڙيءَ ريت عقل اهو بہ باور ڪرڻ تي آماده ناهي ٿيندو تہ، علت جي اها زنجير ايئن ئي جُڙي پئي. مون کي اهو تسليم ڪرڻ ۾ قطعاً ڪائي هبڪ ناهي تہ، قانونِ علت، جيڪو عالم طبيعيات ۾ ڪارفرما آهي، جنهن تحت ٻوٽا ۽ حيوان زندگي بسَر ڪندا آهن، جنهن جي ذريعي انساني ذهن پليو آهي، اهو اخلاقي ۽ روحاني قدرن جي معاملي ۾ بہ اسان جي رهنمائي ڪندو آهي.

مثال طور: محبت، عدل، انصاف، رحم، خالق جي مخلوق، اهڙا اعليٰ اقدار آهن، جن کي نہ ڳڻي سگھجي ٿو ۽ نہ ڪي ماپي توري سگھجي ٿو. مان اها ڳالهہ پوري يقين سان چئي سگھان ٿو تہ انسانيت جي مستقبل جو سمورو دارومدار ان تي آهي تہ، اها انهن ابدي حياتي قدرن کي اپنائڻ لاءِ تيار ٿيندي يا نہ؟ بنيادي ضرورتون پوريون ٿي وڃڻ کانپوءِ، انسان جيڪڏهن صحيح معنائن ۾ سڪون ۽ اطمينان جو خواهشمند آهي تہ، ان کي لازمي طور تي انهن ئي روحاني ۽ اخلاقي قدرن (Velluse) ڏانهن متوجهہ هجڻ گھرجي.

تاريخي شاهدين جي جائزي ۽ لاڳيتي غور فڪر کانپوءِ مون کي يقين ٿي ويو تہ هڪ انسان، اخلاقي قدرن کي اپنائڻ جي لاءِ صرف ان صورت ۾ تيار ٿيندو آهي، جڏهن ان کي ان ڳالهہ جو يقين ڪامل هجي تہ، هڪ قادرِ مطلق هستي، جيڪا هر لحاظ کان ڪامل ۽ اڪمل آهي، انسان جي فڪر ۽ عمل جي رهنمائي ڪندي آهي. محض ڪائنات ۾ نظم ۽ ترتيب جي موجودگي ۽ قانونِ علت جي فرمانروائيءَ جي اعتراف سان مذهب جو مقصد پورو نہ ٿو ٿئي.

مذهب جي حد ان احساس کان شروع ٿيندي آهي تہ، انسان کي پنهنجي روزاني جي زندگيءَ ۾ خدا جي جوڙيل ضابطہِ حيات جو پورو پورو احترام ڪرڻ گھرجي.

حال جي روح رهڻيندڙ واقعن ثابت ڪيو آهي تہ: اخلاق، حق، انصاف ۽ آزاديءَ جو بنياد جيڪڏهن خدا ترسيءَ تي قائم نہ هجي تہ ان مان نهايت خطرناڪ نتيجا سامهون ايندا آهن. بشر جي لاءِ سڪون ۽ اطمينان جي زندگي صرف خدا پرستانہ ماحول ۾ ممڪن آهي. انسانيت ۾ مساوات جو روح، اخلاقي قانونن جي ذريعي ئي پيدا ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن خدا جي وجود کان انڪار ڪيو وڃي، يا اخلاق جا لازمي ضابطا ختم ڪري ڇڏجن تہ پوءِ غلاميءَ جي خلاف ڪو بہ دليل درست نہ ٿو مڃي سگهجي. جيڪڏهن اهو تسليم ڪجي تہ انسان ڪو بہ پائيدار اخلاق نہ ٿو رکي، ڪيس فڪر ۽ عمل جي ڪائي آزادي ڪانهي ۽ ڪيس ڪي بہ مستقل حق حاصل ڪونهن تہ، ان سان انسان خودبخود ان نتيجي تي پهچي ويندو آهي تہ انسانيت خارجي حالات جي هٿ ۾ هڪ بي وس رانديڪو آهي ۽ انسانيت جا اهي فرد، جن کي قدرت جي پاران ذهانت ۽ سمجهہ جو جهجهو حصو مليو آهي- جيڪڏهن ڪمزور ۽ بي وس ماڻهن کي پنهنجي ظلم جو نشانو بڻائين ٿا تہ، اهي بلڪل حق بجانب آهن. انسان جيڪڏهن ڪنهن مستقل حيثيت جو دعويدار آهي، ڪيس جيڪڏهن ڪو دائمي شرف ۽ وقار حاصل آهي تہ، اهو محض ان جي ڪري آهي تہ هو، خدا جي مخلوق آهي. خدا تي ايمان آڻڻ ڪانسواءِ انساني شرف جو تصور بلڪل بي معنيٰ آهي.

اڄ اسين جن حالتن منجهان گذرئون ٿا، اهي انتهائي افسوسناڪ آهن. اسان کي هر وقت ان ڳالهہ جو شديد احساس ٿي رهيو آهي تہ اسان مان جمهوري روح ڏينهون ڏينهن گم ٿيندو پيو وڃي. ان جو ڪارڻ، منهنجي حساب سان اهو آهي تہ: ”نئين دنيا جو هي سرسبز ۽ سهڻو خطو غير محسوس طور تي الحاد جي ڄار ۾ جڪڙبو پيو وڃي ۽ ان جي ڪري ئي ان جا مذهبي ۽ روحاني بنياد لڏي چڪا آهن. مغربي دنيا ان ڳالهہ جي لاءِ وڏين ڪوشش ۾ آهي تہ ڪهڙيءَ ريت، انساني حقن کي انهن روحاني سرچشمن کان الڳ ڪري ڇڏجي، جيڪي الهامي مذهب جي سرچشمي مان نڪرن ٿا ۽ مغربي دنيا اهو بہ چاهي ٿي تہ انهن حقن کي مستقل صورت ڏني وڃي، پر اها ڳالهہ ناممڪن آهي. روحانيت جي پاڙن کي اکيڙڻ کان پوءِ اخلاق جي آسمان کي ڇهندڙ عمارت کي قائم رکڻ، هڪ اهڙو خواب آهي، جيڪو ڪڏهن بہ شرمندهء تعبير نہ ٿو ٿي سگهي. انسانيت، بار بار اها حماقت ڪئي آهي ۽ هر بار ٺوڪر کائي رهي آهي.

## خدا پرستن ۽ منڪرن ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

مان في الحال مذهب، فطرت يا وحدة الوجود جي عقيدي جو ذڪر ڇيڙڻ نہ ٿو چاهيان، ڇو جو مونکي يقين آهي ۽ آئون ان معاملي ۾ لينن سان سئو سيڪڙو سهمت آهيان تہ، انسانيت جو مستقبل، يا تہ:

* ٭ مادي جي هٿ ۾ هوندو، جڏهن انسان ان کي هڪ اعليٰ تر قوت





سليم ڪندو يا

* ٭ هڪ مافوق الطبيعي ذات جي هٿ ۾ هوندو.

اڄ اسين ان کي تسليم ڪيون يا نہ ڪيون، پر اها حقيقت آهي تہ دنيا جي سموري قوت انهن ٻن ٽولن ۾ ورهايل آهي. خدا جو اقرار ڪرڻ واري طاقت مادي ساز سامان کان علاوه روحاني ۽ اخلاقي اقدار تي ايمان رکندڙ آهي. ٻئي قوت معاشي طور تي سرمائيداريءَ کي ختم ڪرڻ جو ارادو رکي ٿي ۽ روحاني نقطي جي لحاظ کان خدا جي انڪار کي ماڻهن جي دل ۽ دماغ تي مسلط ڪرڻ چاهي ٿي، ان جي اخلاقي ضابطي جو بنيادي اصول صرف مصلحت آهي ۽ ان وٽ هر قسم جو جبر ۽ ڏاڍ جائز آهي.

سرمائيداريءَ جي دفنائجڻ ڪانپوءِ جڏهن ماڻهو انهن سمورن اخلاقي نظرين کي وساري ڇڏيندا، جن جو بڻ بنياد الله تي ايمان رکڻ آهي تہ، ان وقت هڪ نئون اخلاق وجود ۾ ايندو. اهو اخلاق، طبقاتي يا رياستي هوندو.

اهو فلسفو ڪنهن بہ اصول کي ابدي ۽ ازلي قرار نہ ٿو ڏئي. ڇو جو اصول کي تہ صرف مصلحت متعين ڪندي آهي. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ حاڪم ۽ حاڪميت جي خواهشمندن جي درميان وٽ پڪڙ اٽڪر آهي ۽ جڏهن اخلاقي پابنديون بہ نہ هونديون تہ دنيا ۾ ظلم ۽ ڏاڍ جو راڄ يقيني آهي. ان طرز جو ٻيو نظام جيڪو ممڪن ٿي سگهي ٿو جنهن کي حقيقت ۾، مارڪسيت جو متبادل ڇئي سگهجي ٿو، آمريت آهي، جنهن کان انساني فطرت انڪار ڪري ٿي. انسان، مادي جا رنگ برنگي پيڪر ئي آهن. اهي جيت جڻا بہ ناهن ۽ اهي رڍ ٻڪريون بہ ناهن جن کي هڪ آمر، بي زبان ڌڻ وانگر، جيڏانهن چاهي هڪليندو وتي.

اشتراڪيت جي نهايت ڪامياب نموني کي صرف خانقاهون پيش ڪري سگهن ٿيون. خانقاهون ظلم ۽ ڏاڍ، مڪر ۽ فريب سان وجود ۾ ناهن اينديون. اهي انهن انقلاب جو مظهر هونديون آهن، جيڪي دل جي دنيا ۾ پيدا ٿيندا آهن. انهن جو بنياد اخلاق جي خدائي ضابطن تي هوندو آهي.•

هن وقت اهي ٻئي گروهہ يعني مذهب جا پرستار ۽ مذهب جا منڪر هڪٻئي سان جنگ جي حالت ۾ آهن. عيسائيت جي آغاز کان پهريان ئي سئو سالن تائين هڪ ڪروڙ ڏهہ لک ماڻهو هلاڪ ٿيا. ڇو جو انهن ماده پرستيءَ کان انڪار ڪيو ۽ عيسائيت اپنائڻ تي ڳنڍ ٻڌي بيهي رهيا. 1939ع کان 1947ع تائين لڳ ڀڳ پنجاهہ

• خانقاهن مان مراد، اهي انقلابي خانقاهون آهن، جتي رنگ، نسل، مذهب ۽ مسلڪن کان بالاتر، محض صوفياڻي بنياد تي، انسانيت جي خدمت ٿيندي هجي. اڄوڪيون خانقاهون تہ اڪثر پيشہ ور آهن جيڪي خود آمريت، سرمائيداريت ۽ جاگيرداريت جون پرجهليون آهن.(سنڌيڪار)

لک انسانن جرمنيءَ جي اجتماعي ڪئمپن ۾، صرف ان ڪري پنهنجين جانين جو نذرانو ڏنو جو هو نازي فلسفئہ حيات قبول ڪرڻ جي لاءِ تيار نہ هيا. انسان ڪي اڄ بہ انساني بنيادي حقن جي حفاظت ۽ نگهبانيءَ ۽ آزاديءَ جي تحفظ ۽ بقاءَ جي لاءِ پنهنجيون جانيون قربان ڪرڻ ۾ قطعاً ڪو حرج نہ ڪرڻ گهرجي.

اسين ڪوڙ حڪمرانن جي سيرت ۽ ڪردار ۾ مادي فلسفئہ حيات جا اثرات، پوريءَ طرح ڏسي چڪا آهيون. يورپ جي غيرمذهبي ادارن، بلڪ ڪوڙ مذهبي ادارن ۾ بہ اخلاقي مذهبي تعليم کي ختم ڪيو پيو وڃي ۽ ان جي جاءِ تي مارڪس ۽ نيٽشي جو فلسفو، ٻارڙن جي دماغ ۾ ٺنبيو پيو وڃي. ان نئين فلسفي جي مطابق غريب ۽ نادار ماڻهو هڪ انقلاب لاءِ ڪوششون ونندي پيا نظر اچن. اهي غريب، جيڪي پنهنجي جسم ۽ جند جي رشتي کي برقرار رکڻ ۾ ايترو مصروف رهيا آهن جو انهن کي ان کان علاوه ٻي ڪا شيءِ ڪڏهن سمجهہ ۾ ئي ڪا نہ آئي آهي. ان تحريڪ جي رهنمائن هڪ نئون الحاد ڦهلايو آهي. ذهني طور تي اهي ماڻهو خدا کي ڇڏي ڪري، سائنسي ايجادات جي آڏو گوڏا کوڙي چڪا آهن ۽ عملي طور تي انهن- قوت، شهرت ۽ دولت کي پنهنجو معبود بڻائي ورتو آهي. انهن ماڻهن جي طرزِ عمل کان پوري دنيا واقف آهي ۽ اها ڪا اهڙي ڳالهہ ڪانهي، جو ماڻهن کان لڪل هجي.

اچو تہ هاڻي هڪ منڪرِ خدا جي انفرادي ڪردار تي نظر وجهئون. اهڙي ماڻهوءَ کي جڏهن ڳنڀير حالات سامهون ايندا آهن تہ اهو عام طور تي خودڪشيءَ جي ذريعي انهن مان نجات ماڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. جڏهن قوت ۽ دولت جي حاصلات ئي زندگيءَ جو مقصد هجي ۽ ڪنهن شخص کي ان کان محروم ڪيو وڃي تہ پوءِ زنده رهڻ مان ڪهڙو فائدو؟ جڏهن هٽلر ۽ ان جي ساٿين، يهودين کان مال ۽ وسيلا ڦري ورتا تہ انهن منجهان ڪوڙ روشن خيال يهودي ان محروميءَ کي برداشت نہ ڪري سگهيا ۽ انهن پنهنجون زندگيون پنهنجي هٿن سان ختم ڪري ڇڏيون. پر پراڻن يهودين، جن کي خدا تي يقين هيو، تن انهن مصيبتن جو نهايت صبر ۽ ثابت قدميءَ سان مقابلو ڪيو ۽ زندهہ رهڻ جي آرزوءَ ۾ همت آزمائيندا رهيا. اهو شخص، جنهن جو خدا تي سچو ايمان هجي، ان ۾ ڪڏهن بہ اهڙن محرڪات جي ڪمي نہ ٿيندي آهي، جيڪي انسان کي زندهہ رهڻ جي لاءِ اتساهيندا رهندا آهن.

گڏوگڏ اهو بہ ڏسڻ ۾ ايندو رهيو آهي تہ ڪو انساني ادارو، جنهن داٻي ۽ دٻدٻي يا معاشي دٻاءَ کان ڪم وٺي اقتدار ماڻيو هجي، ڪڏهن بہ فساد کان محفوظ نہ ٿو رهي سگهي. اهو مطلق العنان اقتدار، جيڪو طاقت جي ذريعي حاصل ڪيو وڃي ۽ ان کي مڪاري ۽ عياريءَ جي ذريعي زندهہ رکڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي، ان ۾ لازمي طور تي ڪوڙ فساد پيدا ٿي پوندا آهن. جيڪي ماڻهو خدا جي وجود جا منڪر آهن، انهن ۾ بڇڙايون وڏي تيزيءَ سان پکيڙبيون آهن.

خدا تي ايمان آڻڻ انسان جي فطرت ۾ داخل آهي ۽ ان کي ڪڏهن بہ انساني




فطرت کان الڳ ڪري نہ ٿو سگهجي. ان لاءِ هيٺيان ٽي دليل ڏئي سگهجن ٿا:

- جيڪڏهن ڪو نظامِ تعليم اهڙو ٿي سگهي ٿو، جيڪو مڙني انسانن جي لاءِ هر قسم جي حالتن ۾ مفيد هجي تہ، اهو صرف اهوئي آهي، جنهن جو اظهار حضرت عيسيٰ عليهہ السلام پنهنجي زندگيءَ ذريعي ڪيو. فطري تعليم- جنهن جو مقصد ڇڙو عيش ڪرڻ هجي، انهن ماڻهن جي لاءِ ڪارائتي ٿي نہ ٿي سگهي، جيڪي مستقل طور تي بيمار ۽ اپاهج آهن. اهڙي ريت، فلسفي مان اهي ماڻهو ڪوئي فائدو نہ ٿا ماڻي سگهن، جن جو ذهن روشن نہ هجي. مسلڪِ انسانيت جي پرچار انهن ماڻهن جي لاءِ موزون ناهي هوندي، جن جي فطرت، سانچن ۾ گهڙجي چڪي هجي. ان جي برعڪس، اها مذهبي تعليم، جنهن جو سرچشمو ايمان بالله آهي، سڀ جي لاءِ هڪجهڙي فائديمند ۽ ڪارائتي آهي. ان مان ڪاليج، منڊي، گهر، شفاخانا، قيد خانا، جهوپڙي ۽ ميدانِ جنگ مطلب تہ هر جاءِ تي پوري پوري رهنمائي حاصل ڪري سگهجي ٿي. خدا تي ايمان، انسان کي اهڙي طاقت بخشي ٿو، جنهن مان هو هر قسم جي بربادي‌ءَ کان محفوظ رهي ٿو. حياتياتي طور تي مذهب جي تعريف هيئن ڪري سگهجي ٿي:
”هي هڪ بلند ۽ برتر هستي جي پرورش آهي، جيڪا انسان جي فطرت جي بنيادي تقاضا آهي ۽ ان تقاضا کي انسانن جي تمام وڏي اڪثريت نظرانداز نہ ٿي ڪري سگهي.“
- خدا کي مڃڻ سان ئي انساني زندگي ۽ ڪائنات ۾ معنويت ۽ مقصديت پيدا ٿيندي آهي. غور و فڪر ڪرڻ وارا ماڻهو هميشہ اهوئي مقصد معلوم ڪرڻ جا آرزومند رهيا آهن.
- انساني نسل جو سلسلو تہ بهرحال هڪ وڏي عرصي تائين قائم رهندو ۽ ٻارڙا پيدا ٿيندا ئي رهندا. خوابن ۽ خيالن جي دنيا ۾ رهندڙ روڳي ذهنيت رکندڙ مفڪر، انساني ذهن بابت جيڪو وٽي سو چوندا وتن، پر اها حقيقت پنهنجي جاءِ تي مڃيل آهي تہ هڪ ٻار جي فڪري ارتقاء ان وقت تائين يقيني آهي جيستائين ذهني قوتون حسي تجربن مان اهي ئي اثر قبول ڪرڻ تي آماده رهن، جيڪي هو ماضيءَ ۾ وچائي چڪيون آهن. هڪ پڪي پختي انسان جو دماغ- جيڪڏهن غير عقلي رڪاوٽون ان جي ذهني ترقيءَ ۾ حائل نہ هجن تہ لازمي طور تي قانون فطرت جي مطابق عمل ڪندو رهندو آهي. انسانيت جا اڄ تائين جيترا بہ وڏا وڏا محسن گذريا آهن، انهن جا دماغ هميشہ انهن ئي بنيادي اصولن جي تابع رهيا آهن، جن جي پيروڪاري، فطرت ۽ ان جي بلند ترين ڪمن جو امتيازي خاصو رهي آهي. انهن حواس جي محدود دنيا کان پراهين حقيقتن جي تلاش ۾ علت ۽ معلول جون نيون نيون ڪڙيون دريافت ڪيون ۽ ان ريت ايمان بالله تائين رسائي ماڻيائون. بقا ۽ دوام انهن ئي قدرن سان واڳيل آهن جيڪي

زمان ۽ مڪان جي حدبندين کان ماورا هجن ۽ جن مان هر انسان هر قسم جي حالتن ۾ فائدو ماڻي سگهندو هجي. اهوئي سبب آهي ته تهذيبن جي عروج ۽ زوال جي باوجود مذهبي اندازِ فڪر ۽ معاشري تي ان جي اثرن ۾ هميشه ترقي ٿيندي رهي آهي. هر اهو ٻالڪ، جنهن دنيا ۾ جنم ورتو، تنهن غور و فڪر جي فطري اصولن کي ئي طاقت بخشي! ننڍڙو ٻالڪ ايمان، اميد ۽ محبت جو مظهر هوندو آهي. ان جي ڪري ئي حضرت عيسيٰ عليه السلام ان پهلوءَ تي زور ڏنو:

”ماڻهو، ٻارڙا ان جي آڏو آڻڻ لڳندا هيا ته جيئن هو انهن کي ڇهي، پر شاگردن انهن کي چڙٻيو. يسوع، اهو ڏسي خفا ٿيو ۽ انهن کي چيائين ته ٻارڙن کي منهنجي پرسان اچڻ ڏيو انهن کي نه روڪيو. ڇو جو خدا جي بادشاهي اهڙن جي ئي آهي. مان توهان کي سچ ٿو چوان ته جيڪو به خدا جي بادشاهي ٻار وانگر قبول نه ڪري، اهو ان ۾ هرگز داخل نه ٿيندو. پوءِ هن انهن کي پنهنجي هنج ۾ ورتو ۽ انهن تي هٿ رکي انهن کي برڪت ڏنائين“.

(مرقس: باب ڏهون، چوڏهون، پندرهون)

”مان توهان کي سچ ٿو چوان، جيڪو به خدا جي بادشاهي ٻار وانگر قبول نه ڪندو، سو ان ۾ هرگز داخل نه ٿيندو“ (لوقا 18-16)

”جيڪڏهن توهين توبه نه ڪندئو ۽ ٻارڙن وانگر نه ٿيندؤ ته آسمان جي بادشاهيءَ ۾ هرگز داخل نه ٿيندؤ.“ (متي: 18-12)

”جيستائين ڪوئي نئين سري سان پيدا نه ٿيو، اهو خدا جي بادشاهيءَ کي ڏسي نه سگهندو.“ (يوحنا: 3-3)

ماڪس پلينڪ، جنهن ماليڪيول جا اسرار پروڙي ورتا، تنهن هڪ موقعي تي چيو: ”مذهب ۽ علم طبيعي ٻئي هڪ لاڳيتي جدوجهد ۾ مصروف آهن. انهن جو مقصد، شڪ ۽ تنگ نظريءَ ۽ وهم پرستيءَ کي شڪست ڏيڻ آهي. ان مقدس چڪتاڻ ۾ شريڪ ٿيندڙ باآواز بلند چئي رهيا آهن: ارجعوا الي الله: الله ڏانهن موٽو.

آئون پنهنجي ڳالهه لوئرس باسچر جي هڪ قول تي ختم ٿو ڪريان، جنهن جو شمار انسانيت جي عظيم ترين محسنن ۾ ٿئي ٿو. ان چيو آهي ته:

”جڏهن مون بابت ڪو شخص چوندو آهي ته مون اهي نتيجا حاصل ڪرڻ ۾ حقيقتن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي ته مان ان اعتراض جي جواب ۾ عرض ٿو ڪريان ته، اهو صحيح آهي ته مون پنهنجي ذهن کي اهڙي انڪار جو نشانو بڻائي ڇڏيو آهي جن کي ثابت نه ٿو ڪري سگهجي. منهنجي سوچڻ جو انداز اهوئي آهي.“

جيڪڏهن مون حقيقتن کان منهن موڙيو آهي ۽ مون کان پلڪارين ٿيون آهن ته مهرباني ڪري مون کي اطلاع ڪريو، آئون اصلاح جي لاءِ هر وقت تيار آهيان.

****



# خالقِ ڪائنات جي وجود تي طبعي شاهديون

## پال ڪليرنس ايبرسولڊ

(ايم. اي. پي. ايچ. ڊي)

اڄ کان ٽي صديون پهريان هڪ انگريز مفڪر ۽ فيلسوف: ”فرانسس بيڪن“ جڏهن اهو چيو هيو ته: ”فلسفي جو سطحي مطالعو، انسان کي الحاد ڏانهن وٺي ويندو آهي، پر ان ئي فلسفي جي گهرائين ۾ لهندؤ ته توهان مذهب جا قائل ٿي پوندؤ.“ ته، هن وڏي گهري حقيقت ڏانهن اشارو ڪيو هيو. جنهن وقت کان هيءَ دنيا قائم آهي، لڪين انسانن هن ڪائنات جي حقيقت تي غور ڪيو آهي ۽ انهن جي آڏو هڪ ئي نوعيت جا سوال ايندا آهن. اها ڪهڙي حڪيم ۽ عليم ذات آهي جيڪا انسان ۽ هن پوري ڪائنات کي هلائي رهي آهي؟ زندگيءَ جي حقيقت ڇا آهي؟ انساني زندگي ۽ ان جي تجربن ۽ مشاهدن کان ماوراء، ڇا ڪجهه آهي؟ ۽ جيستائين هيءَ دنيا قائم رهندي، اڻ ڳڻيا فيلسوف ۽ ڏاها انهن سوالن جا جواب تلاش ڪندا رهندا.

اسان به جڏهن انهن سوالن تي غور ڪندا آهيون ته ان احساس سان ڪندا آهيون ۽ انهن سوالن کي سلجهائڻ ۾ اسان کان پهريان به وڏا وڏا ڏاها سرگردان رهي چڪا آهن. تنهن ڪري اهو ضروري ناهي ته اسين انهن سوالن جو ڪو مڪمل ۽ تسلي بخش جواب حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃئون.

اها ڳالهه پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ حقيقت آهي ته انسان پنهنجي سموري ذهانت ۽ نت نون وسيلن ۽ ذريعن جي باوجود، پنهنجو پاڻ کي هر لحاظ کان مڪمل ۽ آزاد محسوس نه ٿو ڪري. مختلف رنگ ۽ نسل، عقيدن ۽ ملڪن جي ماڻهن جو تاريخ جي هر دور ۾ اهو احساس عالمگير ۽ هڪ جهڙو رهيو آهي ته هن هيڏي وسيع ڪائنات کي سمجهڻ کان انهن جو علم ۽ انهن جي قوتِ بيان قاصر آهي. خاص ڪري اها ڳالهه ڄاڻڻ ته: ”هن ڪائنات ۾ زندگيءَ جو مقصد درحقيقت ڇا آهي، سڀ کان وڌيڪ مشڪل آهي.

انسان، عقلي طور توڙي روحاني طور تي، حقيقت جو اعتراف ڪيو آهي ته هن

ڪائنات ۾ نظم ۽ ترتيب، حڪمت ۽ ڪاريگريءَ جا جيڪي مظهر سامهون اچن ٿا، اهي ڪنهن اهڙي حادثي يا اتفاق جو ڪرشمو نه ٿا لڳن، جنهن جي نتيجي ۾ بي جان ۽ جامد مادو، اوچتو زندگيءَ ۽ آوازن سان پرپور دنيا جو روپ ڌاري سگهندو هجي ۽ اها شيءِ ته، انسان عالمي سطح تي انهن حقيقتن جي دريافت جي خود ضرورت محسوس ڪندو آهي، جيڪي هن فهم ۽ ادراڪ کان ماورا آهن: پنهنجي جاءِ تي خود ان ڳالهه جو هڪ بهترين دليل آهي ته هڪ عقلِ ڪل ۽ بي مثال مدبر، هن ڪائنات جي پسمنظر ۾ ڪافرما آهي.

خدا جو ڇڻو پڻو ۽ ڪامل اقرار ۽ يقين، خالص عقلي ۽ سائنسي ثبوتن سان پيدا ٿي نه ٿو سگهي. هي ايمان ۽ يقين ۽ پنهنجي ۽ خدا جي درميان تعلق جي سچي سڃاڻ سان گڏوگڏ، وجدان ۽ روحاني واردات جي اشتراڪ ۽ تعاون سان حاصل ٿيندو آهي. هڪ پاسي هن لامحدود ڪائنات جي مادي وجود جون توجيهون ۽ تاويلون ۽ ٻئي پاسي پنهنجا ذاتي احساسات ۽ مشاهدا ۽ دل جي واردات، انهن ٻنهي کي ڪٺو ڪري وٺڻ کان پوءِ، انهن تي غور فڪر ڪرڻ، ڇاڻايل حق جي سڃاڻ واسطي راهون هموار ڪري ڇڏي ٿو.

جيڪڏهن سڄي دنيا جي ڪروڙين سمجهدارن جي انهن دليلن ۽ انهن مشاهدن ۽ تجربن کي مرتب ڪجي، جن جي ذريعي هو خدا تي ايمان آڻڻ تي مجبور ٿيا ته، نه صرف اهي دليل ۽ تجربا انتهائي انيڪ ۽ رنگ برنگي ٿيندا، بلڪ انهن جي ذريعي الله پاڪ جي وجود جو ناقابل ترديد اثبات ٿي ويندو.

سائنس جي مطالعي جي دوران، شروع شروع ۾، آئون انساني عقل ۽ استدلال جي اڻ مئي قوت ۽ استدلال کان ايترو مرعوب ٿي ويس جو مان اهو سمجهڻ لڳس ته هاڻي ڪائنات جي ڪائي پرولي اهڙي نه رهندي، جنهن کي انساني عقل سلي نه سگهي ۽ هاڻي سائنسدان، زندگيءَ جي شروعاتي شعور ۽ عقل جي سرچشمن، بلڪ هن ڪائنات جي هر شيءِ جي حقيقت ۽ ان جي مقصد ۽ منشا بابت مڪمل علم حاصل ڪري وٺندا. پر جيئن جيئن منهنجي علم ۾ اضافو ٿيو ۽ ماليڪيولن کان وٺي سيارن جي نظامن تائين ۽ جرثومي کان وٺي حضرت انسان تائين، هر شيءِ جي باري ۾ گهڻو ڪجهه معلوم ٿي ويو ته، مون کي اندازو ٿيو ته اجا ته هن ڪائنات جي ابجد جي به مونکي هوا ناهي لڳي. سائنس، زمانن تائين پنهنجي انڪشافن ۽ ايجادن ۾ ڪاميابين مٿان ڪاميابيون ماڻيندي رهي. پوءِ به هڪ ماليڪيول کان وٺي پوري ڪائنات تائين، انساني حياتي، شعور ۽ ادراڪ جي تفصيلات جو اهوئي عالم رهندو آيو ته اسين بي اختيار اهوئي چوڻ تي مجبور ٿينداسين ته: ”يا رب! تنهنجي معرفت ماڻڻ جو جيڪو حق آهي، اوتري معرفت اجا نه ماڻي سگهياسين.“ سائنسدان تمام جلد اها حقيقت ماڻي وٺندو آهي ته، سائنس جو ڇيهه ان ڪانسواءِ





ڪجهه ناهي ته هو اهو ٻڌائي ته اهو سڀ ڪجهه ”ڪيئن“ ٿيو. بلڪ ان کان اڳتي وڌي، ان حقيقت کي نکيڙجي ته هي سڀ ڪجهه ڇو ٿيو؟ نه انسان جي وس جي ڳالهه آهي، نه ڪي سائنس اها پرولي سلي سگهڻ تي وس رکي ٿي. سائنس ۽ بشري قوتِ استدلال ان ڳالهه جي ڪا به توجيهه پيش ڪرڻ کان هڪ جيترو قاصر آهي ته، هي ماليڪيول، ستارا، سيارا، هي انسان ۽ ان جون بي مثال قوتون ۽ صلاحيتون آخر ڇو آهن؟ ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونهي ته سائنس هن ڪائنات جي پيدائشي عمل جي باري ۾ وڏا قابل يقين نظريا پيش ڪري سگهي ٿي. هي ستارا، شمسي نظام ۽ هي انسان ۽ هي زندگيءَ جون رونقون ڪيئن وجود ۾ آيون؟ پر ان سوال جو وٽس ڪوئي جواب ڪونهي ته آخر هي مادو ۽ هيءَ توانائي ڪٿان وجود ۾ آيون ۽ هن ڪائنات ۾ هي نظم ۽ سهڻي ترتيب ڪيئن رچيا؟ صحيح فڪر ۽ سلجهيل استدلال جي تقاضا آهي ته هتي اچي بهرحال، انسان خدا جي تصور کي قبول ڪري.

وري هڪ سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته، ڇا خدا جو ڪو جسماني وجود آهي، جيئن ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي؟ آئون خدا جي جسماني وجود جي ان تصور کي قبول نه ٿو ڪري سگهان ته، هو دنيوي بادشاهن وانگر ڪنهن هنڌ شاهي تخت تي جلوه افروز آهي. آسماني ڪتابن ۾، خدا جو تصور ڏيندي بي شمار اهڙا اصطلاح استعمال ڪيا ويا آهن ۽ اهڙو اندازِ بيان اختيار ڪيو ويو آهي، جن مان انساني زندگي ۽ ان جي تاريخ مانوس آهي. پڻ جن اصطلاحن جي مدد سان انسان ڪنهن حقيقت کي پروڙي سگهي ٿو ته خدا هڪ روحاني وجود آهي ۽ انسان هڪ مادي وجود آهي، تنهن ڪري خدا جي وجود جي ڪائي اهڙي وضاحت ۽ تشريح، جيڪا خالص روحاني اصطلاح ۾ پيش ڪري سگهجي، انسان جي لاءِ قابل فهم ٿي نه ٿي سگهي.

ٻئي پاسي خدا هڪ روحاني ۽ مافوق الادراڪ وجود جي حيثيت سان، پنهنجون ڪجهه صفتون رکي ٿو. هو حڪيم ۽ دانا آهي ارادي ۽ اختيار جو مالڪ آهي. هو خوش ۽ ناخوش ٿيندو آهي، ان اعتبار کان هو هڪ ذاتي وجود آهي. درحقيقت ان جي ذات اها عظيم الشان ذات آهي جنهن جي ذات ۽ صفات جوهڪ نهايت ادنيٰ ۽ حقير پرتو، انساني وجود ۾ پلٿيل آهي، اهائي حقيقت ان قول جي آهي ته: ”انسان، خدا جو پرتو/پاڇو آهي“ خدا جو وجود ڪنهن به لحاظ کان مادي يا جسماني ناهي. اهوئي ڪارڻ آهي ته اسين مادي اصطلاحن ۾ ان جي وجود جي وضاحت ۽ تشريح ڪرڻ کان قاصر آهيون. پر سادي طور تي وجود باريءَ جون شاهديون ۽ دليل تمام گهڻا ميسر ٿين ٿا ۽ ان جي قدرت جا رنگ هن جي اڻ ڪٿ علم ۽ حڪمت ۽ بي انداز طاقت ۽ قدرت بابت وک وک تي شاهدي ڏيندي ڏيندي آهن. ڇاڪاڻ جو انسان خدا جي ذات ۽ صفات جي احاطي کان قاصر آهي. تنهن ڪري هو پاڻ پنهنجي وجود يا هن وسيع ڪائنات جي مقصد ۽ منشا جو به تعين نه ٿو ڪري سگهي، جنهن جو هو هڪ

نهايت حقير ۽ پتڪڙو جزو آهي.

هڪ ڳالهه، جنهن کي اسين سڀ يقيناً محسوس ڪندا آهيون، سا اها آهي ته هيءَ ڪائنات ۽ هي عالم انسانيت پاڻهرتو، عدم مان وجود ۾ نه آيا آهن. انهن کي ڪنهن مقرر گهڙيءَ ۾ وجود بخشيو ويو ۽ انهن کي وجود بخشڻ واري قادر ۽ علة العلل هستي ضرور هئي. اسين اها ڳالهه به چڱيءَ طرح سمجهئون ٿا ته ڪائنات جو هي ور وڪڙائون نظام ۽ ان ۾ جاري قانون، انساني عقل کان ماوراء آهن ۽ انساني زندگيءَ جو وجود پنهنجيءَ جاءِ تي خود ڪنهن مافوق الطبيعيات هستيءَ جي قدرت جي سهاري آهي ۽ ان جي ئي ڪاريگريءَ جو ڪرشمو آهي ۽ اهائي هستي آهي جيڪا باري تعالىٰ جو روحاني وجود آهي!

****



# خالقِ ڪائنات...هڪ حادثو يا منصوبو؟!

فرينڪ ايلن
ايم.اي.پي. ايڇ. ڊي.
( پروفيسر: حياتي طبيعيات، هيني ٽوبايو يونيورسٽي، ڪينيڊا)

اها ڳالهه ثابت ڪرڻ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪيون ويون آهن ته هيءُ جهان پنهنجي وجود جي لاءِ ڪنهن خلقڻهار جو محتاج ناهي. پر ڇاڪاڻ جو هن جهان جو وجود بهرحال هڪ واقعي حقيقت آهي، جنهن کان انڪار ڪري نه ٿو سگهجي، تنهن ڪري بهرحال ان جي موجود هجڻ جي ڪا نه ڪا توجيهه ڪرڻي پوي ٿي. گهٽ ڪري ان جون چار توجيهون پيش ڪيون وينديون آهن.

*...ته هن دنيا جو وجود محض هڪ نظر جو فريب ۽ وهم آهي، ان جي بنيادي حقيقت ڪا به ڪانهي!

*...ته هيءَ ڪائنات پاڻهرتو وجود ۾ اچي وئي آهي.

*...ته هيءَ ڪائنات ازلي ۽ ابدي آهي ۽ جنهن جو ڪوئي آغاز ۽ اختتام ڪونهي.

*...ته هيءَ ڪائنات هڪ خلقڻهار جي تخليق جو شاهڪار آهي.

پهرين توجيهه جيڪڏهن مڃي وڃي ته ان جو مطلب اهو آهي ته هتي انساني شعور جي، مابعد الطبيعي تعبير ڪانسواءِ، ڪو حل طلب مسئلو ئي باقي نه ٿو رهي ۽ خود ان کي به هڪ وهم قرار ڏنو ويو آهي.

علم طبيعيات جي ماهر، جيمز جينز پنهنجي ڪتاب: ”پراسرار ڪائنات“ ۾ انهن غير حقيقي مفروضن تي هنن لفظن ۾ بحث ڪيو آهي:

> ”علم طبيعيات جي جديد تصورن جي مطابق، ڪائنات جي ڪائي مادي توجيهه ممڪن ڪانهي ۽ ان جو ڪارڻ مون وٽ اهو آهي ته ڪائنات جو سمورو معاملو ئي هاڻي هڪ خيالي معاملو بڻجي چڪو آهي.“

ان نقطئہ نظر جي مطابق ڇڻ صورتحال اها آهي تہ خيالي گاڏيون، جيڪي بظاهر فرضي مسافرن سان سٽيل آهن، غيرحقيقي دريائن ڪي تصورات جي جوڙيل پلين تان پار ڪري رهيون آهن.

ٻيو تصور اهو آهي تہ، مادي ۽ توانائيءَ جي هيءَ دنيا پاڻھرتو عدم جي پردي مان وجود ۾ اچي وئي آهي. اهو بہ ساڳيءَ ريت هڪ اهڙو اجايو مفروضو آهي، جنهن کي ڪنهن بہ طرح قابل غور نہ ٿو چئي سگھجي.

ٽيون خيال اهو تہ: ڪائنات ازلي ۽ ابدي آهي. نظريئہ تخليق سان گهٽ ۾ گهٽ ان لحاظ کان پيٽ ڪائي ٿو تہ يا تہ، هي جامد مادو پنهنجي اندر لڪل توانائيءَ سان گڏ ازلي ۽ ابدي وجود رکي ٿو، يا وري ان جي خالق جي ذات ازلي ۽ ابدي آهي. ان لحاظ کان انهن ٻنهي دليلن جي تصورن جا دليل بہ تقريباً هڪجهڙا آهن، پر حرڪي حرارت (The Rmodynamits) جي قانونن مان اهو پتو پوي ٿو تہ ڪائنات، بتدريج پنهنجي انجام ڏانهن روان دوان آهي ۽ هڪ وقت اچڻو آهي. جڏهن سموري موجودات پنهنجي حرارت وڃائي ويهندي. توانائي ۽ قوت فنا ٿي ويندي ۽ زندگي ناممڪن ٿي ويندي. هي چمڪندڙ سج، جهرمر ڪندڙ تارا ۽ زندگيءَ جي هنگامن سان ڀرپور هيءَ زمين، ان حقيقت جون جامع شاهديون آهن تہ، هن ڪائنات جو ڪو نقطئہ آغاز ضرور آهي ۽ هڪ مقرر ساعت ۾ هيءَ ڪائنات خودبخود وجود ۾ اچي وئي آهي ۽ اهائي حقيقت ان ڳالھ ڏانهن رهنمائي ٿي ڪري تہ، هيءَ ڪائنات خودبخود وجود ۾ نہ آئي آهي. بلڪ اها ڪنهن تخليقي قوت ۽ رٿابنديءَ جو ڪرشمو آهي. اهو مڃڻ ڪانسواءِ ڪوئي چارو ڪونهي تہ علت اوليٰ جي حيثيت سان هڪ ازلي ۽ ابدي ذات ۽ هڪ حليم ۽ قدير هستيءَ جو وجود لازمي طور هئڻ گهرجي، جنهن هن ڪائنات کي وجود بخشيو ۽ صورت عطا ڪئي.

زندگيءَ کي قائم ۽ برقرار رکڻ جي لاءِ ڌرتيءَ جي هن گولي تي ايترا انتظام نظر اچن ٿا جو اهو ڪنهن بہ طرح باور نہ ٿو ڪري سگھجي تہ، هي سڀ محض هڪ اتفاق جو نتيجو آهي.

- پهريان اهو تہ: ڌرتيءَ جو هي وجود هڪ گولي جي شڪل ۾ خلا ۾ لڙڪيل آهي. (انجيل ۾ آهي تہ: هن زمين کي بنا ڪنهن سهاري جي لٽڪائي ڇڏيو آهي.) ۽ اهو گولو پنهنجي قطبي محور تي اهڙيءَ طرح گردش ڪري رهيو آهي جو، ان مان ڏينهن ڪانپوءِ رات ۽ رات کان پوءِ ڏينهن ايندو آهي ۽ وري اهو گولو، سج جي چوڌاري بہ ڦري رهيو آهي ۽ سال جي مقرر مدت جي اندر، پنهنجو هڪ چڪر پورو ڪري ٿو. اهي حرڪتون، خلا ۾ ان کي صحيح رخ ۾ قائم رکنديون آهن. قطبي محور تي پنهنجي مدار ڏانهن ان جو ٽيويهہ ڀيرا جهڪاءُ، موسمن ۾ باقاعدگي پيدا ڪندو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ زمين جو وڏ ۾ وڏ حصو آباديءَ





جي قابل ٿي پوندو آهي ۽ مختلف قسمن جا رنگ برنگي ٻوٽا ۽ پوکون زمين جي رونق ۽ افاديت کي تهائين ٻيڻو ڪري ڇڏين ٿا. جيڪڏهن ڌرتيءَ جو هي گولو گردش ڪرڻ جي بجاءِ ساکن ۽ جامد هجي ها تہ ٻوٽن ۽ پوکن ۾ ايترا رنگ ۽ گوناگون قسم ممڪن نہ هجن ها.

- ٻيو اهو تہ: اهڙيون گيسون جيڪي زندگيءَ جي بقاءَ لاءِ ضروري آهن، فضا ۾ تقريباً پنج سئو ميلن جي بلندين تائين پکڙيل آهن ۽ انهن جو نهايت ٿلهو پردو ڌرتيءَ کي انهن اماڙين (شُهابِ ثاقب) جي تباهي مچائيندڙ برساتن کان محفوظ رکي ٿو، جيڪي روزانو ٻن ڪروڙن جي انگ ۾ ٽيهہ ميل في سيڪنڊ جي رفتار سان زمين جي فضا ۾ داخل ٿينديون آهن. ٻين اثرن ڪانسواءِ ان هوا جو پردو، درجہ حرارت کي انهن حدن ۽ اعتدال ۾ رکي ٿو، جيڪي زندگيءَ جي بقا جي لاءِ نهايت ضروري آهن. هوائون، ڪڪرن جي صورت ۾، سمنڊن جي تازي پاڻيءَ جي ٻاڦ کي اڏائي، خشڪيءَ ڏانهن وٺي وڃن ٿيون ۽ پري پري تائين خشڪ ۽ اجايل زمين کي سيراب ڪن ٿيون. جيڪڏهن ائين نہ تہ هوند زمين بنجر صحرا ۾ تبديل ٿي وڃي. ٻين لفظن ۾، ڄڻ فطرت، سمنڊن ۽ هوائن جي هم آهنگيءَ کي زمين جي هن وشال دنيا ۾ زندگيءَ جي بقاءَ جو ذريعو بڻائي ڇڏيو آهي.

## پاڻيءَ ۾ چار اهم خاصيتون رکيون ويون آهن:

- پهرين خاصيت اها آهي تہ پاڻي، گهٽ ۾ گهٽ درجہ حرارت ۾ آڪسيجن جي وڏ کان وڏ مقدار کي جذب ڪندو آهي.
- ٻي خاصيت اها آهي تہ ڄمڻ جي نقطي کان چار درجا سينٽي گريڊ مٿان ان جي گهاٽاڻ (Density) انتهائي حد کي پهچي ويندي آهي جنهن جي ڪري درياهہ ۽ ڍنڍون گهٽو ڪري ڄمنديون ناهن.
- ٽئين خاصيت اها آهي تہ برف جي گهاٽاڻ پاڻيءَ کان گهٽ هوندي آهي، جنهن جي ڪري برف، پاڻيءَ جي سطح جي مٿان مٿان رهندي آهي.
- چوٿين خاصيت اها آهي تہ جڏهن پاڻي وهڻ لڳندو آهي تہ اهو گهٽي مقدار ۾ حرارت خارج ڪندو آهي. اهي ئي اهي خاصيتون آهن، جن جي ڪري سياري جي• ڏکي موسم ۾، ڍنڍن، درياهن ۽ سمنڊ جي اندر، بي شمار حيوانات زنده رهندا آهن، نہ تہ جيڪر انهن جو سمورو پاڻي ڄمي وڃي ها ۽ انهن جي اندر ڪا

•مضمون جو لکاري چاڪاڻ تہ يورپ جو آهي، ان ڪري هن سياري جي موسم کي ڏکهو چيو آهي، جو اتي سيارو، هتي جي ڀيٽ ۾ وڏيڪ عرصو هوندو آهي.(سنڌيڪار)

بہ زندگي ممڪن نہ هجي ها.

خشڪ زمين مان، ڌرتيءَ تي رهندڙ حيوانات جي لاءِ هڪڙا مخصوص قسم جا ٻوٽا، ڌرتيءَ جو سينو چيري نڪرندا آهن ۽ جاندار مخلوق جي رزق جو وسيلو بڻبا آهن. اهڙيءَ ريت زمين جي سطح جي بلڪل ويجهو مختلف قسم جي ڌاتن جو وجود، تهذيب جي اجاگري ۽ ارتقاءَ ۾ مددگار ثابت ٿيندو آهي.

ڪجھ ماڻهو هن هيڏي فضا جي بي پناھ وسعتن ۾، هن ذرڙي جيتري ڌرتيءَ جي گولي جو ذڪر ايئن ڪندا آهن، جهڙوڪر اها ڪا اڻ ٿيڻي ۽ بي جوڙ ڳالھ هجي. پر انهن کي ان ڳالھ جو اندازو ڪونهي تہ جيڪڏهن ان جي تولھ گهٽ وڌ هجي تہ هوند ان ۾ زندگي محال ٿي وڃي. جيڪڏهن ڌرتيءَ جو هي گولو، چنڊ جيترو ننڍڙو هجي ها، يعني ان جو قطر (خط مستقيم) اصل جي ڀيٽ ۾ 1/4 هجي تہ ان جي ڪشش ثقل، زمين جي موجوده ڪشش ثقل 1/6 جيتري وڃي رهي تہ، ان ۾ هوا ۽ پاڻيءَ جو وجود ممڪن ئي نہ رهي. ان ۾ درجئہ حرات چڙهي تہ انتها کي پهچي وڃي ۽ ڪري تہ انتهائي حد تائين ڪري پوي. ان جي برعڪس جيڪڏهن ڌرتيءَ جي گولي جو قطر موجوده قطر جي ڀيٽ ۾ ٻيڻو هجي ها تہ ان جي موجوده سطح جي ڀيٽ ۾ چئوڻ تي وسيع ٿي وڃي ها. ڪشش ثقل ٻيڻي ٿي وڃي ها. هوا جي غلاف جي تولھ خطرناڪ حد تائين گهٽجي ها ۽ ان جي دٻاءَ ۾ في مربع انچ 15 ڪان30 پونڊ واڌ ٿي وڃي ها، جنهن جو ردعمل زندگين تي نهايت مهلڪ ثابت ٿئي ها. هميشہ سرد رهندڙ رقبن ۾ نمايان اضافو ٿي وڃي ها ۽ بنھ ٿورا علائقا اهڙا رهن ها، جتي زندگي ۽ آبادي ممڪن ٿي سگهي ها. هڪ علائقي جا رهواسي ٻئي علائقي جي رهواسين کان بلڪل ڪٽجي وڃن ها. پهچڻ پهچائڻ جا ذريعا ۽ هڪ علائقي کان ٻئي علائقي تائين اچ وڃ مشڪل بلڪ تقريباً ناممڪن ٿي وڃي ها.

جيڪڏهن اسان جي زمين سج جيتري وڏي هجي ها ۽ ان جي تولھ برقرار رهي ها تہ، ان جي ڪشش ثقل ڏيڍوڻ ٿي وڃي ها. هوا جي تولھ گهٽجي پنج سئو ميلن جي بجاءِ چار ميل وڃي رهي ها. پاڻيءَ جو ٻاڦ ۾ تبديل ٿيڻ ممڪن نہ رهي ها ۽ هوا جو دٻاءُ هڪ ٽن في مربع انچ تائين پهچي وڃي ها. هڪ پونڊ وزني جانور جو وزن وڌي ڪري هڪ سئو پنجاھ پونڊ بيهي ها. انسان جو جسم گهٽجي نوريئڙي جيترو بيهي ها ۽ ان مخلوق ۾ ڪنهن بہ قسم جي ذهني زندگي ۽ ان جي واڌ ويجھ ناممڪن ٿي پوي ها.

ان جي برعڪس جيڪڏهن ڌرتيءَ جي سج جو موجوده فاصلو وڌائي ٻيڻو ڪيو وڃي ها تہ سج مان حاصل ٿيندڙ حرارت جو مقدار گهٽجي صرف چوٿون حصو وڃي بيهي ها. ان جي گردش جي رفتار اڌ وڃي بيهي ها. سياري جي موسم جو مدو ڊگهو ٿي ٻيڻو ٿي وڃي ها ۽ زندگي هڪ هنڌ ڄمي بيهي رهي ها.



جيڪڏهن سج ۽ زمين جو درمياني فاصلو گهٽائي ڪري اڌ ڪيو وڃي ها تہ، سج مان حاصل ٿيندڙ حرارت چئوٽي ٿي وڃي ها. زمين جي گردش جي رفتار ٻيڻ تي تيز ٿي وڃي ها. موسمن ۾ ڦيريان تہ ڦيري جو امڪان ئي نہ رهي ها ۽ جيڪڏهن سياري جي موسم اچي بہ ها تہ ان جو مدو اڌ وڃي رهي ها ۽ ڌرتيءَ جي گولي تي تپش ايڏي وڌي وڃي ها جو ان ۾ زندگيءَ جو برقرار رهڻ ممڪن نہ هجي ها.

ڌرتيءَ جي گولي جي موجوده جسامت، ان جي سج کان موجوده فاصلي ۽ ان جي گردش جي مقرر رفتار جي برقرار رهڻ جو ئي اهو نتيجو آهي جو، هن زمين تي جيئڻ ممڪن آهي ۽ انسان طبيعي، ذهني ۽ روحاني زندگيءَ جي خوشين سان ڀرپور آهن.

جيڪڏهن اهو فرض ڪيو وڃي تہ هن جهان جي پويان، ڪو منصوبو ۽ ڪا ڪارفرما قوت موجود ناهي تہ، لامحالہ اهو چوڻو پوندو تہ هي جهان رنگ و بو محض هڪ اتفاقي حادثي سان ظاهر ٿي پيو. هاڻي ڏسو تہ بخت ۽ اتفاق محض هڪ فرضي شيءِ ناهن، بلڪ اهو هڪ نهايت ترقي يافتہ حسابي نظريو آهي، جنهن جو اطلاق انهن شين تي ڪيو ويندو آهي، جن بابت قطعي ۽ يقيني معلومات ممڪن ناهي هوندي. ان نظرئي جي ذريعي اهڙا ٺوس نظريا دريافت ٿي پوندا آهن، جن جي مدد سان اسين، حق ۽ ناحق ۾ آسانيءَ سان فرق ڪري سگهندا آهيون ۽ ڪنهن خاص نوعيت جي واقعي جي امڪان جو حساب لڳائي ڪري صحيح صحيح اندازو ڪري سگهندا آهيون تہ ان جو اتفاق سان پيش اچڻ ڪيتري قدر ممڪن آهي.

پروٽين، جيڪي سمورن حياتياتي خلين (Cells) جي لاءِ لازمي جزن جي حيثيت رکن ٿا، پنجن عنصرن تي مشتمل آهن.

ڪاربن، هائيڊروجن، نائٽروجن آڪسيجن ۽ گندرف، پروٽيني ماليڪيول، انهن عنصرن جي چاليھ هزار سنهن ذرن يا جوهرن (Atoms) تي مشتمل هوندو آهي.

ڪائنات ۾ 92 ڪيميائي عنصر، بلڪل منتشر ۽ بي ترتيبيءَ سان وکريل هوندا آهن. هاڻي ان ڳالھ جو امڪان ڪيتري حد تائين آهي تہ انهن 92 عنصرن جي بي ترتيب ڍير مان نڪري، هي پنج عنصر اهڙيءَ ريت هڪ ٻئي سان ملي وڃن جو هڪ پروٽيني ماليڪيول پاڻهرتو وجود ۾ اچي سگهي؟ مادي جو اهو مقدار، جنهن کي مسلسل ملائڻ سان، اتفاق سان اهو نتيجو حاصل ٿي سگهي ٿو ۽ اهو وقت جنهن جي اندر ان ڪم جي تڪميل ممڪن هجي، حساب لڳائي ڪري معلوم ڪري سگهجي ٿي.

سوئيزرلينڊ جي هڪ حسابدان ”چارلس ايوجين گاءِ“ ان جو حساب ڪيو آهي ۽ ان جي تحقيق اها آهي تہ اهڙي قسم جي ڪنهن اتفاقي واقعي جو امڪان 160 جي ڀيٽ ۾ صرف هڪ درجو ٿي سگهي ٿو. واضح رهي تہ 160 جو مطلب اهو آهي تہ ذهن

ڪي هڪ سئو سٺ ڀيرا لڳاتار ضرب ڏجي، مطلب ته اهو هڪ اهڙو امڪان ڪان ٻاهر قياس آهي جو، انگن جي زبان ۾ ان جو اظهار به مشڪل آهي.

صرف هڪ پروٽيني ماليڪيول جي اتفاق سان وجود ۾ اچڻ جي لاءِ هن پوري ڪائنات جي موجوده مادي مان، ڪروڙها ڀيرا وڌيڪ مادي جو مقدار گهربل هوندو، جنهن کي ڪنو ڪري لوڏيو وڃي ۽ ان عمل سان ڪو نتيجو ظاهر ٿيڻ جو امڪان اربين سالن ڪانپوءِ ظاهر ٿيندو. پروٽين، ”امينيو اسيڊس“ جي ڊگهن سلسلن سان وجود ۾ ايندا آهن. ان ۾ سڀ ڪان وڌيڪ اهميت ان طريقي جي آهي، جنهن سان اهي سلسلا هڪ ٻئي سان ملن. جيڪڏهن اهي غلط شڪل ۾ ڪنا ٿين ته، زندگيءَ جي بقا جو ذريعو بنجڻ جي بجاءِ مهلڪ زهر بڻجيو وڃن. پروفيسر ”جي بي ليڊز“، (انگلستان) حساب لڳايو ته هڪ سادي پروٽين جي سلسلي کي لکين طريقن سان يڪجا ڪري سگهجي ٿو. اها ڪنهن به لحاظ ڪان عقل ۾ ايندڙ ڳالهه ڪانهي ته هڪ پروٽيني ماليڪيول کي وجود ۾ آڻڻ جي لاءِ ايترا امڪان ڪان بالاتر اتفاق هڪ ئي وقت صادر ٿين.

وري پروٽين خود هڪ ڪيميائي شيءِ آهي، جنهن ۾ زندگي موجود ناهي هوندي. ان ۾ زندگيءَ جي حرارت ته اهڙي حالت ۾ پيدا ٿيندي آهي، جڏهن ان جي اندر روح ڦوڪيو وڃي. صرف هڪ ئي عقل ڪل، هڪ بي حد ۽ نهايت ذهين خدا ئي اهو سوچي سگهي ٿو ته، زندگيءَ جي آماجگاهه بنجڻ جي لاءِ ان قسم جو ماليڪيول موزون ٿي سگهي ٿو. اهوئي ان ماليڪيول جي تخليق ڪري سگهي ٿو ۽ اهوئي ان کي زندگي بخشي سگهي ٿو.

****



# ڪائنات هڪ مرڪز تحت

## اول چير ويڪس

(ماهر رياضي ۽ طبيعيات)

مشهور تصورات، گهڻو ڪري گمراهه ڪندڙ هوندا آهن. مثال طور: گهڻا ماڻهو ان تي عقيدو رکندا آهن ته، سائنس، هڪ اهڙي ذهين ۽ منڙي زبان واري پوڙهي وانگر آهي، جيڪو هر ڳالهه جو جواب ڏئي سگهندو هجي. پر منهنجي خيال ۾ سائنس هڪ اهڙي نوجوان وانگر آهي، جيڪو تمام گهڻا سوال دريافت ڪرڻ جو عادي هجي، جيڪو تمام گهڻو غور فڪر ڪندڙ هجي ۽ جيڪو تمام گهڻو محتاط ۽ ترتيبوار يادداشتون رکڻ جون ڪوششون ڪندو هجي. هڪ مثالي سائنسدان کي ان باري ۾ ڪڏهن به اطمينان ناهي ٿيندو ته ڪيس هر شيءِ جو قطعي علم حاصل ٿي چڪو آهي.

ماڻهو سائنس جي باري ۾ وري ان ڳالهه جو گمان به رکن ٿا ته اها استخراجي استدلال ۾ سڌو رستو اپنائي ٿي. اصل ۾ سائنس کي مٿي چڙهندڙ انگور جي ول سان تشبيهه ڏئي سگهجي ٿي، جيڪا هر وقت وڌڻ جي ڪوشش ڪندي رهندي آهي. سائنس جو رستو ور وڪڙ ۽ ڳوڙهو آهي. مثال طور: ڪاربان-14 جي جزن جي ترڪيب تي هاڻي ٻيهر غور ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي رهي آهي. ممڪن آهي ته ان جي انگن اکرن ۾ ڪجهه تبديلي ڪرڻي پوي. مطلب ته سائنس جي رستي ۾ هميشه ڪجهه نه ڪجهه تبديلي ڪرڻ لازمي آهي ۽ گهڻو ڪري ايئن ٿيندو آهي ته پاسو مٽائي، ڪو ٻيو قطعي رستو اپنائڻو پوندو آهي.

رياضيات، جنهن سان منهنجو خصوصي لڳاءُ آهي، سائنس جي رستي کي ڪنهن حد تائين روشن ڪري سگهي ٿي، پر ان جي روشني به سائنس جو ساٿ ڏيڻ جي لاءِ رخ مٽائڻ تي مجبور ٿيندي رهندي آهي. مان سائنس جو اهو مجيل اصول استعمال ڪندو آهيان، جيڪو ٻن يا ٻن کان به وڌيڪ متضاد نظرين منجهان هڪ

نظرئي جي لاءِ رهنمائي ڪري ٿو. ان اصول جي مطابق اهو نظريو اختيار ڪري سگهجي ٿو، جيڪو سمورن متنازع مسئلن کي نهايت سادگيءَ سان حل ڪري ڇڏي. وڏو عرصو اڳ جڏهن اهوئي اصول "ٽولوميءَ" جي نظرئي ۽ "ڪوپرنيڪس" جي نظرئي جي درميان فيصلي جي لاءِ استعمال ڪيو ويو هيو، پهرئين جي دعويٰ هئي ته "زمين، شمسي نظام جو مرڪز آهي" ان جي برعڪس ٻئي چيو پئي ته: "سج، نظامِ شمسيءَ جو مرڪز آهي." ٽولوميءَ جو نظريو ايتريقدر پيچيدو ۽ الجهيل هيو جو زمين جي مرڪزيت جو نظريو رد ڪيو ويو.

سائنس، بي شڪ پنهنجي اندر ڪجھ ڪمزوريون رکي ٿي، پر ان جا نظريا ۽ نتيجا قدري فائديمند به آهن. انهن جو تعلق خواهه خالق ڪائنات سان هجي يا ڪائنات سان، سائنسي مظهرن جي گهري ۽ غيرجانبداراڻي مطالعي مون کي اهو يقين ڏياريو آهي ته خدا جو وجود هڪ حقيقت آهي. اهوئي هن ڪارخانهءِ قدرت کي هلائي رهيو آهي ۽ هن ڪائنات ۾ مرڪزي ڪردار ان جو آهي. سائنس ان ڳالھ جو به ثبوت فراهم ڪري ٿي ته، مادي جي رنگ برنگي مظهرن ۾ هڪ معنوي ترتيب ۽ هڪ مقصدي ربط موجود آهي. اها شيءِ ڪولمبس جي اصول ڪشش يا اصول مزاحمت ۾ به نظر اچي ٿي. انهن اصولن جو جڏهن مون ڪائناتي ڪشش جي تصور سان مقابلو ڪيو ته، اهو ڏسي آئون حيران رهجي ويس ته منجهن ڪيتري نه هڪجهڙائي آهي. جڏهن برقي مقناطيسي لهرون، روشنيءَ جي رفتار سان حرڪت ڪنديون آهن ته، ڪشش ثقل ۾ ناقابل بيان اضافو ٿي پوندو آهي. پر اهو اختلاف ان حقيقت جو آئينيدار آهي ته اهي به مختلف شيون آهن، جنهن ڪري اسين معاملي تي وڌيڪ توجھ ۽ تفصيل سان غور ڪرڻ تي مجبور ٿيندا آهيون.

ان مقصدي اختلاف سببان ٻئي قسم جي تحقيقات ۾ عجيب قسم جون اوڻايون پيدا ٿي پيون آهن. اهڙيءَ ريت تحفظِ مساوات جو اصول به مقصدي هم آهنگيءَ جو اظهار ڪندو آهي. ان حصول جي مطابق روشن مرڪز مان جيڪي اليڪٽران ٻاهر نڪرندا آهن، اهي نهايت هڪ ڪرائيءَ سان ان جي هڪ خاص زاويي مان ٻاهر ايندا آهن. اهو به معلوم ٿيو آهي ته اهي، مرڪز جي گهمڻ ۾، جيڪو پاسو قابلِ ترجيح هوندو آهي، ان مان خارج ٿيندا آهن. ان کان علاوه اسان کي منجهن نظام جي خلاف ورزي به نظر ايندي آهي. ڇاڪاڻ جو نيوٽران، مساوات جا پابند نه ٿيندا آهن. ايئن لڳندو آهي ته نيوٽران، ساڄي ۽ کاٻي ۾ فرق ڪري سگهندو آهي ۽ انهن ذرن کي اها خبر پهچائي ڇڏيندو آهي، جن سان گڏ ان جي تخريبي ڪمن ۾ ڪجھ تعلق هوندو آهي. اهو ۽ ٻيا ڪوڙ مثال ظاهر ٿا ڪن ته هن ڪائنات جي ڪا ابتدا آهي ۽ ان جو انتظام گهڻن ٽڪرائجندڙ خدائن جي هٿ ۾ نه آهي، جيئن مشرڪ سمجهن ٿا. بلڪ خداءِ واحد جي دستِ قدرت ۾ آهي.





ڪائنات جي نظم و ضبط جي معاملي ۾، حياتياتدان به اهڙا واقعا ٻڌائين ٿا. اهي مادي جسمن جي جوڙجڪ ۾ انتهائي ڪمال جا مظاهرا ڏسندا آهن. انسان جي جسم جي خون جا ذرڙا، انتهائي مناسب شڪل ۽ قد ڪاٺ وارا هوندا آهن ته جيئن پنهنجا فرض، مناسب طريقي سان انجام ڏئي سگهن. اهوئي اصول، عضون ۽ ذرن تي صادق اچي ٿو. جيت جڻن جي دنيا ۾ جيڪڏهن اسين صرف ماکيءَ جي مکين جي ماناري کي ئي غور سان ڏسئون ته، ٻين سوين شين وانگر منجهن مناسبت، هڪڪرائي ۽ مڪمل انتظام نظر ايندو. دنيا جي لکين ماکيءَ جي مانارن منجهان هر هڪ انگن جي اصول تي ٺاهيو ويندو آهي ۽ نهايت ئي باقاعدگيءَ سان هوندو آهي. جيڪڏهن اهو ۽ ڪوڙ ٻيون اهڙيون شيون هڪ خلقڻهار جي ذهانت جي تدبير ۽ رهنمائيءَ جو ثبوت فراهم نه ٿيون ڪن ته مان پنهنجي سائنسدان هجڻ جي دعويٰ واپس ٿو وٺان.

هڪ سائنسدان جي حيثيت ۾ آئون سمورن آفاقي ڪتابن جي هدايتن تي ايمان رکان ٿو، جيڪي هن ڪائنات جي تخليق ۽ انتظام بابت ڏنل آهن. آئون انهن نقادن کي ڪائي اهميت نه ٿو ڏيان، جيڪي اها دعويٰ ٿا ڪن ته آفاقي ڪتابن ۾ تاريخي ۽ آثار قديمہ متعلق بيان ڪيل ڳالهيون قابل اعتماد ناهن. انهن همراهن وٽ ڀلا ڪهڙو ثبوت آهي ته آفاقي ڪتابن ۾ بيان ڪيل تاريخي ماڳن مڪانن بابت ڳالهيون غلط آهن؟! انهن جون اهي ڳالهيون محض اٽڪل بازي آهن. انهن جي اهڙين مڪارين جي پت دنيا جي آڏو وائکي ٿي چڪي آهي.

تخليقِ ڪائنات جي حوالي سان ڪو به اهڙو نظريو، جيڪو انجيل جي بيان کي نظرانداز ڪري يا ان کان انڪار ڪري، اهو يا ته سمورين معقول حقيقتن جي وضاحت نٿو ڪري، يا وري مايوس ڪن حد تائين اڻاٺو آهي. مان ته انهن پراڻن مجيل اصولن جو قائل رهڻ ٿو چاهيان، جن جو مٿي ذڪر آيو آهي. مان، ڪتابِ تخليق جي بيان جي سادگيءَ کي بهرصورت ترجيح ڏيان ٿو.

***

# ڪتابِ پيدائش جو پهريون باب

## [جديد فلڪيات جي روشنيءَ ۾]

بيٽر ڊبليو. اسٽونر
(ماهر رياضي ۽ فلڪيات)

مان جڏهن ڪيليفورنيا يونيورسٽيءَ ۾ هڪ طالب علم جي حيثيت سان تحقيقي ڪم ڪري رهيو هئم ته مون کي چيني طالبن جي ڪري اهڙي جماعت سان ملڻ جو اتفاق ٿيو، جيڪا حڪومت جي اهتمام هيٺ تعليم حاصل ڪري رهي هئي. انهن طالبن منجهان تقريباً 12 طالبن ”برڪلي“ جي برسٽرين گرجا جي پادريءَ جي خدمت ۾ حاصل ٿي صاف صاف چئي ڏنو هو ته هو عيسائي بنجڻ نه ٿا چاهين، البته عيسائيت جي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ جا آرزومند ضرور آهن ۽ اها حقيقت پروڙڻ چاهين ٿا ته ان مذهب آمريڪي اقدار تي ڪهڙي طرح ۽ ڪيترو اثر وڌو آهي؟ پادريءَ، ان جماعت جي تنظيم ۽ تدريس جي لاءِ مون کي موزون سمجهيو ۽ ٿوري گهڻي فڪر ڪانپوءِ مان به راضي ٿي ويم.

منهنجي سامهون سڀ کان پهريان اهو سوال هيو ته اهڙن طالبن کي سيڪاريو ڪيئن وڃي؟ ڇاڪاڻ جو انهن ڇوڪرن جو انجيل مقدس تي ايمان نه هيو، تنهن ڪري انجيل مقدس جي تدريس بيڪار هئي. مون گريجوئيٽ ٿيڻ کان اڳ سائنس ۽ انجيل جي ”ڪتاب تخليق“ ۾ ڪجهه مناسبت محسوس ڪئي هئي. تنهن ڪري مون اهو فيصلو ڪري ورتو ته اهو تصور ۽ تصوير، انهن چيني طالبن جي آڏو پيش ڪندس.

مان ۽ طالب، ان ڳالهه کان واقف هياسون ته اهو ڪتاب، تخليق ڪائنات جي متعلق سائنس جي موجوده علم ۽ نظرين دريافت ٿيڻ کان هزارين سال اڳ لکيو ويو هو. اسان کي اهو به احساس هيو ته عهد موسويءَ جي تعليمات، جديد تعليمات جي مقابلي ۾ بنهه بي معنيٰ پئي محسوس ٿئي. تڏهن به اسين سڀني اهو موضوع ارادتاً





سنڌيڪا :سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار



اختيار ڪيو. سڄو سارو سيارو ڪتاب تخليق، پڙهڻ پڙهائڻ ۾ گذاريو. شاگرد ڪم وٺي يونيورسٽيءَ جي لائبريرين ۾ هليا ويندا هئا ۽ وڏي محنت سان جواب تيار ڪندا هئا. سياري گذرڻ ڪانپوءِ پادريءَ مون کي پنهنجي دفتر ۾ سڏايو ۽ ٻڌايو ته اهي سمورا شاگرد وٽس اهو چوڻ لاءِ آيا هيا ته هو عيسائي ٿيڻ چاهين ٿا. انهن، پادريءَ کي ٻڌايو ته انجيل مقدس، خدا جو ڪلام آهي ۽ انهن جا پنهنجا مذهبي ڪتاب اها حيثيت نه ٿا رکن.

هاڻي، مان ڪليل لفظن ۾ ٿو ڳالهه ڪرڻ چاهيان. مان پاڻ، ان وقت تائين عيسائي نه هيس، پر ڪوڙ ٻين ماڻهن وانگر منهنجو به اهو خيال هيو ته انجيل مقدس، رڳو نجات حاصل ڪرڻ جون تدبيرون ۽ ڪجهه ضروري روحاني ڳالهيون ٻڌائي ٿو ۽ ان جا ڪوڙ حصا، اعتبار جوڳا ڪونهن. 1910ع کان، مون سائنس جو ويجهڙائيءَ کان مطالعو ڪيو ۽ پوءِ ان کي ڪتاب تخليق سان ڀيٽيم. ڪتاب تخليق جي پهرين آيت کي وٺو:

”شروعات ۾ خدا، آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو“

جڏهن مون چيني شاگردن کي پڙهائڻ شروع ڪيو، ان وقت اسان جو اهوئي خيال هو ته مادو فنا ٿي نه ٿو سگهي. اسين ان جي شڪل بدلائي سگهون ٿا، پر پوءِ به اهو مادو ئي رهندو آهي ۽ اوتري ئي مقدار ۾ رهندو آهي. اسان جي ذهنن ۾ اهو خيال چڱيءَ طرح راسخ ٿي چڪو هيو ته: ”هن ڪائنات جو نه ته ڪو نقطئہ آغاز آهي نه ئي ان جو ڪو انجام ٿيندو.“ اسين ڪتاب تخليق جي بيان سان ايتري تائين ته متفق ٿي پئي سگهياسين ته، جيڪڏهن ان جو به ڪو آغاز ٿيو هوندو ته اهو يقيناً خدا جي هٿان ٿيو هوندو. ڇاڪاڻ جو ٻي ڪا طاقت، اهو ڪم سرانجام ڏئي نه ٿي سگهي.

پر هاڻي ايٽمي طاقت وجود ۾ اچي چڪي آهي ۽ اسين سڀ ڄاڻون ٿا ته مادي کي هڪ خوفناڪ قوت ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو ۽ طاقت کي وري مادي جو هڪ ڍير بڻائي سگهجي ٿو. هاڻي تخليق جو خيال تهائين وڌيڪ قابل يقين معلوم ٿيڻ لڳو آهي. سائنس ڪجهه دور مقرر ڪري ڇڏيا آهن جن منجهان ڪجهه هي آهن:

- ڌرتيءَ جو دؤر.
- سَيارن جو دؤر.
- چنڊ ۽ ڌرتيءَ جو دؤر.
- ڪهڪشائن جو دؤر.
- ڪائنات جو دؤر.
- ارتقا، ترقي ۽ تقسيم جو دؤر.

اهي دؤر، لڳ ڀڳ سٺ ڪرب سالن جا ٿين ٿا. اها صورتحال ايتري خيالي آهي

جو ڪوڙ سائنسدان به تخليق جي ڏينهن جو اقرار ڪرڻ لڳا آهن ۽ اهو ڏينهن سٺ ڪرب سال پهريان ٻڌائين ٿا. چيني شاگردن ۽ انهن جي استاد کي ان ڳالهه جي خبر ان وقت تائين نه هئي.

### ڪتاب تخليق جي ٻي آيت ڏاڍي مشڪل آهي:

”زمين بي ڍنگي ۽ خالي هئي ۽ گهراين ۾ انڌيرو ڇانيل هيو“

1910ع ۾ سائنسدانن جي ذهنن تي ”سديمي مفروضي“ جو ڀوت سوار هيو، جنهن جي روءِ سان، شمسي نظام جي شڪل ٿالهيءَ وانگر سمجهي ويندي هئي. ان جي برعڪس ڪتاب تخليق جو فيصلو هيو ته ان جي ڪا شڪل آهي ئي ڪا نه. سائنس جي دعويٰ اها هئي ته شمسي نظام، ڏنڊ جي حيثيت ٿو رکي، پر ڪتاب تخليق ۾ اهو هيو ته: ”اهو هڪ خلا آهي.“ سائنس چيو پئي ته ان منجهان اڻ ڪٽ حرارت ۽ روشني ڦٽي ٿي، پر ڪتاب تخليق جي ارشاد مطابق اهو اونداهو هو. 1910ع ۾ اسين ان کان وڌيڪ نه چئي سگهياسون ته اسان کي ان اختلاف جو ڪارڻ معلوم ڪونهي. ممڪن آهي ته هڪ ڏينهن اهو اختلاف دور ٿي وڃي.

ڪائنات بابت نظرين ۾ تبديلي اسان جي متوقع وقت کان اڳ واقع ٿي چڪي. جڏهن سوا انچ جي دوربيني ڪم ڏيڻ لڳي ته ڊاڪٽر اي. پي ڪبل، چڪردار مخروطي ڪڪرن تي ڪم شروع ڪيو. ان وقت تائين اسان کي يقين هيو ته چڪردار مخروطي ڪڪر ڏنڊ وانگر آهن ۽ ٿالهيءَ جي شڪل وانگر گرم ٻاڦ جا ٺهيل آهن جيڪي لاڳيتو چڪر ڪاٽيندا رهن ٿا. انهن جا ٻيروني جُزا ملي ڪري ستارا ٺهي پون ٿا ۽ وچان حصا سج ٺڄي وڃن ٿا.

ڊاڪٽر هبل، تصويرن جي مدد سان اهو معلوم ڪري ورتو ته، اهي ڪڪر گرم ٻاڦ مان ٺهيل ناهن، بلڪ اهي ستارن جو جهرمٽ آهن. فضا ۾ تمام پري واقع هئڻ ڪري انهن جي شڪل ٿالهيءَ جهڙي ٿي محسوس ٿئي. ڊاڪٽر هبل جي دريافت، سديمي مفروضي کي ڇتي ڇڏيو. بنهه ٿوري عرصي کان پوءِ اهو معلوم ٿي رهيو ته، جيڪڏهن ٻاڦ ٿالهيءَ نما گرم ۽ چڪر ڪاٽيندڙ ڪا شيءِ به هجي ها ته اها شمسي نظام جي ساخت جو ڪارڻ نه ٺڄي سگهي ها، بلڪ صرف ٻن حصن ۾ تقسيم ٿي وڃي ها. سمورن سيارن کي پاڻ ۾ ملائي ڪري به سج جو 1/10 حصو به نٿو جوڙي سگهجي. ”هنري نورس رسل“ پهرين مفروضي جي خلاف ڪوڙ دليل پنهنجي ڪتاب ”نظام شمسي ۽ ان جو بنياد“ ۾ لکيا. تنهن ڪري اهو مفروضو پنهنجي موت پاڻ مري ويو. ان کان پوءِ ٻه ٻيا نظريا وجود ۾ آيا، پر اهي به تڪڙو ئي متجي ويا.

اجا تائين اهو سوال پنهنجيءَ جاءِ تي موجود هيو ته ڪتاب تخليق جي ٻي آيت ۾ ڪهڙي ڳالهه جو ذڪر ڪيو ويو آهي؟ ڇا اڄ به ڪا شيءِ آسمانن ۾ اهڙي موجود



آهي، جيڪا اڻ گهڙي ۽ اونداهي هجي؟ علم هيئت جي ڪنهن به ماهر وٽ ان جو ڪوئي جواب نه هيو. اسان کي به اهڙي ڪنهن وجود جو علم نه هيو. آسمانن ۾ به ڪجھ اونداها ڌُٻا ڏسبا هيا. اسان جو خيال هو ته اتي ڪوئي ستارو نه هوندو ۽ جيڪو ڪجھ نظر جي سامهون آهي سو خلا آهي.

وري ڊاڪٽر هبل، ٻيهر ڪم شروع ڪيو. هن سوراخن بابت تحقيق جو آغاز ڪيو ۽ تصويرن جي مدد سان انسانن کي ٻڌايو ته اهي سوراخ نه هيا. بلڪ اونداها ڪڪر هيا، صفا اونداها ۽ سنهڙا. اهي بي حد اونداها هيا ۽ انهن جون شڪليون اينترا قسم هيون، جيڪي عام طور تي گرميءَ جي منڊ ۾ هوا جي ڪلهي تي سوار ٿي فضا جي وسعتن ۾ ترندا رهندا آهن. هاڻي ڳجهارت ٻجي پئي. ڪتاب تخليق جي ٻيون نمبر آيت، اونداهن ڪڪرن بابت آهي.

علم هيئت جي مروج نظرين جي حوالي سان ڪنڊرڙيل ڪڪر، شمسي نظام جو ڪارڻ خيال ڪيا ويندا آهن ۽ اهي ڪنڊرڙيل ڪڪر، گهڻي ڀاڱي ڪارا هوندا آهن. اونداهن ڪڪرن جي آس پاس ۾ ڪوئي چمڪندڙ تارو ٽمڪي رهيو هوندو آهي. تنهن ڪري اهي به چمڪندڙ لڳندا آهن.

ٻي آيت هينئر وڏي خيال انگيز ٺڄي وئي. سائنس جي انڪشافن کان هزارين سال اڳ، حضرت موسيٰ عليه السلام کي اونداهن ڪڪرن جي پروڙ ڪيئن پئي؟ ۽ ڪيس اهو پتو ڪيئن پيو ته زمين اهڙن ئي ڪڪرن مان جڙي آهي؟

ڪتاب تخليق جي اڳئين آيتن ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته، ڪڪرن مان نظام شمسي ڪيئن جڙيو؟ تمام وڏي حصي سان ملي ڪري اهو سج ڪيئن ٺٽيو، جيڪو هاڻي زمين جي حصي تي چمڪي پيو، جو زمين ايتري ننڍڙي آهي جو ڪڏهن به ستارو ٺڄي نه ٿي سگهي. چو جو اهو سج جو 1/333000 حصو آهي. سڀ کان ننڍو ستارو به سج جي 1/100 کان وڌيڪ وڏو آهي.

تڏهن به اسان کي معلوم آهي ته زمين سخت گرم هوندي پاڻي، بخارات ٺڄي اڏامي ويو هوندو ۽ فضا ۾ ٻوسٽ جي جهڙي ڪيفيت پيدا ٿي پئي هوندي. زمين جڏهن نسبتاً ٿڌي ٿيندي هوندي ته آلاڻ جو هڪڙو غلاف نما زمين تي حاوي ٿيو هوندو ۽ ان ريت، زمين کي پاڻيءَ ڍڪي ورتو ۽ پوءِ پاڻيءَ جي اندران زمين ظاهر ٿيڻ شروع ٿي وئي.

ڪتاب تخليق جو بيان جديد سائنس سان هم آهنگ آهي. آيت نمبر 14 کان 18 تائين ۾ بادلن جو ذڪر عين ان موقعي تي آيو آهي،جنهن موقعي تي علم طبقات الارض ۾ ايندو آهي. يعني ٻوٽن کانپوءِ ۽ مڇين کان اڳ، سائنس زمين تي زندگيءَ جي ترتيب هيئن بيان ڪئي آهي:

- ٻوٽا

- مڇيون
- پکي
- ٽٽن وارا جانور، ۽ پوءِ
- انسان

جيڪڏهن موسيٰ عليہ السلام پاڻ يا ڪو ٻيو شخص ان ابتدائي دور ۾ تخليق ڪائنات جي تاريخ لکڻ جي ڪوشش ڪري ها تہ اها غلطين سان ڀريل هجي ها. پر اسين ڏسون ٿا تہ ڪتاب تخليق ۾ معلومات جو مستند ذخيرو آهي ۽ ڪا هڪ بہ ڳالھ بہ اهڙي ناهي جيڪا مروج سائنس سان متفق نہ هجي. مون ٻوليءَ جي ماهرن ڪان ان ڳالھ جا بهترين ترجما حاصل ڪيا ۽ اهو اتفاق وڏيڪ واضح ٿي ويو آهي.

مون خداءِ واحد جي حقانيت ۽ ڪتاب مقدس جي برحق هجڻ جو اهو صرف هڪ ثبوت مهيا ڪيو آهي. حالانڪ اهڙا بي شمار ثبوت ڏئي سگھجن ٿا. خدا جي منڪرن، ڪتاب تخليق تي هر دور ۾ اعتراض ڪيا آهن، پر پوءِ بہ ان جي شان شوڪت ۽ عظمت ۾ ڪوئي فرق ناهي آيو ۽ مون کي يقين آهي تہ مستقبل ۾ بہ ڪتاب مقدس گمراھ نظريہ سازن سان مقابلو ڪندو رهندو.

****



# هڪ قطعي دليل

**رابرٽ مارس پيج**

(ايم. ايس. سي، ڊي. ايس. سي، ماهر طبيعيات)

ڪنهن دعويٰ کي جاچڻ ۽ ان جي گمان ڪيل نتيجي جي صحيح هجڻ کي پرکڻ، تيستائين ممڪن ناهي، جيستائين ان دعويٰ کي درست تسليم ڪري، اهي شرط پورا نہ ڪجن جيڪي گمان ڪيل نتيجو اخذ ڪرڻ جي لاءِ ضروري آهن. ٻين لفظن ۾ ڪنهن دعويٰ جي آزمائش جي لاءِ ضروري آهي تہ پھريان ڪجھ مقرر شرط پورا ڪجن، پوءِ ان مان گمان ڪيل نتيجا حاصل ڪجن ۽ ان کانپوءِ اهو فرض ڪري اڳتي وڌجي تہ دعويٰ درست آهي. پر ٿيندو ايئن آهي تہ ڪنهن دعويٰ کي پرکڻ وقت، پھرين ٻن شرطن جو تہ اهتمام ڪيو ويندو آهي، پر ٽئين شرط يعني اهو تہ: "دعويٰ کي درست فرض ڪري ان جي آزمائش ڪئي وڃي"، عام طور تي يا تہ نظرانداز ڪيو ويندو آهي يا وري منڊؤن ان کي ڪنهن دعويٰ جي آزمائش جي لاءِ ضروري شرط ئي نہ مڃيو ويندو آهي.

پھرئين زماني ۾ جهاز ڪاٺ مان ٺاهيا ويندا هيا. ڇو جو تصور اهو هيو تہ پاڻيءَ تي اهائي شيءِ تري سگھي ٿي، جيڪا وزن ۾ پاڻيءَ کان هلڪي هجي. جڏهن اها دعويٰ ڪئي وئي تہ لوھ جا جهاز بہ پاڻيءَ تي ايئن ئي تري سگھن ٿا جيئن ڪاٺ جا جهاز پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ترندا آهن تہ، ان احساس جي بنياد تي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو تہ لوھ، پاڻيءَ جي مٿاڇري تي تري ئي نہ ٿو سگھي. ڪنهن لوھ، ان دعويٰ کي غلط ثابت ڪرڻ جي لاءِ پاڻيءَ جي ٽب ۾ هڪ لوهي جي نعل وجھي ڏيکاري تہ اها پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ترڻ جي بجاءِ ٽب جو وچي ٿي ترو وئي. مطلب تہ هڪ دعويٰ جي آزمائش مقرر شرطن جي مطابق نہ ڪئي وئي ۽ نہ ڪي ان مان گمان ڪيل نتيجا حاصل ٿي سگھيا.

ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن دعويٰ کي پوريءَ طرح پرکڻ جي لاءِ ڪجھ اهڙا مشاهدا ضروري هوندا آهن، جيڪي هر شخص جي لاءِ ممڪن ناهن هوندا. مثال طور، هڪ

شخص ساحل تي ويٺو سمنڊ جي ڪناري جو مشاهدو ڪري رهيو آهي، ڪيس نہ ڪي اها ڄاڻ ملي سگهي ٿي تہ هن ڪناري جي هيٺان ڇا ٿي رهيو آهي، نہ ڪي سندس ڏيان، ان پاسي ڇڪجي سگهي ٿو تہ سمنڊ جي ڪناري جي مٿان فضا ۾ ڇا ڇا پيو ٿئي؟ هو تہ صرف انهن شين جو ئي مشاهدو ڪري سگهي ٿو، جيڪي سمنڊ جي ڪناري سان ٽڪرائجن ٿيون يا ڪناري تي ترن ٿيون. ان صورت ۾ پاڻيءَ جي ڪناري تي جيڪي ننڍيون نديون شيون، ٻيڙيون، جهاز وغيره موجود هوندا، انهن جو تہ ڪيس علم ٿي سگهي ٿو، پر جيستائين هوا ۾ اڏامندڙ پکين ۽ هوائي جهازن ۽ پاڻيءَ جي ڪناري جي هيٺان هلندڙ آبدوزن يا مڇين جو تعلق آهي، هن جي لاءِ انهن جو وجود ۽ عدم وجود برابر آهي. جيڪڏهن پاڻيءَ جي تہ مان اڀري ڪا شيءِ ڪناري تي ظاهر ٿئي يا فضا مان ڪو پکي پاڻيءَ جي ڪناري تي لهي اچي تہ ان مشاهدي ڪندڙ جي مشاهدي ۾ انهن جي نوعيت اها هوندي تہ گويا هڪ شيءِ جيڪا پهريان موجود ڪا نہ هئي، هاڻي اوچتو وجود ۾ اچي وئي. اهڙيءَ طرح ان جي برعڪس صورت ۾ جيڪڏهن ڪا شيءِ سمنڊ جي ڪناري تي موجود هئي ۽ هاڻي اها پاڻيءَ جي تہ ۾ يا فضا جي بلندين ۾ گم ٿي وئي هجي تہ ان مشاهدي ڪندڙ جي ليکي ۾ جهڙوڪر ان جو وجود فنا ٿي ويو. ڇاڪاڻ جو سمنڊ جي ڪناري تي پيش ايندڙ حادثا ۽ ڦيرڦار ان جي مشاهدي ۾ هوندا، تنهن ڪري انهن جي نوعيت ۽ ماهيت جو اندازو بہ هو ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين ڪري سگهندو. البتہ ڪنهن پکيءَ جو اوچتو فضا مان پاڻيءَ جي ڪناري تي لامارو ڏئي لهي اچڻ يا ڦڙڪو ڪائي فضا ۾ غائب ٿي وڃڻ جي ڪنهن اوچتي يا اتفاقي واقعي جي وضاحت، ان جي لاءِ مشڪل ٿيندي. هاڻي فرض ڪريو، ان مشاهدي ڪندڙ جي ڪنهن اهڙي شخص سان ملاقات ٿي ٿئي يا ڪنهن ذريعي سان ان سان مستقل رابطو ٿو قائم ٿي وڃي، جيڪو ساڳي وقت هوا ۾ اڏامندڙ پکين ۽ جهازن تي بہ نظر رکندو هجي ۽ پاڻيءَ جي اندر هلندڙ آبدوزن ۽ مڇين کي بہ ڏسي سگهندو هجي تہ، ان رابطي جي ذريعي ڪوڙ اهڙن واقعن جي توجيهہ ۽ تفهيم ممڪن ٿي پوندي، جن جو سمجهڻ يا سمجهائڻ مڪمل نہ هجڻ جي ڪري، پهريان ان جي لاءِ مشڪل هيو. ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونهي تہ پهريان، مشاهدي ڪندڙ کي اهو تصور قبول ڪرڻ تي آماده ڪرڻ تہ، سمنڊ جي ڪناري جي هيٺان ڪنهن شيءِ جو ترڻ يا مٿي فضا ۾ اڏامڻ بہ ممڪن ٿي سگهي ٿو، تيستائين آسان نہ ٿيندو، جيستائين ڪيس ٻئي مشاهدي ڪندڙ جي ڳالهہ جي صداقت جو ڪو ناقابل ترديد ثبوت نہ ملي، جو اهي ٻئي شيون هن جي تجربي ۽ مشاهدي ڪان ماورا آهن. ان لاءِ ضروري آهي تہ ٻيو شخص پنهنجي هيٺئين ۽ مٿئين سطح جي مشاهدن ڪان پهريان، پهرئين شخص کي ڪنهن اهڙي واقعي جو اڳواٽ اطلاع ڏئي ڇڏي، جيڪو ان جي مشاهدي ۾ ٿوري دير ڪان پوءِ اچڻ وارو آهي. مثال طور هو فضا مان





ڪنهن پکيءَ کي پاڻيءَ جي ڪناري تي لهندي ڏسي ٿو ۽ ٻئي پاسي پاڻيءَ جي هيٺان اها مڇي بہ ڏسي وٺي ٿو جنهن کي پڪڙڻ جي لاءِ اهو پکي هيٺ لهي رهيو آهي تہ هو پهرئين شخص کي اڳواٽ اهو ٻڌائي سگهي ٿو تہ عنقريب هو پاڻيءَ جي ڪناري تي هڪ پکي لهندي ڏسندو، جيڪو پاڻيءَ ۾ اندر ٽٻي هڻندو ۽ ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ مڇي چنهب ۾ پڪڙيون پاڻيءَ جي ڪناري تي ظاهر ٿيندو ۽ فضا ڏانهن اڏامي ويندو. ظاهر آهي تہ اهو باب پهرئين مشاهدي ڪندڙ جي مشاهدي ۾ پوءِ ويندو ۽ ان کي ٻئي شخص جي باري ۾ اطمينان ٿيندو تہ هو جيڪو ڪجهہ چوي ٿو صحيح ٿو چوي. ان مختصر تمهيد ڪانپوءِ هاڻي اسين الله پاڪ جي وجود جي تصور تي اچئون ٿا ۽ ڇاڪاڻ جو اڃا ڪجهہ ذهن، ان کي محض هڪ دعويٰ ئي سمجهن ٿا، تنهن ڪري اسان بہ ان حيثيت سان ان تي غور ڪنداسين. ان واقعي کي حقيقت جي لحاظ کان جاچڻ جي لاءِ ضروري آهي تہ، چاهي اسين ان تي ايمان رکندا هجئون يا نہ رکندا هجئون، صرف آزمائش جي خاطر پهريان اهو فرض ڪجي تہ اهي دعوائون درست آهن، نہ تہ ان دعويٰ جي صحيح طور تي پرک نہ ٿي سگهندي. ان ڪانپوءِ اسان کي مختلف واقعن ۽ مشاهدن جي بنياد تي اهو بہ ميڙڻو پوندو تہ، اسان جا مشاهدا سمورين حقيقتن ۽ واقعن تي محيط ناهن. پڻ اسان جو علم ۽ مشاهدو جزوي طور تي نامڪمل ۽ هڪ رخو آهي.

اها دعويٰ تہ خدا آهي، الله پاڪ جي وجود جي باري ۾ ڪجهہ اهڙين حقيقتن ۽ مشاهدن تي مبني آهي، جيڪي عقل ۽ سائنس جي حدن، تجربن ۽ مشاهدن ڪان ماورا آهن.

ڪوڙ ماڻهن جو خيال آهي تہ هڪ روحاني وجود آهي، جيڪو هن عالم طبيعي جي اندر محدود ناهي، بلڪ فطرت جي دنيا جي لامحدود وسعتن ۾ ڦهليل آهي ۽ زمان ۽ مڪان جي انهن مڙني پابندين ڪان آزاد آهي، جن تي اسين پنهنجن تجربن ۽ مشاهدن جو بنياد رکندا آهيون. اسان کي اهو بہ تسليم ڪرڻو پوندو تہ، هي عالم طبيعي ۽ زمان مڪان جون حدون، جن جي اندر اسين رهون ٿا، ڪل ڪائنات ڪونهن بلڪ ڪائنات جو هڪڙو ننڍڙو جزو آهن. بلڪل اهڙيءَ طرح جهڙي طرح سمنڊ جي ڪناري واريون شيون، جنهن جو اسين مشاهدو پئي ڪيو، اسان جي علم ۽ مشاهدي جي دنيا جي هڪ معمولي جز جي حيثيت رکن ٿا.

اهو فرض ڪري وٺڻ ڪانپوءِ تہ خدا آهي، اسان کي ان تصور تي بہ سنجيدگيءَ سان غور ڪرڻو پوندو تہ ڇا اهو خدا، عالم طبيعيءَ ڪان ماورا، ڪائنات جي حقيقتن جي باري ۾ اسان کي خبر بہ ڏئي سگهي ٿو؟

مٿين بنيادن پٽاندڙ، الله پاڪ جي وجود جي دعويٰ کي مختلف محققن جاچي پرکي ڏٺو. انهن ماڻهن ۾ خود هن مضمون جو لکاري بہ شامل آهي. مون عيسائين جي الهامي ڪتاب، بائيبل ۾ عالم روحانيت جي باري ۾ معلومات جو هڪ وسيع ذخيرو ڏٺو. بائيبل ۾ ڪجهہ حقيقتون تحرير ڪيم، جن جي صداقت تي هو ايمان

رکن پيا. ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونهي تہ اهي شخص انسان هيا ۽ ڪائنش غلطي ٿيڻ بہ ممڪن هئي، پر انهن جي ڳالهہ جي صداقت جو ثبوت انهن جون اهي اڳڪٿيون آهن، جيڪي انهن مستقبل بعيد ۾ واقع ٿيندڙ اهم واقعن بابت ڪيون. غيب جون اهي خبرون ان ڪانسواءِ ممڪن ئي ڪونهن تہ انهن جو سرچشمو، ڪون و مڪان جي عالم کان ماورا هجي. اهي شخص، جن بائيبل کي ترتيب ڏنو، انهن جي ذريعي حاصل ٿيندڙ مستقبل جون خبرون ۽ اڳڪٿين جي صداقت جو صرف اهوئي دليل ناهي، بلڪ اهو انهن دليلن مان آهي جن سان بائيبل کي ترتيب ڏيندڙن بابت حق تي هجڻ جي شاهدي ملي ٿي.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي بعثت کان سوين ورهيہ پهريان، الهامي ڪتابن ۾ سندس بابت اڳڪٿيون، ان جي پروگرام جا تفصيل ۽ معجزا، جيڪي ڪائنس ظاهر ٿيڻا هئا ۽ جن جي اڄ تائين سائنس يا علم طبيعيات ڪا توجيهہ ڪرڻ کان قاصر آهن ۽ ان ڪانپوءِ وري حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو بلڪل انهن خارق عادات حالتن ۾ دنيا ۾ تشريف فرما ٿيڻ ۽ مڙني خاصيتن جو منجهس موجود هجڻ، جن جي الهامي ڪتابن ۾ اڳڪٿي ڪئي وئي هئي؛ اهي اهڙيون تاريخي حقيقتون آهن جن کان انڪار ممڪن ڪونهي.

انهن واقعن مان نہ صرف حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ الهامي ڪتابن جي اڳڪٿين جي تصديق ٿي، بلڪ اها ڳالهہ بہ ثابت ٿي چڪي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي تعليمات حق تي مبني آهن.

ان دعويٰ جي تائيد ۾ اهڙو دليل، جنهن بابت دل بہ مڃي، وجداني نوعيت جو معاملو آهي ۽ ان جو دارومدار هر شخص جي ذاتي واردات ۽ تجربات تي ٻڌل آهي.

جڏهن توهين الله پاڪ جي وجود جي تصور کي انهن شرطن تحت سمجهڻ جي ڪوشش ڪندؤ ۽ انهن ذريعن سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪندؤ، جيڪي حق جي تحقيق جي لاءِ اٽل آهن تہ، دعويٰ جي حقيقت خود بخود توهان تي کلي پوندي. جڏهن توهان کي اهو معلوم ٿي ويندو تہ خدا ۽ بندي جي درميان تعلق جي نوعيت ڇا ٿي سگهي ٿي ۽ ڇا هجڻ گهرجي؟ جڏهن توهان ڄاڻي وٺندؤ تہ ان تعلق کي قائم ڪرڻ جي لاءِ ضروري شرط ڪهڙا آهن ۽ جڏهن توهين اخلاص ۽ دل جي حضور سان اهي شرط پورا ڪرڻ تي بہ آماده ٿي ويندؤ تہ ان جي نتيجي ۾ خدا ۽ بندي جي وچ ۾ تعلق جي اها صورت پيدا ٿيندي جنهن ۾ ڪنهن بہ شڪ جي ڪا گنجائش ئي باقي نہ رهندي. ان حالت ۾ خدا تي ايمان ۽ عقيدو ان حد کي پهچيو وڃي جو انسان ايئن محسوس ڪرڻ لڳندو آهي، جهڙوڪر هو خدا کي پنهنجين اکين سان ڏسي رهيو آهي.

****



# هڪ اٽل فيصلو

## جان ليوي لينڊ

(پي. ايچ. ڊي، ماهرِ رياضيدان)

دنيا جي مشهور ماهرينِ طبيعيات منجهان هڪ ممتاز شخصيت ”لارڊ ڪايون“ جو هڪ وڏو معرڪتہ الآراء قول آهي تہ: ”توهين جيترو وڌيڪ غور فڪر کان ڪم وٺندؤ، اوتروئي سائنس توهان کي خدا کي مڃڻ تي مجبور ڪندي.“ مون کي ان قول سان سئو سيڪڙو اتفاق آهي.

هن ڪائنات جي باري ۾ بحيثيت مجموعي، اسان جي جيڪا بہ معلومات آهي، ان تي جيڪڏهن علم و عقل جي روشنيءَ ۾ غور ڪيو وڃي تہ اها ڳالهہ سامهون ٿي اچي تہ اها ٽن وڏين حقيقتن تي مشتمل آهي. اهي آهن: ”مادو، عقل-ادراڪ ۽ روح.“

علم ڪيميا جو انهيءَ معلومات ۾ محدود حصو آهي. ڇو جو سائنس جي ٻين علمن کي بہ ان مباحثي ۾ نمائندگي حاصل هوندي آهي. علم ڪيميا، بلڪل غير روحاني ۽ خالص مادي علم آهي. ڇو جو اهو بنيادي طور تي مادي جي ترڪيب ۽ ان ترڪيب ۾ واضح ٿيندڙ مختلف تبديلين سان گڏ توانائيءَ ۾ ڪمي بيشي ۽ مادي توانائيءَ جو هڪ ٻئي ۾ تبديل ٿي سگهڻ تي بحث ڪندو آهي. ظاهر آهي تہ پوءِ ان سان ڪائنات جي سڀ کان وڏي غيرمادي ۽ روحاني وجود خدا جي لاءِ، جنهن جي حيثيت هن ڪائنات جي خالق ۽ ناظم جي هجي، ڪهڙي ڪارڻ کي دليل ۽ شاهديون فراهم ٿي سگهن ٿيون؟ ۽ ان علم جي ذريعي ڪهڙيءَ طرح ممڪن آهي تہ ان تصور کي ٽڪرائي سگهجي تہ هن ڪائنات جو وجود ڪنهن اتفاقي حادثي جي طفيل آهي ۽ هتي ظاهر ٿيندڙ سمورا تغيرات بنا ارادي ۽ بنا ڪنهن نظم ۽ ترتيب جي محض اتفاق جو ئي ڪرشمو هوندا آهن.

گذريل صديءَ ۾ علم ڪيميا سميت مڙني طبيعي علمن ۾ جيڪا ترقي ٿي آهي، ان جو بنياد ئي مادي ۽ توانائيءَ جي ان مطالعي ۽ تحقيق تي آهي. جتي

سائنٽيفڪ طريقن جو تعلق آهي، ان ۾ هر ممڪن طريقي سان اها ڪوشش ڪئي ويندي آهي ته، انهن تجربن مان حاصل ٿيندڙ نتيجن ۾ اتفاقن جو ڪوئي امڪان باقي رهڻ نه ڏنو وڃي. ان مطالعي مان لاڳيتو حقيقت سامهون آئي آهي ۽ اچي رهي آهي ته، جامد ۽ بي شعور مادي جو عمل به ڪنهن نظم ۽ ترتيب ڪانسواءِ ممڪن ڪونهي ۽ چند متعين قوانينِ فطرت جو پابند آهي. ايئن ٿيندو آهي ته هڪ فطرت جي ضابطي جو علم ۽ يقين، مشاهدي ۽ تجربي جي بنياد تي گهڻو اڳ حاصل ٿي ويندو آهي ۽ ان جي جواز ۾ سببن ۽ علتن ۽ ان جي عمل جي تفصيلن جو بعد ۾ پتو پوندو آهي. پر فطرت جي ڪنهن ضابطي جي باري ۾ هڪ پيرو ڪيميا جي ماهرن کي اهو پتو پئجي وڃي ته هو ڪهڙين حالتن ۽ ان تحت ڪم ڪندي آهي ته. انهن کي بنا جهجهڪ جي يقين ٿي ويندو آهي ته هاڻي جتي به اهي حالتون ۽ ڪارڻ ڏنا ويندا، انهن تي لازماً فطري ضابطو لاڳو ٿيندو. ان جو اهوئي عملي طريقو ٿيندو. ان مان اهي نتيجا ظاهر ٿيندا جن جا هو پهريان ئي تجربا ۽ مشاهدا ڪري چڪا آهن. جيڪڏهن مادي ۽ توانائيءَ جي عمل ۾ ڪو نظم ۽ رابطو نه هجي ها ۽ مادي ۽ توانائيءَ جي هن جهان ۾ محض اتفاقن جي حڪمراني هجي ها ته، ڪيميا جا ماهر ڪنهن به ايتري يقين سان اهو نه چئي سگهن ها ته فلاڻين حالتن ۾، فلاڻي عمل جي طريقي سان، فلاڻو نتيجو پڌرو ٿيندو ۽ جڏهن ڪنهن فطرت جي ضابطي جي باري ۾ اهي تفصيل به معلوم ٿي وڃن ٿا ته، ان جي علتِ وجود ۽ ان جو طريقئہ عمل ڇا آهي، ان کان پوءِ ته جهڙوڪر ان ڳالهه جو ڪو پري جو امڪان به باقي نه رهندو ته: هيءَ ڪائنات، اتفاقن جو ڪرشمو آهي.

هاڻي کان سئو سال پهريان هڪ جيد روسي ماهرِ ڪيميا "مندِ ليجن" مختلف ڪيميائي عضون کي جوهري قدر ۽ قيمت جي لحاظ کَان ترتيب ڏنو هيو. ان ترتيب ۾ پوءِ ڪجهه ترميمون ۽ اضافا به ڪيا ويا. پر ڇا عقل باور ڪري سگهي ٿو ته، اهڙن عنصرن کي، جيڪي هڪجهڙين خاصيتن وارا آهن، پر مقرر وقتن ۾ ظاهر ٿي پوڻ هڪ اتفاقي حادثو هوندو آهي؟ جيڪڏهن ڪوئي ايئن سمجهي ٿو ته اهڙا سمورا عنصر جن جي وجود جي اڳڪٿي هو ڪري چڪو هيو، انهن جو ان اڳڪٿيءَ کانپوءِ دريافت ٿيڻ ۽ منجهن جيئن جو تيئن اهي ئي خاصيتون لهڻ ان طرح جي مڙني شبهن جو ازالو ڪري ڇڏي ٿو، پر ان جي ان عموميت ۽ جنس کي دوري اتفاق (Peplooehanee)ڪڏهن به قرار نه ڏنو ويو. بلڪ ان کي دوري ضابطو (Pepiodic law) چيو ويندو آهي. وري ان حقيقت کي وٺو ته عنصر "الف" جا ذرڙا، جيڪڏهن عنصر "ب" جي ذرڙن سان ملندا آهن ته امالڪ هڪ خاص رد عمل ٿيندو آهي. پر اهي ئي ذرڙا جيڪڏهن عنصر "ج" جي ذرڙن سان ملندا آهن ته انهن جو ڪوئي ردعمل ظاهر نه ٿيندو آهي. ڇا هن دور جي سائنسدانن، انهن کي محض اتفاقي ڪرشمو قرار ڏنو آهي؟ نه، بلڪ انهن ان جي اها توجيهه پيش ڪئي ته عنصر "الف" ۽





عنصر "ب" جي سمورن ذرڙن ۾ ڪو اهڙو تعلق ۽ مناسبت ۽ اهڙي قوت آهي، جيڪا انهن جي ملڻ سان ئي هڪ خاص ردعمل پيدا ڪندي آهي، پر اها مناسبت ۽ اهو قوت جو عنصر "ج" جي ذرڙن ۾ يا ته موجود ڪونهي يا آهي ته بنهه معمولي آهي.

ڪين اهو به معلوم نه هيو ته ڪلرائي مزاج رکندڙ ڏاتن جي ذرڙن جو ڪيميائي ردعمل، پاڻيءَ ۾ جوهري قدر ۽ قيمت جي مناسبت سان وڌندو آهي. پر فلورين، ڪلورين، برومائن ۽ آيوڊين سان تعلق رکندڙ مختلف ڏاتن جي ذرڙن جي ردعمل جو معاملو ان جي برعڪس هوندو آهي. ڪنهن کي به پتو نه هيو ته ايئن ڇو ٿيندو آهي، پر ڪنهن به، نه ته عمل جي ان اختلاف کي اتفاقي ڳالهه قرار ڏنو نه ئي ڪنهن اهو چيو ته ڳچ ڏينهن کانپوءِ سمورن قسمن جي ذرڙن جو هڪجهڙو ردعمل به ٿي سگهي ٿو: يا اهو ته ڪجهه عرصي کانپوءِ منڊؤن کو ردعمل ٿيندو ئي ڪو نه، يا اهو ته جيڪڏهن ردعمل ٿيندو ته بي تڪي ۽ اڻ گهڙيي طريقي سان، ڪڏهن ڪجهه ته ڪڏهن ڪجهه ٿيڻ لڳندو.

ذرڙن جي ترڪيب جي دريافت سان اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي آهي ته ڪيميائي عمل جا مختلف مثال، فطرت جي مقرر قانونن جا مظهر آهن. انهن ۾ محض اتفاق ۽ بدنظمي ۽ بي تُڪائپ کي دخل ڪونهي. غور ڪجي ته 102 ڪيميائي عنصرن ۾ ڪيڏا عجيب اختلاف ۽ ڪيڏيون انوکيون هڪجهڙايون ۽ مناسبتون لڀن ٿيون. ڪي رنگين آهن ته ڪي بنهه بي رنگ! ڪجهه اهڙيون گيسون آهن، جيڪي نه ڪي پٽڙيون ٿي محلول ٿي سگهن ٿيون ۽ نه انهن کي ڪنهن مادي جي شڪل ۾ بدلائي سگهجي ٿو. ڪجهه عنصر، پهرين ئي پٽڙي مادي جي صورت ۾ هوندا آهن ۽ ڪجهه اهڙا سخت ۽ ٺوس مادي جي شڪل ۾ هوندا آهن جو انهن کي بخارات يا محلول جي شڪل ۾ تبديل ڪرڻ مشڪل هوندو آهي. وري ٺوس هجڻ جي صورت ۾ به ڪجهه بنهه نرم هوندا آهن ۽ ڪجهه نهايت سخت. ڪجهه بنهه هلڪا ڦلڪا هوندا آهن ۽ ڪجهه نهايت وزني. ڪجهه برقي اثرن کي نهايت عمدگيءَ سان جذب ڪري سگهندا آهن، ڪجهه مورؤن برقي اثرن کان متاثر ئي نه ٿيندا آهن. ڪن ۾ مقناطيسي ڪشش هوندي آهي، ڪن ۾ نه هوندي آهي. ڪن ۾، اثر قبول ڪرڻ جي غير معمولي صلاحيت هوندي آهي. مگر ڪجهه مورؤن کو اثر قبول ئي نه ڪندا آهن. ڪجهه عنصر تيزابيت پيدا ڪندا آهن ۽ ڪجهه ڪلر ۽ لوڻ. ڪي عنصر برابر قائم رهندا آهن، پر ڪي اهڙا به آهن جيڪي اک ڇنڀ ۾ فنا ٿي ويندا آهن. ان سڀ ڪجهه هجڻ جي باوجود اهي سڀ جو سڀ مٿي ذڪر ڪيل دوري ضابطي جا پابند آهن.

وري ان سموري مانداڻ ۽ اختلاف جي باوجود انهن سمورن 102 ڪيميائي عنصرن جو هر ذرو برابري طور تي ٽن قسمن جي برقي جزن تي مشتمل هوندو آهي. پروٽان (مثبت) اليڪٽران (منفي) ۽ نيوٽران، بظاهر هڪ مثبت ۽ منفي جز جي

اشتراڪ سان وجود ۾ ايندو آهي. هر ذري ۾ پروٽان ۽ نيوٽران، مرڪزي حيثيت رکندا آهن ۽ سمورا اليڪٽران جيڪي تعداد ۾ پروٽان جي برابر هوندا آهن، پنهنجن پنهنجن محورن تي گردش ڪندي، ان مرڪز جي چوڌاري الڳ الڳ، نسبتاً ڪافي فاصلو ڏئي ڪري مختلف مدارن تي چڪر ڪاٽيندا آهن. انهن جو اهو نظام ننڍي پئماني تي نظام شمسيءَ جو سٽيپ لڳندو آهي ۽ جهڙيءَ ريت، شمسي نظام ۾ مختلف سيارن ۽ سج جي درميان عظيم خلا آهي، اهڙيءَ طرح هر ذري ۾ بہ هڪ وڏو حصو خلا تي مشتمل هوندو آهي. پلي ظاهر ۾ اهو باور نہ ڪري سگهجي تہ هڪ اڪيلي ذري ۾ اهي عجائبات لڪل ٿي سگهن ٿا، پر نہ صرف اهو تہ اها حقيقت آهي، بلڪ ان کان اڳتي وڌي ڪري هر ڪيميائي عنصر جي ذرڙن ۾ فرق جو ڪارڻ، مرڪز ۾ پروٽانز ۽ نيوٽرانز جي تعداد ۽ ان مرڪز جي چڪر لڳائڻ وارن اليڪٽرانز جي تعداد ۽ ان ترتيب جو اختلاف هوندو آهي. يعني لکين قسمن جا ماپا، چاهي اهي جزن جي شڪل ۾ هجن يا مرڪب هجن، سڀ بنيادي طور تي ٽن قسمن جي برقي ذرڙن جي طفيل آهن. پنهنجيءَ جاءِ تي برقي قوت جا مختلف مظهر آهن ۽ ان برقي قوت جو بڻ بنياد ۽ ان جو سرچشمو توانائي آهي.

هاڻي مادي کي ان حيثيت سان وٺو تہ اهو ماليڪيولن ۽ ذرڙن جو مجموعو آهي. خود ماليڪيول ۽ ذرڙا ان جي ترڪيبي پروٽان، اليڪٽران ۽ نيوٽران، بجليءَ جي قوت بہ پنهنجي پنهنجي دائري ۾ مقرر ضابطن جا پابند نظر ايندا آهن ۽ انهن جي عمل ۾ ڪٿي اتفاق ۽ حادثا ڪارفرما نہ لڳندا آهن. نظم ۽ ترتيب جو ان کان بهتر ڪهڙو مثال ٿي سگهي ٿو تہ ڪيميائي عنصر نمبر 101 جي سڃاڻ ۽ فرق ان جي محض ذرڙن جي مطالعي سان ڪيو ويو. اهو ان حقيقت جو هڪ ناقابل ترديد ثبوت آهي تہ رنگ و بو جو هي جهان هڪ سوچيل سمجهيل نظام ۽ هڪ مقرر نقشي جي مطابق هلي رهيو آهي. ان ۾ انتشار ۽ لامرڪزيت ناهي. هتي هر شيءِ جي لاءِ قانون ۽ ضابطا مقرر آهن ۽ قدرت جي هن ڪارخاني کي حادثا ۽ اتفاق نہ ٿا هلائن.

هاڻي ان ڳالهہ کي وٺو تہ، جيڪڏهن هي مادي جهان ازخود وجود ۾ نہ ٿو اچي سگهي ۽ جيڪڏهن ان وجود کي برقرار رکڻ لاءِ اهڙا همہ گير ۽ دائمي ضابطا ۽ قانون بہ ازخود جڙي نہ ٿا سگهن تہ پوءِ، اهو ڪارنامو يقيناً ڪنهن غير مادي وجود ۽ هستيءَ انجام ڏنو آهي.

ڪائنات جي قسمين قسمين رنگا رنگي ۽ ان جو حيرت انگيز جامع نظام اهو ٿو ٻڌائي تہ، اها هستي فهم ۽ ادراڪ جي اعليٰ ترين قوت جي مالڪ آهي، جنهن کي ٻين لفظن ۾ عقل قرار ڏئي سگهجي ٿو. پر هن مادي جهان ۾ عقل کي ڪتب آڻڻ جي لاءِ ارادي جي ضرورت پوندي. ارادي ۽ عقل جو اهو اشتراڪ ڪنهن ذات ۽ ڪنهن هستيءَ کانسواءِ قطعاً قابل فهم ناهي. مطلب تہ ان سموري بحث مان هڪ منطقي ۽





ناقابل انڪار حقيقت جي حيثيت سان، هي ڳالهيون ٿيون سامهون اچن تہ، نہ صرف اهو تہ هن ڪائنات کي ڪنهن تخليق ڪيو آهي. بلڪ ان جي تخليق هڪ منصوبي ۽ هڪ نظام جي مطابق ٿي آهي ۽ هڪ اهڙي ذات جي ارادي ۽ اختيار هن منصوبي کي جوڙيو آهي ۽ ان کي عملي جامو اوڍايو آهي، جيڪو عقلِ ڪل جو مالڪ آهي، عليم ۽ ڪليم آهي، قادر مطلق آهي. هن ڪائنات جي نظم ۽ ضبط کي قائم ۽ دائم رکي سگهي ٿو. حاضر ۽ ناظم آهي ۽ هر جاءِ تي هر وقت موجود آهي ۽ هر شيءِ تي نگران آهي. يعني اسان اهو تسليم ڪرڻ تي مجبور آهيون تہ خدا آهي.

لارڊ ڪيلون جي دور کان پوءِ اڄ تائين جيڪي سائنسدان پيدا ٿيا آهن، انهن جي نظرين جي بنياد تي، اڄ سندس قول تهائين وڌيڪ وزني ۽ حقيقت تي منبي پيو نظر اچي تہ: ”جيڪڏهن توهين غور فڪر کان ڪم وٺو تہ سائنس توهان کي اهو مڃڻ تي مجبور ڪندي تہ: ”خدا آهي.“

****

# هڪ نه حل ٿيڻ جوڳي مسئلي جو حل

ڊانلڊ هنري پورٽر
(ماهر رياضي ۽ طبيعيات)

جيڪڏهن الله پاڪ جي وجود کي اهڙيءَ طرح ثابت ڪري سگهجي ٿو، جيئن اقليدس ۾ فيثا غورث جي ڪنهن ڪليي کي ثابت ڪيو ويندو آهي ته، الله پاڪ جي وجود جو عقيدو لازم ٿي پوندو آهي. منهنجي خيال ۾ ان نوعيت جو ثبوت پيش ڪرڻ ناممڪن ڪونهي. ٻئي پاسي خود سائنس جو دارومدار به ان لحاظ کان نه ثابت ٿيندڙ اصولن ۽ قانونن تي آهي. پر انهن اصولن ۽ قانونن کي مختلف حالتن تي ٺهڪائڻ ۾ انهن جو منطقي طور تي ثابت ٿيل نه هجڻ ڪڏهن به حائل ناهي ٿيندو. هاڻي جيڪڏهن عالم طبيعيءَ ۾ ليندڙ حقيقتن جو منطقي ثبوت فراهم ڪرڻ مشڪل هجي ته پوءِ مابعدالطبيعي حقيقتن کي تسليم ڪرڻ جي لاءِ انهن جو منطقي ثبوت طلب ڪرڻ بي معنيٰ ڳالهه آهي.

علم طبيعيات ۾ مختلف مسئلن تي تحقيق، ان بنياد تي ٿيندي آهي ته، هي ڪيئن ٿيو! پر وچ تائين علم طبيعيات پنهنجي سمورين ترقين جي باوجود اهو ٻڌائڻ کان قاصر آهي ته هي ڇو ٿيو؟ "ڪيئن" جي جواب ۾ جيڪو ڪجهه چيو ويندو آهي، اهو انسان کي حقيقت جي آس پاس پهچائي ڇڏيندو آهي. مثلاً اها ڳالهه ته، ٻه وجود، ڪيئن هڪ ٻئي کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندا آهن؟ اسان جو مشاهدو آهي ته زمين جي ڪشش ثقل اسان کي زمين تي ۽ زمين کي سج جي چوڌاري پنهنجي مدار تي قائم رکندي آهي. پر ان جي آڌو جيڪي مفروضا ۽ نظريا قائم ڪيا ويندا آهن، اهي ڇڙو ڏُڪا هوندا آهن. مثلاً: هڪ نظريئه ڪائنات اهو آهي ته: "جيڪڏهن ٻن موجودات جي درميان فاصلو وڌي وڃي ته ڪشش ثقل جو قانون ابتو ٿي ويندو آهي ۽ پوءِ ٻئي وجود، هڪٻئي کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ جي بجاءِ مخالف پاسي ڏي ڌڪڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

برقي خاصيت رکندڙ مادن جي درميان هڪ مجيل قانون ڪشش آهي. برقي









خاصيت يا ته مثبت ٿيندي آهي يا منفي ۽ انهن جي درميان ڪشش جو ضابطو اهو ٻڌايو ويندو آهي ته، جيڪڏهن ٻه مادا، متضاد برقي خاصيت رکندا هجن ته هڪ ٻئي کي پنهنجي پاسي ڇڪيندا آهن ۽ جيڪڏهن ٻئي هڪ ئي قسم جي برقي خاصيت رکندڙ هجن ته هڪ ٻئي کي پري ڌڪيندا آهن. ڇڪتاڻ جي ٻنهي صورتن ۾ انهن جو زور ٻن عملن جي مطابق گهٽ وڌ ٿيندو رهندو آهي: هڪ اهو ته انهن جون مثبت ۽ منفي خاصيتون ڪهڙي درجي جون آهن ۽ ٻيو اهو ته انهن جي درميان فاصلو ڪيترو آهي. اسين اهو به مڃئون ٿا ته هر ذري ۾ مثبت برقي خاصيت رکندڙ ننڍا ننڍا ذرا مرڪزي حيثيت رکن ٿا، جن کي پروٽان چئبو آهي. پر جڏهن اسين انهن پروٽان جي اندر موجود ننڍن ننڍن حلقن جو تجزيو ڪندا آهيون ته، ان ۾ اهو اصول ڪم ناهي ڏيندو ۽ اسان کي هڪ نئين قاعدي: "ضابطۀ جوهري" کي قبول ڪرڻو پوندو آهي. يعني ماڻهو عالم طبيعيءَ جي حقيقتن جي به، جيڪڏهن اهي تمام وڏيون يا تمام ننڍيون هجن، ڪنهن ڪڏهن انهن جو تفصيل بيان ڪرڻ کان قاصر هوندو آهي.

گهڻا سائنسدان، ايئن لڳندو آهي ته عالم طبيعي- ان جي مظهرن ۽ ان جي ابتدا جي بيان ۾ الله پاڪ جي وجود جي مڃڻ کان پاڻ کي پاسو ڏئي بچائي نڪري وڃڻ تي مجبور هوندا آهن.

برطانيا جي رياضي دان: "برٽرينڊرسل" جيڪو مشهور فيلسوف پڻ هيو، خدا جي وجود کي تسليم ڪرڻ کان محض ان ڪري انڪار ڪري ڇڏيو جو هو ان سوال جو ڪو به جواب نه ماڻي سگهيو ته: جيڪڏهن خدا هن ڪائنات جو خالق آهي ته خدا جو خالق ڪير آهي؟ ان ۾ ڪوئي شڪ ناهي ته "برٽرينڊرسل"، علت ۽ معلول جي بحث ۾ وڏين گهراين ۾ هليو ويو. پر جڏهن سائنس جي هر ڪليي جو اهو حال هجي ته ان مان پيدا ٿيندڙ بي شمار سوالن جو ڪو جواب اسان وٽ نه هجي ته آخر ان ۾ ڪهڙي عقل جي ڳالهه آهي ته اسين الله پاڪ جي وجود جي باري ۾ هڪ سوال جو جواب معلوم نه ڪري سگهڻ تي مورڙن ان حقيقت کان ئي انڪار ڪري ويهي رهون؟ جيستائين منهنجو تعلق آهي، مان ته هن ڪائنات ۽ ان جي مظهرن ۾ خدا جي قدرت جي ڪارفرمائيءَ کي تسليم ڪريان ٿو، ڇو جو مون وٽ عقل ۽ منطق جي اهائي تقاضا آهي.

علمِ ڪائنات، ڪائنات جي عام مظهرن، ان جي خلائي وسعتن ۽ ان جي عمر جي باري ۾ تحقيق ۽ مطالعي جو نالو آهي. ٻه سئو انچ جي قطر جي دوربينيءَ سان، جيڪا مائونٽ پلومر تي کوڙيل آهي، ماڻهو خلا ۾ اربين ميل (نوري سال) پري تائين ڏسي سگهي ٿو ۽ لکين آسماني جسم، ان جي مشاهدي ۾ ايندا آهن.

نوري سال (Light year) جو فاصلو ماپڻ جي پئماني جي حيثيت سان اهو مفهوم ٿو بيهي ته روشنيءَ جي ان رفتار جي بنياد تي اها هڪ سيڪنڊ ۾ 1486000 ميل طئه

ڪندي آهي. روشني جيڪو هيڪاندو فاصلو هڪ سال ۾ طئه ڪندي، اهو انگن اکرن ۾ بيان نه ٿو ڪري سگهجي. هاڻي هن نيري آسمان جو فوٽو، اهو ٿو ٻڌائي ته ته ستارن مان جڏهن روشني نڪتي هوندي ته ڪيئن نظر ايندا هوندا، چو جو ان جو اندازو نه ٿو ڪري سگهجي ته روشنيءَ، ڪيترا لکين نوري سال، فاصلي جا طئه ڪيا آهن.

هاڻي اچو ان ڳالهه ڏي، جنهن جو ذڪر اسين مٿي چيڙي آيا آهيون ته هن ڪائنات جي باري ۾ ٻه تصور گهڻو مشهور آهن.

- پهريون اهو ته: هيءَ ڪائنات هڪ تدريجي ۽ ارتقائي عمل سان وجود ۾ آئي آهي. اهو تصور، ”الفر“(Alpher) ۽ ”گيمو“ (Gamow) پيش ڪيو.
- ٻيو تصور ”هوائل“ (Hoyle) جو آهي ته ڪائنات ۾ تخليقي عمل مسلسل جاري رهندو آهي.

پهرئين نظريي جي مطابق، هيءَ ڪائنات، ڌماڪي جي ذريعي وجود ۾ آئي، جيڪو انتهائي تڪاڻ ۽ ڪچري جي ڪري واقع ٿيو. ان تصور جي مطابق، درحقيقت هڪ نهايت سخت گرم گيس جي ڦاٽي پوڻ ڪانپوءِ ستارا، آسماني جسا، انهن ڪي وجود بخشيندڙ مادو ۽ انهن آسماني جسن جي ظاهري گردش وغيره، بتدريج ارتقا پذير ٿي آهي. الفر ۽ گيموءَ جي تصور جي مطابق جڏهن هن دنيا ڪي وجود ۾ آئي پنج منٽ ٿيا هيا. ان وقت ان جو درجئہ حرارت، هڪ ارب درجا حرارت جي قريب هيو. ان کان اڳ، مادو صرف پروٽان، نيوٽران ۽ اليڪٽران تي مشتمل هيو، جيڪي غيرمعمولي دٻاءَ ۽ انتهائي تيک ۽ گرميءَ جي ڪري هڪ ٻئي کان الڳ ۽ منتشر هيا. جڏهن اهو مادو، انتهائي حرارت ۽ دٻاءَ جي ڪري ڦاٽي پيو ۽ هيءَ ڪائنات وجود ۾ اچڻ لڳي ته ان جي اڌ ڪلاڪ جي اندر اندر مڙني ڪيميائي عنصرن جي ترڪيب ظاهر ٿي پئي. ان تصور جي مطابق وڏيڪ گهٽا گهاٽا عنصر، حقيقت ۾ لطيف عنصرن جي مختلف مرحلن ۾، هڪ ٻئي ڪانپوءِ هڪ ٻئي ۾ ملي وڃڻ مان پيدا ٿيندا آهن. آسماني جسن جي تشڪيل مقرر وقت تي عمل ۾ آئي. ٿي سگهي ٿو ته اهو وقت، ان ڌماڪي کان ڏهه لک سال پوءِ يا ان جي لڳ ڀڳ وقت هجي ۽ انهن آسماني جُسن جي تشڪيل ۾ مقناطيسي قوتون بنيادي متحرڪ جي حيثيت سان ڪارفرما ٿيون هجن.

هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته، هن ڪائنات جو تخليقي عمل شروع ٿيڻ کان پهريان صورتحال ڇا هئي؟! ان جي باري ۾ اها قياس آرائي ڪئي ٿي وڃي ته هن ڪائنات کان اڳ هڪ ٻي ڪائنات موجود هئي، جيڪا هڪ اڻ ڪٿ زماني کان درجيوار تحليل ٿيندي پئي آئي ۽ جڏهن ان ڪي انتهائي حد تائين تپايو ويو ته، ان اسان جي موجوده ڪائنات جي صورت اپنائي ورتي.

جيڪڏهن اهو تصور قبول ڪيو وڃي ته هن ڪائنات جو آغاز انتهائي ٻوسٽ، سيڪي ۽ تيک سان ٿيو ته پوءِ اهو ضروري ٿي پوندو ته خدا ڪي ان بنيادي ترڪيبي



مادي جي جزن جو خالق ۽ هڪ اهڙي قوت جي سرچشمي جي حيثيت سان مڃيو وڃي، جنهن اهو مختصر عمل ڪيو ۽ تڪاڻ پيدا ڪئي. اتي خدا جي قدرت جو اقرار ڪرڻ کانسواءِ ڪوئي چارو ڪونهي.

هن ڪائنات ۾ زمان ۽ مڪان جا اصول ۽ قاعدا هم آهنگ ۽ برابر آهن، پر انهن سان جمود ۽ چڙواڳيءَ جي ڪيفيت پيدا ناهي ٿيندي. اهو تصور پيش ڪندڙ مڃين ٿا ته ڪائنات ۾ توسيعي عمل جاري آهي ۽ آسماني جسا بتدريج هڪٻئي کان دور ٿيندا پيا وڃن. پر انهن جو چوڻ آهي ته ان عمل جي نتيجي ۾ جيڪي آسماني جسا پري ٿيندا. نظرن کان اوجهل ٿيندا پيا وڃن، انهن جي جاءِ والارڻ جي لاءِ ۽ ڪائنات جي ظاهري صورت کي برقرار رکڻ جي لاءِ مادو، لاڳيتي تخليقي ۽ ارتقائي عمل جي ذريعي نت نون آسماني جسن جي صورت ۾ تشڪيل ٿيندو رهندو آهي. اسان جي نظر روشنيءَ ۾ ڪم ڪندي آهي ۽ جيڪڏهن ڪا شيءِ روشنيءَ کان وڌيڪ تيز رفتاريءَ سان اسان کان دور ٿيندي رهي ته اهڙي شيءِ کي اسين عمدي کان عمدي ۽ طاقتور ترين دوربينيءَ سان به ڏسي نه سگهنداسين. اندازو آهي ته جيڪي آسماني جسا، اسان کان 20 ڪرب نوري سالن جي فاصلي تي هليا ويندا آهن، انهن جي رفتار جي تيزي ان حد کي پهچي ويندي آهي جو روشني ان کي نه پهچي سگهندي آهي ۽ اهي هميشہ هميشہ جي لاءِ اسان جي نظرن کان اوجهل ٿي ويندا آهن.ان حساب سان جيڪڏهن ڪائنات جو توسيعي عمل، سج جي تخميني مدت جي پنجين حصي جي برابر به جاري رهي ته، هن ڪائنات جي هر شيءِ اسان جي نظر جي گرفت کان پري ٿي ويندي ۽ آفاق ۾ هڪ عظيم خلا ظاهر ٿي پوندي.

لاڳيتي تخليق جي تصور جي مطابق اهو مادو لڳاتار پيدا ٿيندو رهندو، جنهن سان آسماني جسا وجود ماڻيندا رهندا آهن ۽ ان طرح جيڪڏهن خلا ۾ ڪجهه آسماني جسا نظر کان دور ٿي ويندا ته نوان آسماني جسا انهن جي جاءِ والاريندا رهندا ۽ ڪائنات ۾ ڪوئي ڦيرو ڪونه ايندو. رهي اها ڳالهه ته اهو مادو، ڪٿان به نه، بلڪ هتان ئي ظاهر ٿيندو آهي. هاڻي جيڪڏهن ان لاڳيتي تخليق جي تصور کي درست مڃجي ته ان ۾ به خالق جي حيثيت سان خدا جي وجود جو اقرار ڪرڻ کانسواءِ ڳالهه نه ٿي ٺهي ۽ خدا جو وجود وري هڪ ناقابل ترديد حقيقت جي حيثيت سان اسان جي سامهون اچيو وڃي.

ٻين لفظن ۾ توهان فطرت جي قانونن جي باري ۾ جيڪا به راءِ قائم ڪريو، ۽ هن ڪائنات جو جيڪو به بنياد مقرر ڪريو، هڪ سائنسدان جي حيثيت سان مون وٽ اهو تصور، تيستائين مڪمل ٿي نه ٿو سگهي، جيستائين ان ۾ ناظم ۽ محرڪ جي حيثيت سان خدا جي وجود کي تسليم نه ڪجي. اها خدا جي ئي قدرت آهي، جيڪا هن ڪائنات جي هر شيءِ ۾ جلوه گر نظر اچي ٿي ۽ انهن سمورن سوالن جو واحد جواب آهي، جن جو اسين ڪو به جواب ڏيڻ کان لاچار آهيون. ****

# اڇو ته تعصب کان پاڪ ٿي حقيقتن جو مطالعو ڪريون

**ايڊورڊ لوٿر ڪيسل**
(ماهر حيوانات و حشرات. ايم ايس. سي. پي. ايڇ. ڊي)

حال ۾ سائنسي تحقيق، الله پاڪ جي وجود جي روايتي فلسفياڻين دليلن ۾ ڪجھ نون دليلن ۽ شاهدين جو اضافو ڪيو آهي. ان جو اهو مطلب ناهي ته ان کان پهريان، الله پاڪ جي وجود جا جيڪي دليل ڏنا ويندا هيا، اهي ڪو ڪمزور هيا ۽ نون سائنسي دليلن انهن کي سگھ بخشي آهي. چو جو اڄ تائين الله پاڪ جي وجود جي لاءِ جيترا ۽ جيڪي به دليل پيش ڪيا ويا آهن، هڪ غير متعصب ۽ آزاد ذهن کي مطمئن ۽ قائل ڪرڻ جي لاءِ بلڪل ڪافي آهن. پر آئون خدا جو قائل هجڻ جي ان حيثيت سان، انهن نون دليلن کي ضرور مفيد ۽ خوشگوار سمجهان ٿو ته، پهريان انهن جي ذريعي خدا جي ڪجھ صفتن ۽ خاصيتن جي وسعت ۽ اهميت جو بهتر اندازو ڪري سگھجي ٿو. ٻيو اهو ته مون کي يقين آهي ته انهن دليلن ۽ شاهدين سان ڪوڙ اهڙن ماڻهن جون اکيون کلي وينديون، جيڪي ايمانداريءَ سان خدا جي وجود کي سمجھڻ کان قاصر رهيا هجن ۽ انهن کي تسليم ڪرڻو پوندو ته واقعي خدا آهي.

سائنس، قدرت جي ڪارخاني جي تفصيلن تي بحث ڪندي آهي ۽ ان ڳالھ کي نظرانداز ڪيو ويندو آهي ته، هن ڪارخاني کي ڪير ٺاهيو ۽ هلايو ڪنهن آهي؟ پر هر شخص ٿورو گھڻو فيلسوف ضرور هوندو آهي ۽ ان شيءِ کان سائنسدان به ٻاهر ڪونهن. اها الڳ آهي ته سڀ سائنسدان هميشه سٺا فيلسوف ناهن هوندا. انهن منجهان ڪي ته ڪائنات جي شروعات جي باري ۾ ذهني انتشار ۽ گندن خيالن ۾ مبتلا آهن ۽ ڪي ماڻهو ان فضوليات جو شڪار آهن ته ڪائنات ازلي ۽ ابدي آهي ته آخر اهو چو نه مڃجي ته هيءَ ڪائنات پاڻمرادو وجود ۾ اچي وئي آهي ۽ ڪي ماڻهو ته اهڙا به آهن،







جن جو چوڻ اهو آهي ته جيڪڏهن خدا جي باري ۾ اهو مڃي سگھجي ٿو ته هو ازلي ۽ ابدي آهي ته آخر اهو چو نه مڃجي ته هيءَ ڪائنات ئي ازلي ۽ ابدي آهي.

حرڪياتِ حرارت جو ٻيو قانون، جيئن، ضابطهٔ ناڪارگي (Low of Entrapy) چيو ويندو آهي. ان آخري تصور جي نفي ڪري ٿو. اها حقيقت سائنس ثابت ڪري ڇڏي آهي ته، ڪائنات هميشه کان نه آهي. ضابطهٔ ناڪارگي ٻڌائي ٿو ته حرارت، هميشه حرارتي وجود مان بي حرارت وجود ۾ منتقل ٿيندي رهندي آهي. پر ان چڪر کي ابتو نه ٿو هلائي سگھجي ته اها حرارت، گهٽ حرارت واري وجود مان وڌيڪ حرارت واري وجود ۾ منتقل ٿيڻ لڳي. ناڪارگي، ممڪن الحصول ۽ ناممڪن الحصول توانائيءَ جي درميان مناسبت جو نالو آهي ۽ ان بنياد تي چئي سگھجي ٿو ته هن ڪائنات جي ناڪارگي لاڳيتو وڌندي رهي ٿي ۽ هڪ وقت اچڻو آهي، جڏهن تمام موجودات جي حرارت برابر ٿي ويندي ۽ ڪا به توانائي ڪم جي نه رهندي. ان جو نتيجو اهو نڪرندو ته، ڪيميائي ۽ طبيعي علمن جو ڪو به ميدان باقي نه رهندو، زندگي اڻ لڀ ٿي ويندي ۽ هڪ همه جهتي جمود طاري ٿي ويندو. پر حقيقت جي آڌو ڪيميائي ۽ طبيعي عمل جاري آهي ۽ زندگيءَ جا هنگاما قائم آهن. اها ڳالھ واضح ٿي وڃي ٿي ته هن ڪائنات جو وجود ازلي ناهي، نه ته ان جي توانائي ڪڏهوڪو ختم ٿي چڪي هجي ها ۽ هتي زندگيءَ جي هلڪي چمڪ به باقي نه هجي ها. اهڙيءَ طرح غيرارادي طور تي سائنس جي تحقيق اهو ثابت ڪري ڇڏيو آهي ته، هن ڪائنات جو ڪو شروعاتي نقطو ضرور آهي ۽ جيڪڏهن اها ڳالھ ثابت ٿي وڃي ته پوءِ خدا جو وجود پاڻمرادو ثابت ٿي ويندو. چو جو هر اها شيءِ، جيڪا پنهنجي ذات ۾ ازلي ناهي، ان جو وجود يقيناً ڪنهن محرڪ اول ۽ ڪنهن خالق، يعني خدا جي قدرت جي ڪرشمي جي طفيل آهي.

سائنس جي تحقيق صرف اهو ثابت ناهي ڪيو ته ڪائنات ازلي ناهي۽ ان جي ڪا ابتدا يا آغاز آهي، بلڪ تازن انڪشافن اهو به ثابت ڪيو آهي ته هاڻي کان تقريباً پنجاھ ڪرب سال پهريان هڪ تخليقي ڌماڪي جي نتيجي ۾، اک ڇنڀ ۾ هيءَ ڪائنات وجود ۾ اچي وئي ۽ اڄ سوڌو ان ۾ توسيعي عمل جاري آهي. جيڪي ماڻهو سائنس جي تحقيقات کي ڪو وزن ڏيندا آهن، اهي اها حقيقت تسليم ڪرڻ تي مجبور ٿيندا آهن ته ڪائنات، پيدا ڪئي وئي آهي ۽ تخليق جو اهو عمل، فطرت جي قانونن کان بالاتر ڪنهن طاقت جو سرچشمو آهي. چو جو فطرت جا اهي قانون پاڻ ڪنهن جي تخليق جو نتيجو آهن. ”ان خلقڻهار ذات کي اسين خدا چوندا آهيون.“ ان خالق حقيقي جڏهن قدرتي مادي کي وجود بخشيو ۽ مادي جي عمل جي لاءِ قاعدا ۽ قانون مقرر ڪري ڇڏيا ته پوءِ، ان هن مادي کي ان مقرر عمل جي ذريعي تخليق مسلسل ۾ لڳائي ڇڏيو. هڪ ارتقا جيڪا بتدريج واڌ ويجھ جي ذريعي ٿيندي

رهندي آهي.

جيڪڏهن انهن سائنسي دليلن تي، جيڪي مٿي پيش ڪيا ويا آهن، اسان جا سائنسدان بنا ڪنهن ذهني تحفظ ۽ تعصب جي نج ايمانداريءَ سان ايئن غور ڪن، جيئن هو پنهنجي تحقيق جي نتيجن تي غور ڪندا آهن ۽ جيڪڏهن هو پنهنجي جذبات کي عقل تي حاوي ٿيڻ نه ڏين ته انهن حقيقتن تي غور ۽ بحث ڪانپوءِ اهو تسليم ڪرڻ تي مجبور ٿي پوندا ته: ”خدا آهي“ اهوئي اهو آخري ۽ قطعي نتيجو آهي، جنهن پاسي سموريون حقيقتون رهنمائي ڪنديون آهن. کليل ذهن سان سائنس جو مطالعو، ماڻهوءَ کي قائل ڪري ڇڏيندو آهي ته، ڪا نه ڪا علتن جي علت ضرور هجڻ گهرجي. ان ئي علت کي اسين خدا چوندا آهيون.

هن دور ۾ خدا جي فضل سان، سائنسي تحقيق جيڪي انڪشاف ڪري علم جي نين سرحدن تائين اسان جي رهنمائي ڪئي آهي، ان جي روشنيءَ ۾ اسان کي عقيدن ۽ نظرين تي نظرثاني ڪرڻ گهرجي. جهڙيءَ طرح هڪ کليل ذهن جي سائنسدان جي لاءِ ضروري آهي ته هو انهن سائنسي شاهدين کي خاطرخواهه وزن ڏي ۽ الله جي وجود جو اعتراف ڪري، اهڙي ريت غيرسائنسدان کي به انهن دليلن جي بنياد تي تسليم ڪرڻو پوندو ته اها تخليق ۽ ارتقا، خدا جي ئي قدرت جي تخليق جو شاهڪار آهي. فطرت جا سمورا مظهر ۽ شاهديون، تخليقي ارتقا جي تصور جي تائيد ڪندا آهن. چاهي اهي هيئت، تشڪيل، حياتي، ڪيميائي، طبيعيات، توازن ۽ تناسل وغيره، ڪنهن به شعبي سان لاڳاپيل هجن.

ارتقا جو هڪ اهم ذريعو فطرت جي جز جي عمل جو انتخاب آهي. بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن خود ارتقا، تخليق جو هڪ لازمو آهي. عمل جو اهو انتخاب فطرت جي اهم ترين ضابطن منجهان هڪ آهي ۽ قدرت جي ٻين قانونن جيان اهو به علت ثانيه جي حيثيت رکي ٿو. ڇو جو ان جو به خالق خدا ئي آهي. ان لحاظ کان انتخاب جي عمل جي ذريعي جيڪي قسم وجود ۾ ايندا آهن، اهي به حقيقت ۾ بالواسطه، خدا جي ئي تخليق هوندا آهن. ڇو جو فطرت جي انتخابي عمل کي پنهنجيءَ جاءِ تي اها قدرت حاصل ڪانهي ته هو ڪنهن شيءِ جي پنهنجي طور تي تخليق ڪري سگهي. ان جو ڪم ته فقط ايترو آهي ته هوءَ، مخلوق منجهان ڪن شين کي وڌائي ڪري مٿي چاڙهي ۽ ڪن جي نشوو نما نه ڪري ۽ اهي سڪي ٺوٺ ٿي ختم ٿي وڃن.

سائنس ۾ اسين ارتقا جي تدريج ۽ مرحلا ڏسندا آهيون. اهي سڀ، بي شڪ، ان حقيقي ڪاريگر جي ڪاريگريءَ جا گهڻ ۾ گهڻ مظهر آهن. ڇو جو، ڪائنات جي ارتقا ته هن جي تخليقي عمل جو صرف هڪ مرحلو آهي.

ماده پرستن ۽ جامد ڪليسائي تصور رکندڙن جي جذباتي مناظري بازين کان هٽي ڪري انهن جا هنگاما، اڻ ڳڻين حق جي متلاشين کي گمراهه ڪرڻ جو ڪارڻ





بڻيا آهن. ڪائنات جي هيءَ رنگا رنگي، هڪ لاڳيتي ارتقائي عمل سان وجود ۾ آئي آهي. ان سان ڪنهن مذهبي عقيدي جي نفي نه ٿي ٿئي. بلڪ ان سان ته مذهبي تصور کي ان پاسي کان غيرمعمولي تقويت ٿي پهچي ته، جيڪو شخص ارتقا جي عمل جي تصور کي تسليم ڪري وٺي، ان جو الله پاڪ جي وجود جي حقيقت کان انڪار ڪرڻ بنهه هڪ اڻپوري ۽ غيرمنطقي ڳالهه ٿي پوي ٿي.

نظريئه ارتقا جو تصور مذهبي عقيدي جي حيثيت سان به وڏي اهميت جوڳو آهي. ڇو جو ان عقيدي جي ذريعي، حق جو هڪ سچو متلاشي خدا جي معرفت حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهي ٿو.

مضمون جي آخر ۾ مان وري پنهنجي اها ڳالهه دهرايان ٿو ته: ”جيڪڏهن کليل دل ۽ دماغ سان سائنس جو مطالعو ڪيو وڃي ته ماڻهوءَ جي لاءِ خدا تي ايمان آڻڻ کانسواءِ ڪوئي چارو ڪونهي.“

****

# سڀ کان اهم مسئلو- جيڪو اسان سان لاڳو آهي

**آسڪر ليوبرائر**

(ايم. ايس. سي. پي ايڇ. ڊي. ماهر طبيعيات)

راقم کي يقين آهي ته بشر جي آڏو، سڀ کان اهم مسئلو شين جي آغاز جو آهي. ڪنهن فلسفي جي صحيح هجڻ جو دارومدار ان ڳالهه تي آهي ته، اهو شين جي شروعات جي نشاندهي ڪرڻ ۾ ڪيتري تائين ڪامياب ٿيو آهي.

اچو ته ڌرتيءَ جي هن گولي جو جائزو وٺئون، جنهن تي اسين زندگي گذاري رهيا آهيون. جيڪو شخص، ٿورو به هوش ۽ عقل رکي ٿو، اهو ان جي وجود کان ۽ ڪائنات جي ٻين شين جي وجود کان ڪن لاتار نه ٿو ڪري سگهي. تنهن ڪري اسين هن وقت هڪ اهڙي شيءِ بابت گفتگو ڪري رهيا آهيون، جيڪا حقيقت ۾ موجود آهي.

ڌرتي، هڪ ايڏو وڏو گولو آهي جو ان جي تولهه جو ڪوئي اندازو تي نه ٿو سگهي. انساني ذهن ته هڪ ڪرب جو به پورو احاطو ڪري نه ٿو سگهي، ڪهڙي مجال جو پدم جي طرزن کي پروڙي سگهي؟ هڪ مزدور وڏي بي تڪلفيءَ سان اهو چئي سگهي ٿو ته جيڪڏهن سندس هڪ ڏينهن جي مزدوري هڪ ڊالر آهي ته ڏهه لک ڏينهن ڪم ڪري، سو ڏهه لک ڊالر ڪمائي سگهندو. ڏهه لک ڏينهن، چوڻ ته ڏاڍو سنهنجو آهي پر ان جو مطلب اهو ٿو ٿئي ته ماڻهو به هزار ست سئو ٻائيتاليهه سال لاڳيتو ڪم ڪري.

هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته سمورو گولو، جنهن کي ڌرتي چيو وڃي ٿو، آخر آيو ڪٿان؟ سج، جيڪو شمسي نظام جو سڀ کان اهم ۽ سڀ کان وڏو رڪن آهي، ان جي تولهه زمين جي مقابلي ۾ 330000 ڀيرا وڌيڪ آهي. زمين جو وزن ڇهه هزار ڇهه سئو بلين ٽن آهي ته سج جو وزن ڪرڻ جي لاءِ ڪهڙو ماپو استعمال ڪجي؟ هي







ڪهڪشائون، جيڪي اسان کي نظر اچن ٿيون انهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ بلين ٻيا به سج آهن، جن منجهان هر هڪ جي سراسري تولهه، اسان جي سج کان الائي ڪيترا ڀيرا وڌيڪ آهي. علم هيئت جي ماهرن ان ڳالهه جو اندازو ڪيو آهي ته هن ڪائنات ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ لک ڪهڪشائون اسان جهڙين ڪهڪشائن جهڙيون موجود آهن. اهي سڀ شاهديون ان حقيقت جون آئينيدار آهن ته: "هيءَ ڪائنات، لاتعداد آسماني جسمن تي مشتمل آهي. انهن سڀني جي مجموعي وزن سان انساني تصور ڏڪي وڃي ٿو. آخر اهي ايڏا وڏا گولا ڪهڙيءَ طرح وجود ۾ آيا؟ ان سوال جا ٻه جواب ٿي ممڪن آهن: يا ته اهي آدجڳاد کان هلندا پيا اچن. يعني قديم فلسفي جي اصطلاح ۾ "قديم" آهن، يا وري انهن کي خلقيو ويو آهي. يعني "حادث" آهن.

جيڪڏهن اسين پهرئين جواب "قديم" کي صحيح تسليم ڪريون ته عجيب و غريب قسم جا الجهاءَ سامهون ايندا. سڀ کان وڏو مسئلو ايڏي موثر نظم ۽ ضبط جو ڪَر ڪٽي بيهندو. مادي شين جي بنيادي خاصيت انهن جو ارتقا آهي. طبيعي علوم جي مطالعي سان هڪ شيءِ ته بهرحال ثابت ٿيندي آهي ته انساني روح ۾ هڪ اهڙو احساس ضرور موجود آهي، جيڪو انسان کي بار بار ان حقيقت ڏانهن متوجه ڪندو آهي ته ڪيس ۽ ڪائنات کي پيدا ڪرڻ واري ذات هڪ مافوق الفطرت هستي آهي.

روايتن جي شڪل ۾ به قصا ڪهاڻيون موجود آهن. توڙي جو انهن ۾ متبادل جي ڪافي ملاوٽ آهي، پر ان جي باوجود انهن ۾ ڪائنات جي آغاز جي باري ۾ انسان ڪوڙ معلومات حاصل ڪري سگهي ٿو.

سوچيندڙ ۽ سمجهندڙ دماغ، ڪائنات جي تخليق بابت ڪوڙ ساترا مفروضا گهڙي، انهن جي ڇنڊڇاڻ شروع ڪندا آهن. جيڪڏهن انهن مفروضن کي مفڪر، قبوليت جو شرف بخشين ته اهي ماڻهن جا دلپسند نظريا بڻجيو وڃن ۽ عوام اهو سمجهڻ لڳندو آهي ته اهي افڪار، تحقيق جي مجيل اصولن تي سئو سيڪڙو پورا لهندا آهن. ان ڪانپوءِ لاتعداد غير معروف عالم ان جي تقليد شروع ڪري ڏيندا آهن.

چوٿون قسم طبيعي علوم جو آهي. اهي علم انسان ۽ ڪائنات جي متعلق ٺوس حقيقتن تي بحث ڪندا آهن. پنهنجي ان عظيم فرض کي نڀائيندي ڪين ٻي شمار مرحلن مان گذرڻو پوندو آهي. جهڙوڪ: تلاش ۽ جستجو، تجزيو ۽ موازنو! خوردبينين جي ذريعي مادي وجود جي ننڍن کان ننڍن ذرڙن جو جائزو ورتو ويندو آهي ۽ پوءِ حساب جي مدد سان وسيع ۽ ڪشادي ڪائنات جي سمورن پاسن بابت اندازا ڪيا ويندا آهن. تحقيق جي انهن وڇڙيل واٽن تان گذرندي فطري قانونن ۽ انهن جي تاريخ مان به پوري پوري مدد ورتي ويندي آهي. تڏهن وڃي ڪائنات جي آغاز جي باري ۾ ڪجهه معلومات حاصل ٿيندي آهي.

Free Download Books @ www.sindhica.org or
Email: sindhica_academy@yahoo.com

آخري طريقو وحي ۽ الهام جو آهي، جيڪي آسماني ڪتابن جي اندر محفوظ آهن. سائنس ته انسان جي ان حد تائين رهنمائي ڪندي آهي ته ان جي ذهن ۾ اهو خيال پختو ڪري ڇڏي ته هڪ عليم ۽ خبير هستيءَ هن ڪائنات کي پيدا ڪيو آهي ۽ پوءِ ان نهايت ئي ڳوڙهي نظام کي هلائڻ جي لاءِ هن ڪوڙ قانون ۽ ضابطا به مقرر ڪري ڇڏيا آهن. پر ان هستيءَ جي معرفت اسان کي صرف وحي جي ذريعي حاصل ٿيندي آهي. جڏهن اسين هن ڪائنات جي وسيع ۽ ڳوڙهي طلسم تي هڪ نظر وجهندا آهيون، جنهن ۾ بي شمار سيارا ۽ ستارا شامل آهن ۽ اهو سڀ ڪجهه خالق ڪائنات ڪانسواءِ ٿي رهيو آهي. اسان کي پنهنجن دوستن تي نهايت تعجب ٿيندو آهي، جيڪي اڪيلي الله تي ايمان نه ٿا رکن. اسان کي انهن ماڻهن جي عقل تي به وڏي حيرت ٿيندي آهي، جيڪي پنهنجو پاڻ کي پڙهيل ڳڙهيل سمجهڻ جي باوجود الله پاڪ جي ذات کي تسليم نه ڪندا آهن. خدا کي هن ڪائنات جو خالق ۽ حاڪم مڃڻ جو اهو مطلب آهي ته انسان کي انسان جي ٻنڌڻن مان آزاد ڪري ڇڏجي. ان عقيدي سان انسان ۾ هڪ نئون روح بيدار ٿيندو آهي. ان جو ضمير پاڪ ۽ صاف ٿي ويندو آهي ۽ ان جي دل ۾ عدل ۽ انصاف جا احساس پلجڻ لڳندا آهن ۽ هو حق جو پرچارڪ بڻجي ويندو آهي.

الحاد، جهيڙي ۽ فساد جو ٻيو نالو آهي. هڪ سائنسدان جي حيثيت سان مان ان کي ڪڏهن به قبول ڪري نه ٿو سگهان. منهنجي خيال ۾ اها شيءِ بلڪل غلط آهي ۽ عملي لحاظ کان نسوري تباهي آهي.

****



# صرف ماديت سان ڪم نه هلندو

**ارونگ وليم نابلاخ**
(ايم اي. پي ايڇ. ڊي. ماهر علوم طبيعي)

اهي سائنسدان، جن کي طبيعي علمن تي بي جا اعتماد آهي، اهي چوندا آهن ته، سائنس ۾ سمورن مسئلن کي حل ڪرڻ جي پوري صلاحيت موجود آهي. انهن جي نظر ۾ زندگي محض طبيعي قانونن ۽ ڪيميا جي ڪرشمه سازي آهي ۽ زندگيءَ جا اهي مظاهرا، جن کي انسان، شروع کان ئي مافوق الطبيعي قوتن جو نتيجو سمجهندو رهيو آهي، علت ۽ معلول جو هڪ هوشربا طلسم آهن. زندگيءَ جو ڪوئي مقصد ڪونهي ۽ هي مادي ڪائنات هڪ ڏينهن ٺڏي ٿي خودبخود ختم ٿي ويندي.

"برٽريندرسل"، فطرت جي ان نسوري مادي توجيهه کي هيٺين لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

"انسان، انڌين ٻوڙين قوتن جي هٿ ۾ هڪ اهڙو بي وس رانديڪو آهي، جنهن جو ڪوئي مقصد ڪونهي. ان جي پيدائش ۽ ارتقا ان جون خواهشون ۽ تمنائون، ان جا عقيدا ۽ تصورات، ماليڪيولن جي عمل جو نتيجو آهن. ان جي زندگيءَ جي انتها قبر آهي ۽ ان کان بعد ڪوئي احساس ۽ ڪوئي نظريو ڪيس زندگي عطا نه ٿو ڪري سگهي. صدين جي جدوجهد، نصب العين سان وابستگي، عبقريت جا نمايان ڪارناما، سڀ نظام شمسيءَ سان گڏ ختم ٿي ويندڙ شيون آهن. جڏهن ڪائنات زيرو زبر ٿيندي ته انساني ڪمالات به ان جي ملبي جي هيٺان دٻجي ويندا. ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونهي ته اهي سمورا نظريا هڪ ٻئي سان ٽڪرائجندڙ آهن، پر انهن جو غالب رجحان ڪائنات جي ان مادي تعبير ڏانهن آهي ۽ جيڪو به فلسفو ان مادي تعبير جي طرف آهي ۽ جيڪو به فلسفو اڄ توجيهه کي عارضي تسليم نه ٿو ڪري،

سو حقيقتن جو مقابلو ڪرڻ کان قاصر رهندو.

اها ڳالهہ پنهنجيءَ جاءِ تي مڃيل آهي تہ سمورا سائنسدان، سائنس کي هڪ اهڙو همہ گير علم نہ ٿا سمجهن، جنهن سان سمورا مسئلا حل ڪري سگهجن. سائنس، حسن جي صداقت ۽ مسرت جو پوريءَ طرح احاطو نہ ٿي ڪري سگهي. سائنس، زندگيءَ جي بہ ڪا تسلي بخش تعبير نہ ٿي ڪري سگهي ۽ نہ ئي وري ان سان زندگيءَ جو مقصد متعين ٿي سگهي ٿو. تنهن ڪري ان جي ذريعي اسين ان ڳالهہ جو بہ ڪو قطعي فيصلو ڪري نہ ٿا سگهئون تہ آيا خدا موجود آهي يا نہ؟

سائنس هر وقت پنهنجا نظريا تبديل ڪندي رهندي آهي. اها ان ڳالهہ جي لاءِ هميشہ پريشان رهندي آهي تہ ان جي ڪوشش ۽ جدوجهد محض رڃ ۽ سڃ آهي. هن ڪائنات جي باري ۾ اسان جي احساسن ۽ معلومات جو سرچشمو اسان جا محدود حواس آهن، جيڪي چند منزلون طئہ ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي بي وسيءَ جو اعتراف ڪري ڇڏيندا آهن. هڪ آمريڪي طبيب هڪ دفعو چيو هيو تہ: ”جيئن جيئن علم ترقي ڪندو آهي ان رفتار سان، سائنس جو تسلط مذهب تان ختم ٿيندو ويندو آهي. سائنس کان جيڪڏهن صحيح ڪم ورتو وڃي تہ انسان ازخود خدا تي ايمان آڻيندو آهي.“

سائنس وٽ ان ڳالهہ جو ڪوئي معقول جواب ڪونهي تہ مادي جا هي ننڍا ننڍا ذرڙا ڪيئن وجود ۾ آيا؟ صرف اتفاقَ تہ ان جي وجود جو ڪارڻ ٿي نہ ٿا سگهن. وري سائنس، ان ڳجهارت سلڻ کان بہ عاجز آهي تہ ذرڙن مان زندگي ڪيئن پيدا ٿي؟ اهو نظريو، جيڪو يقين سان ان ڳالهہ جو دعويدار آهي تہ زندگيءَ جون هي ترقي يافتہ حالتون محض اتفاق جون ڄيڄهو آهن، هڪ قسم جو انڌو اعتقاد ئي آهي. سائنس بہ ايمان کانسواءِ هڪ وک بہ اڳتي نہ ٿي کڻي سگهي. ان مذهب ۾ اسان کي پنهنجي حواس، پنهنجي اوزان ۽ اتفاقن تي ايمان رکڻو پوي ٿو. ان نقطئہ نظر سان جيڪڏهن ڏٺو وڃي تہ سائنس ۽ مذهب هڪ ئي سطح تي آهن، البتہ سائنس کي هڪ اهو فرق ضرور حاصل آهي تہ اها پنهنجن عقيدن کي تجربي ۽ مشاهدي جي ڪسوٽيءَ تي پرکي سگهندي آهي ۽ ان ريت ان تجزئي ۽ تحليل جي ذريعي غلطيءَ جا امڪان گهٽبا ويندا آهن.

سائنس جا انڪشافات، مذهب جي صداقت تي گواهہ آهن. هينئر تائين، سائنس جيتريقدر تحقيقات ڪئي آهي، ان سان ڪتاب مقدس جا ڪوڙ ساترا راز کليا آهن ۽ اها ڳالهہ يقين سان چئي سگهجي ٿي تہ، جيئن جيئن سائنس ترقي ڪندي ويندي، ان نسبت سان مذهب جو موقف مضبوط ٿيندو ويندو. علم هيئت، هن ڪائنات جي ابتدا جو پتو ڏئي ٿو ۽ علم طبيعيات ان جي انتها جي نشاندهي ڪري ٿو. جنهن شخص، سائنس جي جديد نظرين جو مطالعو ڪيو آهي تہ، اهو ڪڏهن بہ اها ڳالهہ نہ ٿو ڪري سگهي تہ هيءَ ڪائنات قديم آهي. تغير ۽ انقلاب، هن ڪائنات





جا بنيادي اصول آهن ۽ ان ڏس ۾ سائنس ۽ مذهب هڪ ٻئي جا همنوا آهن. اسين پهريان بہ عرض ڪري چڪا آهيون تہ سائنس نہ تہ خدا جي وجود جو اثبات ڪري ٿي ۽ نہ ئي ان جي نفي، پر ان غير جانبداراڻي موقف جي باوجود، جن ماڻهن علم هيئت جو صحيح طور تي مطالعو ڪيو آهي، اهي ان نتيجي تي پهتا آهن تہ ڪا اڻ ڏٺل ۽ اڻ ڄاتل ذات هن وسيع ۽ لامحدود ڪائنات جي خالق آهي.

”جاڊواش“ هڪ موقعي تي چيو: ”هڪ شخص کان، چاهي اهو خدا تي ايمان رکندو هجي يا ملحد هجي، اها ڳالهہ جائز طور تي پڇي سگهجي ٿي تہ اتفاقن جو توازن ان جي هٿ ۾ ڪيئن ڪري سگهجي ٿو؟ ”طاس ملر“ ان حقيقت کي ڪجهہ تفصيل سان هيئن بيان ڪيو آهي: ”انسان جو محدود ذهن ۽ اڻپورو عقل، جيڪڏهن خدا جي معرفت ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ٿو تہ، ان جو ذريعو صرف تجربو آهي ۽ اهوئي ان ڏس ۾ بنياد جو ڪم ڏئي ٿو. علم جو شانائتو محل ان احساس تي قائم ڪيو ويندو آهي.“

مان، توڙي جو سائنسدان آهيان، پر هن ڪائنات ۾ اتفاقن جي وجود جو قائل آهيان. روزاني زندگيءَ جا بي شمار واقعا انهن جي موجودگيءَ جي شاهدي ڏين ٿا. مان ماديت جو، موروثي انڪار بہ نہ ٿو ڪري سگهان، ڇو جو سائنسدان جي ڪاميابيءَ جو واحد معيار اهو آهي تہ هو زندگيءَ جي مختلف مظهرن جي مادي تعبير پيش ڪري سگهي.

مون کي خدا تي پختو يقين آهي. مان ان غير متزلزل عقيدي تي ايمان رکان ٿو، ڇو جو مان ان حقيقت کان چڱيءَ طرح واقف آهيان تہ ابتدائي ذرڙا، پهريون ٻج يا سيل کان پهريون دماغ ايئن ئي ڪنهن حادثي يا اتفاق سان پيدا ناهن ٿيا. مان اهو ان ڪري ٿو مڃيان جو ان ذات جي ذريعي ئي هن ڪائنات جي صحيح ۽ معقول توجيهہ ممڪن آهي.

****

# عالمانه شاهديون ۽ چند قولَ

## مرلن گرانٽ سمٿ

(ماهر رياضيات ۽ فلڪيات)

خدا جي باري ۾ انسان جي دل ۾ جيڪو سوال پيدا ٿيندو آهي، ان جو خالق ۽ مخلوق، ٻنهي جي آڏو جوابدهيءَ سان قريبي تعلق آهي. تنهن ڪري جواب جو فيصلو ڪرڻ ۾ وڏي احتياط جي ضرورت آهي. جيڪڏهن ڪو خدا آهي ته اهو صرف اسان جو خلقڻهار ئي ناهي، بلڪ اسان جو مالڪ ۽ آقا به آهي. تنهن ڪري اسان کي ان جي ٻنهي قسمن جي فعلن ۽ عملن جي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ گهرجي. انهن فعلن جي باري ۾ جن جو تعلق براهِ راست خدا سان آهي ۽ انهن جي باري ۾ جن جو تعلق اسان جي هم جنس انسانن سان آهي. اها ڳالهه قابل ذڪر آهي ته چوٽيءَ جي عالمن، تازو ان ڳالهه جو بالواسطه اعتراف ڪيو آهي ته: "خدا آهي." مان انهن منجهان چند قول هتي پيش ڪرڻ جي اجازت چاهيان ٿو.

مثال طور:

"سر جميز جينز" چوي ٿو:

"اسان جي ڪائنات هڪ وڏي مشين جي مقابلي ۾ هڪ عظيم خيال سان وڌيڪ مشابهه آهي. مان اها ڳالهه هڪ سائنسي حقيقت وانگر نه، بلڪ گمان جي طور تي چوان ٿو ته، هيءَ ڪائنات ڪنهن وڏي آفاقي ذهن جي پيداوار آهي، جيڪو اسان جي سمورن ذهنن سان مطابقت رکي ٿو ۽ سائنس جا تصورات به هاڻي ان پاسي ڏانهن وڌندي نظر اچن ٿا."

ڪانٽ لکي ٿو:

"ٻه شيون اهڙيون آهن، جن تي آئون جيترو دير تائين ۽ جيتري وڌيڪ خلوص سان غور ڪندو آهيان، اوترو وڌيڪ مون تي انهن جي هيئت ۽ تحسين جو جذبو طاري ٿيندو آهي. هڪ تارن ڀريو آسمان عالم ظاهر آهي، ٻيو اخلاقي اصول، عالم باطن آهن."

"ڊاڪٽر اليڪسس ڪيرل ڪي" جنهن نوبل پرائيز حاصل ڪيو آهي، لکي ٿو:







"اسان جي مادي دنيا، پنهنجي عظيم وسعتن جي باوجود به انسان جي لاءِ ڏاڍي سوڙهي آهي، انسان جي معاشي ۽ معاشرتي ماحول وانگر هي دنيا به ڪيس راس ناهي. رياضياتي اصولن جي مدد سان ان جو ذهن، برقيات ۽ ستارن جي ماهيت سمجهي وٺندو آهي. ان کي زمين، جبلن، دريائن ۽ سمنڊن جي مناسبت سان ٺاهيو ويو آهي، پر دراصل ان جو تعلق هڪ ٻي دنيا سان آهي، جيڪا جيتوڻيڪ ان جي باطن ۾ بند آهي، پر زمان ۽ مڪان کان ماورا آهي."

جارج رومينس، جيڪو حياتيات جو وڏو ماهر آهي. لکي ٿو ته:

"جانورن جي دنيا ۾ هر قسم جو ردعمل پنهنجي ماحول ۾، پنهنجي زندگيءَ جي نوعيت جي لحاظ کان مختلف ٿيندو آهي. هن هڪ اهڙي مرد ۽ عورت جي ڪردار جي نوعيت جو مطالعو ڪيو، جن خود کي حضرت عيسيٰ عليه السلام جي نذر ڪري ڇڏيو هيو ۽ اهو نتيجو ڪڍيائين ته ٻنهي جي زندگي مختلف قسمن جي هئي، جنهن ڪري هو جوشيلو عيسائي ٿي ويو. ڪيس اهو يقين ٿي ويو ته صرف خدا ئي انسان جي زندگيءَ ۾ اهڙا معجزا ڏيکاري سگهي ٿو"

۽ "وليم جيمس" وانگر ان عظيم آمريڪي فيلسوف ۽ ماهر نفسيات ان مسئلي کي هيئن بيان ڪيو آهي:

"اسين ۽ خدا، ٻئي هڪٻئي جا ڪم ڪندا آهيون ۽ ان ۾ اسان کي اسان جو بلند ترين مقصد حاصل ٿيندو آهي."

اها هڪ عام ڳالهه آهي ته سبب سان گڏ هڪ نتيجو ضرور ٿيندو آهي. سائنسدان، مسلسل سببن ۾ لڳا پيا آهن ۽ انهن سببن جي پويان ئي علت اوليٰ آهي. ڪن حالتن ۾ سبب آساني سان معلوم ٿي ويندا آهن، پر ڪڏهن ڪڏهن ظاهري سببن جي ته ۾ جيڪي حقيقي سبب هوندا آهن. انهن کي متعين ڪرڻ ۾ وڏي جاکوڙ ۽ تحقيق ڪرڻي پوندي آهي. مثال طور: اسين چئي سگهون ٿا ته:

- دوائن جي تحقيقات ۾ هي ٻيو طريقو استعمال ڪيو ويو آهي.
- مدي جي بخار کي تقريباً ختم ڪيو ويو آهي.
- مرضن جي روڪ ٿام جي علاج ۾، انسان وڏي ترقي ڪئي آهي.
- گذريل صديءَ جي چوٿين حصي ۾، سراسري عمر جي حد ۾ به اضافو ٿيو آهي.
- حياتيات جي علم ۾، جانورن ۽ ٻوٽن کي بهتر بنائڻ جي سلسلي ۾ مشاهدا جاري آهن.
- علم ڪيميا ۾ به، نون اصولن ۽ انهن جي استعمال جو طريقو معلوم ٿي وڃڻ جي ڪري، بي مثال ترقي ٿي آهي. ذرڙن جي جزن، پوشيده قوت جي ميدان ۾ غير متوقع قوت حاصل ڪري ورتي آهي.
- علم نجوم جي نئين معلوم سان جن جو محصول، نئين ميڪانيات ۽ ذراتي علم جي بنياد تي ممڪن ٿيو آهي، ڪائنات جي طبيعياتي بلندين، خاص

ڪري ان ۾ ٿيندڙ عمل ۽ ردعمل کي ڏسي ڪري اسان جا دماغ چڪرائجي ويا، جيڪي ڪجهه اتي نظر اچي رهيو آهي.

سببن ۽ نتيجن کي هڪ ٻئي کان الڳ نه ٿو ڪري سگهجي. اهي ٻئي معنوي طور تي هڪ وحدت آهن. اسين انسان ۽ اسان جي چوڌاري واري دنيا، سڀ ملي ڪري نتيجن جو هڪ مجموعو آهن ۽ ان مجموعي جي تهه ۾ پڻ ان جي پويان هڪ اڻ ڏٺي ۽ ازلي علت موجود آهي، جنهن کي مان خدا چوندو آهيان.

اهي قانون، ڪنهن اهڙي هستيءَ جوڙيا آهن، جيڪا اسان جي هن ڪائنات کان متاهين آهي. منهنجي معمولي سمجهه جي مطابق، هڪ قانونساز جي موجودگيءَ جي شاهدي ڏين ٿا، جنهن کي مان خدا چئي پڪاريندو آهيان.

منهنجي خيال ۾ خدا ڪا ناقابل بيان تغير پذير، وهمي هستي ناهي ۽ نه ئي ان ڳالهه جو امڪان آهي ته هو ڪا اهڙي هستي آهي، جنهن کي اسان جي ڪوڙن وهمن، مختلف وقتن ۽ مختلف جاين تي ڪنهن تحريڪ تحت خود گهڙي ورتو آهي. بلڪ اِهو اهو خدا آهي جنهن جو انجيل ۾ ذڪر آهي، جنهن جو ذڪر نبين سڳورن ۽ پيغمبرن ڪيو آهي، جنهن تي بزرگان دين جو عقيدو آهي ۽ جنهن جو اعتراف، ڪليسا جي سيني اهم فرقن پڻ ڪيو آهي.

انجيل خدا جو ڪلام آهي، بندن جي لاءِ خدا جو پيغام آهي. ان ۾ اهو بيان ڪيو ويو آهي ته: "خدا، انسان سان ڪلام ڪري سگهي ٿو." ۽ پهرئين وڏي ڳالهه جيڪا انسان سان خدا ڪئي، سا اها هئي ته: "اسان کي ۽ هن حيرت انگيز ۽ اڻ ڪٿ ڪائنات کي، جيڪا سندس چوڌاري ڦهليل آهي، خدا پيدا ڪيو آهي."

ان کان علاوه لکين ماڻهن جي گواهي موجود آهي. انهن ماڻهن ۾ اڻ پڙهيل به ۽ عالم فاضل به آهن. اهي ماڻهو، هر دور ۾ ان ڳالهه جي گواهي ڏيندا رهيا آهن ته انهن روحن ۾، سچ پچ خدا جي موجودگي محسوس ڪئي آهي. ان شاهديءَ کي اسين ڪاڏي ڪريون؟ ڇا ان کي رد ڪري ڇڏيئون؟ نظرانداز ڪري ڇڏيون؟ "اها خوشي، جيڪا ناقابل بيان ۽ انتهائي عظمت ڀري آهي" جيڪا لاتعداد انسانن محسوس ڪئي آهي، ڇا اسين ان کي وساري ڇڏيئون؟ شهيدن ۽ مبلغن جو اهو انتهائي جذبو، جنهن جي خاطر انهن خلوت جي زندگي گذاري، مصيبتون برداشت ڪيون، ظلم سٺائون، قتل ٿيا، ڇا اسين ان اهميت کي ختم ڪري ڇڏيون؟ متائي ڇڏيون؟ ۽ انهن جي سمورن ڪارنامن کي حماقت سمجهون؟

جيستائين منهنجو تعلق آهي، مان ان ڳالهه جو قائل آهيان ته: "خدا موجود آهي" ۽ هو انهن ماڻهن کي انعامن سان نوازيندو آهي، جيڪي ڪيس خلوص سان تلاش ڪندا آهن. سمورن الهامي ڪتابن جا شروعاتي چار لفظ هي آهن:

"شروع الله جي نالءَ سان."

مان، انهن لفظن کي پنهنجي ذاتي فلسفء حيات جو بنياد ٿو قرار ڏيان.

****



# هڪ نوجوان صوفيءَ جا احساس

**رسل لويل مڪسٽر**
(ماهر حيوانات)

هڪ انسان، خدا جو تصور سڀ کان پهريان، پنهنجي والدين جي معرفت حاصل ڪندو آهي. ڇو جو ان جا والدين، خدا جو نالو عظمت ۽ عزت سان ڳڻهندا آهن. تنهن ڪري اهو انسان جيڪو اڃا ٻاروتڻ ۾ هوندو آهي، وٽائنس خدا جي عزت ڪرڻ سکي وٺندو آهي. پنهنجون مختصر ۽ شروعاتي حاجتون پوريون ڪرائڻ جي لاءِ هو، نهايت سادگيءَ سان خدا پاڪ جي حضور ۾ التجا ڪندو آهي. بلڪل ايئن جڻ هو پنهنجي والد کان ڪنهن عنايت جي تقاضا ڪري رهيو هجي. ان طريقي سان سڪون ۽ اطمينان جي دولت وٽس ايندي آهي ۽ هو هڪ اڻ ڏٺل پيءُ تي ڀروسو ڪرڻ لڳندو آهي، پوءِ ڪتابن جي ذريعي ڪيس انهن ماڻهن جون ڳالهيون ٻڌڻ جو موقعو ملندو آهي، جن کي خدا پاڪ جي رفاقت حاصل هئي، ڪيس جڏهن اهو معلوم ٿيو آهي ته: "اهي شخص، شينهن جي خونخوار جنس کي بي ضرر بڻائي ڇڏيندا هيا. باهه کان ان جي سوزش ۽ شعلن کان انهن جو ڀڙڪڻ کسي وٺندا هيا. تلوارن جون تيز ڌارون انهن جو وار به ونگو نه ڪري سگهنديون هيون. ڏيرائپ جي باوجود، نه صرف طاقت حاصل ڪري وٺندا هيا بلڪ ڏاڍن کي زير ڪري ڏيکاريندا هيا"...ته ٻاروتڻ ۾ ئي ان انسان جي دل ۾ ولولا ۽ امنگون اجاگر ٿيڻ لڳنديون آهن ۽ هو، انهن خدا پرستن جي شاهدين کان متاثر ٿي پوندو آهي. هاڻي ڪيس اهو احساس به ٿيڻ لڳندو آهي ته جيڪڏهن هن ديانتداريءَ جي واٽ ورتي ته هڪ پراسرار طاقت ان جي مدد ڪندي ۽ هو اهو به محسوس ڪرڻ لڳندو آهي ته ماضيءَ جي انهن واقعن مان نت نوان اتساهه پڻ ملندا رهندا. علم جي حاصلات دوران، انسان ڪڏهن پنهنجي عقيدن کي مضبوط ڏسندو آهي ڪڏهن لڏندڙ! هو آهستي آهستي ان ڳالهه کان سونهو ٿيندو ويندو آهي ته هن جو ملڪ، هڪ اهڙي معاشري جو ٻيو نالو آهي، جنهن ۾

ڪوڙ جماعتون هڪ ٻئي سان مليل جليل ويون آهن، جن جي اڳواٽي اثرائتا ماڻهو ڪري رهيا آهن ۽ جنهن جي واڳ، هڪ صدر مملڪت جي هٿ ۾ آهي، جيڪو فيصلي ڪرڻ جو پوريءَ طرح مجاز آهي ۽ جنهن جي جاري ڪيل حڪمن جي تعميل ڪرڻ ماڻهن جي لاءِ ضروري آهي. اهڙيءَ طرح هڪ شاگرد جي ذهن ۾، خدا صدر مملڪت جهڙي هستي هوندو آهي جيڪو ٻين تي حڪمراني ڪري سگهندو آهي. ڪيس يقين هوندو آهي ته جيئن ماڻهن تي حڪمراني ڪرڻ جي لاءِ هڪ حاڪم انسان جو وجود قابل فهم آهي. اهڙيءَ ريت، سموري انسانيت تي حڪومت ڪرڻ جي لاءِ هڪ فوق البشر طاقتن جي مالڪ هستيءَ جو وجود به هڪ ٺوس حقيقت آهي.

ان جي برعڪس، ڪيس اهو به گمان ٿيڻ لڳندو آهي ته هو، پنهنجي ذهني مشڪلات ڪي پاسي تي رکي خدا پاڪ جي وجود تي يقين ڪري ۽ ان معاملي ۾ سوچيندڙ دوستن جي ڳالهين ڪان متاثر نه ٿئي. ان وقت ان جي حيثيت هڪ صوفيءَ جي ٿي ويندي آهي. جيڪو خدا جي وجود تي صرف ان ڪري يقين رکندو آهي جو هو خدا جي وجود جي ضرورت محسوس ڪندو آهي ۽ جنهن جو يقين به لڏڻ لڳندو آهي. جڏهن ان جي قوتِ فڪر ان جي يقين ۽ ايمان جي مقابلي ۾ دليل پيش ڪرڻ لڳندي آهي...

هڪ ڏينهن اسان جو اهو نوجوان صوفي، انجيل مقدس جي ورق گرداني ڪندي، هڪ اهڙي آيت تي پهچندو آهي جنهن جو مفهوم هو ايئن سمجهندو آهي ته: ”سچو مذهب عقل جي ويجهو هوندو آهي“ ۽ ان آيت جي تشريح ڪيس اهو ٻڌائيندي آهي ته عقل جي ويجهو هجڻ مان مقصد، معقول- معتدل ۽ استدلال آهي. (رومن: 21-1) اها آيت ان جي اضطراب ڪي اطمينان ۾ بدلائي ڇڏيندي آهي. اها ڪيس تلقين ڪندي آهي ته انساني عقل ۽ فهم ۽ انساني ذهن جو به مذهب سان ڪونه ڪو تعلق آهي ۽ هو، وڏي عرصي جي لاءِ مطالعي ۽ تحقيق جي گهرائين ۾ ماپيو ويندو آهي. ان عرصي ۾ اهو نوجوان صوفي ديندار انسان بڻجي ويندو آهي ۽ عيسوي انداز فڪر اپنائيندو آهي. هاڻي ڪيس خدا جي وجود جو علم اليقين حاصل هوندو آهي. ان جو روح ۽ ان جو ذهن هم آهنگ ٿي ڪم ڪرڻ لڳندا آهن. هاڻي اهو شخص، اهو فرق حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي جيڪو انجيل مقدس ۾ اهڙي مثالي خدا پرست انسان جي وصف طور بيان ڪيو ويو آهي جيڪو جامع الصفات هوندو آهي ۽ صرف نيڪيءَ جي راهه تي هلندو آهي.

جڏهن ڪو شخص انجيل مقدس ۾ پڙهندو آهي ته جانور، ٻوٽا ۽ انسان، سڀ خدا جي مخلوق آهن ته ان ڪي ان ڳالهه جو يقين ٿي ويندو آهي، ڇو جو فطرت جو مطالعو به اهوئي ثابت ڪندو آهي ته، توڙي جو انجيل مقدس، سائنس جو ڪتاب ناهي، پر ان ۾ سائنس جا بنيادي اصول به درج آهن. هڪ ڪليل حقيقت جيڪا هميشه





ڪان واضح آهي ۽ هميشه واضح رهندي ۽ جيڪا ماده پرستن جي ڪنهن به نظريي جي مقابلي ۾ پنهنجي سونهن ۽ رونق ڪان محروم ناهي هوندي. اها ڪليل حقيقت آهي ته انجيل مقدس جو خدا پڻ فطرت جو خدا هڪ ۽ صرف هڪ وجود آهي.

ڪوهستاني سلسلن، آسماني حُسن ۽ سمنڊن جي ذريعي انجيل مقدس مون سان ڳالهائيندو آهي. اهو هن جو دل لڀائيندڙ آواز آهي، جيڪو انهن سرسبز ۽ شاداب باغن مان گذري، منهنجن ڪنن تائين پهچندو آهي. جن ۾ خوبصورت پکي ٻوليندا آهن ۽ زندگيءَ سان ڀرپور حيوانات، نغما ڳائيندي ڏسبا آهن.

****

# ايمان ۽ سائنس ۾ هم آهنگي

وائن. يو. آلٽ
(ماهر: زميني ڪيميا)

خدا تي ايمان ان جي راهه ۾ جدوجهد ڪرڻ ڪانسواءِ پختو ٿي نه ٿو سگهي. جڏهن ڪو ماڻهو، خدا جي هستيءَ جو اقرار ڪري وٺندو آهي ته، ان جو پنهنجن هم جنسن سان تعلق، زندگيءَ جي باري ۾ نقطئہ نظر، مقصد، ارادا، آرزوئون ۽ تمنائون، مطلب ته پوري جو پوري زندگي امالڪ بدلجي ويندي آهي.

جڏهن اسين ايمان جي علمي ڪارڻن تي بحث ڪندا آهيون ته ان مان اسان جو مقصد اهو هوندو آهي ته، سائنس تجربن ۽ مشاهدن مان نتيجا اخذ ڪرڻ جا جيڪي طريقا ٻڌايا آهن، انهن تي اعتماد ڪجي. جديد دور ۾، سائنس جو دائرهء ڪار وسيع کان وسيع تر ٿيندو پيو وڃي. پر خدا جي هستيءَ جو ثبوت، خالص سائنٽيفڪ بنيادن تي فراهم نه ٿو ڪري سگهجي. ان جو ڪارڻ اهو آهي ته: خدا، مادي ۽ توانائيءَ جو مجموعو ناهي. هو لامحدود آهي، جنهن ڪري محدود ذهن، ان جو ادراڪ نه ٿو ڪري سگهي. ساڳيءَ ريت، هو تجربن ۽ مشاهدن جي محدود دنيا ۾ به نه ٿو سمائجي سگهي. ايمان باالله نج هڪ داخلي ڪيفيت ٿيندي آهي جيڪا جيتوڻيڪ عقيدي جي صورت ۾ ظاهر آهي، ان جي لاءِ سائنٽيفڪ دليل فراهم ڪري سگهجن ٿا. علت اوليٰ جي شاهدي، خالق ڪائنات جي وجود ڪي ثابت ڪري ٿي. ايمان يا عقيدو، اهڙي ڪا اجنبي شيءِ ڪونهن جن ڪان انسان، قطعي نامانوس هجي. هر سائنسدان ان جو سهارو وٺندو آهي. انساني زندگي ايتري ته مختصر آهي جو اها پاڻ هر تجربو ڪري نه ٿي سگهي. گهڻو ڪري انسان ڪجهه تجربا ڪري قدرت جي انهن مظهرن ڪي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، جيڪي بنيادي اهميت رکندا آهن ۽ باقي معاملن ۾ هو پنهنجي سائنسدانن تي اعتماد ڪندو آهي. انسان جيترو علم حاصل ڪيو آهي، اهو ماضيءَ جي تجربن جو نچوڙ آهي. ستارن ۽ سيارن جي ساخت ۽ ڪهڪشائن ۾ انهن جي جڳهن جو تعين ۽ انهن جو پاڻ ۾ فاصلن جو اندازو، اهو







سڀ بالواسطہ، تجربن ۽ مشاهدن جي ذريعي ئي ممڪن آهي. ظاهر ڳالهه آهي ته هر هڪ فرد ڪي ان قسم جي گهڻين شين تي ايمان رکڻو ٿو پوي. پر اهو ايمان، فردن ڪان انڌي تقليد جو مطالبو نه ٿو ڪري، ان جي صحيح هجڻ ڪي آثار ۽ شاهدين سان چڱي طرح جاچي ۽ پرکي سگهجي ٿو.

الله پاڪ، پنهنجي انبياءَ جي ذريعي پنهنجو پروگرام دنيا تي واضح ڪري ڇڏيو آهي. هن جيڪي الهامي ڪتاب نازل فرمايا آهن انهن ۾ خدا ۽ انسان جي باهمي تعلق تي بحث ڪيو ويو آهي، انهن ۾ اسان ڪي اهو به ٻڌايو ويو آهي ته انسان جي ذهني ۽ جسماني ساخت ڪيئن آهي. ڪيس عالم ناسوت ۾ ڪهڙين حالتن جي ور چڙهڻو پوندو آهي. سندس ضرورتون ڪهڙيون آهن ۽ اهي ڪيئن ٿيون پوريون ڪري سگهجن؟ انجيل،• اهي سمورا معاملا نهايت عمدگيءَ سان بيان ڪيا آهن. خاص ڪري انجيل ۾ جيڪي اڳڪٿيون ٿيل آهن، انهن جي تاريخ مان به تائيد ٿي رهي آهي. مختلف وقتن ۾ انجيل (يا ڪنهن به آسماني ڪتاب) جي خلاف جيڪو ڪجهه چيو ويو آهي، سو صحيح ثابت نه ٿيو آهي ۽ ان جو تجزيو ڪرڻ سان اهو معلوم ٿيو آهي ته اعتراض ڪندڙ مقدس ڪتابن ڪي صحيح طرح سان سمجهي ئي نه سگهيا آهن.

جيئن عقيدو ۽ ايمان انساني زندگيءَ جي لاءِ به لازمي شرط آهن، تيئن خدا جو صحيح تصور به انساني فلسفئہ حيات جي لاءِ انتهائي ضروري ۽ اٽٽر آهي. انساني زندگيءَ جا ڪوڙ پاسا اهڙا آهن، جيڪي ادراڪ جي سرحد ڪان ماورا آهن، جو حقيقت ۾ موجود آهن ۽ پنهنجي جاءِ تي وڏي اهميت رکن ٿا. دنيا ۾ بي شمار ماڻهو اهڙا به گذريا آهن، جيڪي ذهين ۽ سمجهدار هجڻ ڪان علاوه، معاشري ۾ وڏي رتبي وارا به هيا. انهن خدا ۽ بندي جي تعلق جي پوري پوري شاهدي ڏني آهي ۽ پنهنجن ذاتي تجربن جي آڌار عبادت ۽ دعائن جا اثر بيان ڪيا اٿائون. انسان جي نفسياتي، جذباتي ۽ روحاني ضرورتن جي لاءِ ايمان وڏي اهميت رکي ٿو.

ڪوڙ اهڙا ماڻهو، جيڪي سائنسي نقطئہ نظر رکڻ جي دعويٰ ڪندڙ آهن، اهي پنهنجو پاڻ ڪي مافوق الطبيعي حقيقتون تسليم ڪرڻ تي آماده نه ٿا ڏسن، پر پنهنجين وڏين دعوائن جي باوجود، قدرت جي بي شمار مظهرن جي نه ئي ڪا سائنسي توجيهه ڪري سگهن ٿا ۽ نه ئي وري ان جو ڪو ادراڪ رکن ٿا. جڏهن اسين

• مضمون نگار، جاڪاڻ ته عيسائي آهي-تنهنڪري هن صرف انجيل مقدس جو حوالو ڏنو آهي. ڪاش! هو، ان نقطئہ نظر ڪان قرآن حڪيم جو مطالعو به ڪري ها ته، ڪيس پتو پئجي ها ته قرآن پاڪ، ڪيڏي نه بهتر ۽ جامع انداز ۽ اسلوب سان دنيا ۽ آخرت جا مادي ۽ روحاني مسئلا سلجهائي بيان ڪيا آهن؛ ان ۾ انفراديت ڪان وٺي اجتماعيت جي قومي ۽ سياسي مسئلن بابت ڪيڏي نه شاندار رهنمائي ٿيل آهي!(سنڌيڪار)

قدرت جي ڪنهن مظهر کي سائنسي قرار ڏيون ٿا تہ ان جو مطلب آهي تہ، ان جي عمل ۾ هم آهنگي ڏسجي ٿي. ان کي محض اتفاق سان پيدا ٿيڻ جو نتيجو ٻڌائي ڇڏڻ سان مسئلو حل نہ ٿو ٿئي.

اڇو تہ هاڻي ٿورو توجيهات جو بہ جائزو وٺون. ان سلسلي ۾ اهو سوال ڪري سگهجي ٿو تہ ڇا اهو اتفاق آهي، يا منصوبہ بندي، جيڪا ”راڊر“ جي ايجاد ۽ بناوٽ جي ذميوار آهي؟ ڇا، چمڙي جي تخليق محض اتفاقي حادثو آهي؟ اهو چمڙو، جيڪو متوازن راڊر جي حيثيت رکي ٿو؟!

قدرت جا بي شمار مظهر اهڙا آهن، جن جو مقصد انسان جي ذهن ۾ تڏهن اچي سگهي ٿو، جڏهن هو خدا جي هستيءَ جو اقرار ڪري. هن وسيع فضا ۾ ڪيڏا ستارا ۽ سيارا معلق آهن؟ مادو ڪيڏن ننڍڙن ننڍڙن ذرڙن ۾ ورهائجي ٿو؟ آڱر جو هڪ نشان ٻئي سان نہ ٿو ملي. پان جو هڪ پتو ٻئي پتي کان الڳ آهي ۽ انسان کي باقي مخلوقات تي ظاهري فوقيت حاصل آهي ٿي.

اسين پوين صفحن ۾ ٻڌائي چڪا آهيون تہ خدا جي وجود جو اقرار، گهڻو ڪري عقيدي جو معاملو آهي، پر اهو ايمان انسان جي مزاج جي عين مطابق آهي ۽ ان جي فطرت ۾ داخل آهي. ايمان، انڌي تقليد ناهي. ان جو بنياد، عقل ۽ تجربي تي رکيو ويو آهي ۽ ڪوڙ اهڙا شخص گذري چڪا آهن، جن خدا پاڪ سان براهہ راست تعلق پيدا ڪيو آهي.

****



# خدا جي باري ۾ سائنس جو فيصلو

جان ليوائيبرنٽي
(محقق ڪيميا)

جديد دور ۾ اسين مسئلن بابت ڪرن فيصلن ڪرڻ جو ڍنگ سکي ورتو آهي. اسين ان ڳالهہ کان چڱيءَ طرح واقف آهيون تہ، اسان جا پنج حواس، لفظن جي اندر معنائون ۽ مطلب پيدا ڪندا آهن. ڇاڪاڻ جو اسين سڀ هڪ ئي ماحول ۾ نہ ٿا رهون، تنهن ڪري مختلف الفظ، مختلف ماڻهن جي لاءِ مختلف تصورن جي صورت گري ڪندا آهن. مثال طور: جڏهن مان ”مڪان“ جو لفظ ٿو ڳالهيان تہ هڪ شخص جو ذهن فوراً هڪ شاندار محل جي باري ۾ سوچڻ لڳي ٿو.

ان سوال جو جواب، تہ، ڇا خدا آهي؟ اسان کي خدا جي لفظن ۾ ئي تلاش ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن خدا مان مراد هن ڪائنات جي نظام ۾ هڪ قانون جي عملداري آهي تہ پوءِ اسين بلڪل اهائي ڳالهہ ڪري رهيا آهيون، جنهن تي هڪ ملحد جو بہ ايمان هجي ٿو. ملحد اها ڳالهہ تسليم ڪندا آهن تہ هن ڪائنات جو نظام ڪنهن ضابطي جو پابندآهي، پر هو ان ڳالهہ جا قائل ناهن تہ ڪا بلند ۽ بالا ذات، اسان جي دعائن کي، جيڪي دل جي اٿاهہ گهراين مان نڪرنديون آهن، ٻڌندي آهي.

خدا هڪ حقيقت آهي يا افسانو؟ ڀلا، ان انساني تاريخ ۾ پاڻ کي ڪڏهن ظاهر بہ ڪيو آهي؟ اهي سڀ سوال ان هڪ اهم سوال جو بنياد آهن تہ، ڇا حضرت مسيح عليہ السلام صرف انسان هيو؟ ان کان اڳتي ان جي ڪا بہ حيثيت نہ هئي؟ هن ڪائنات جي باري ۾ اسان جا گهڻا فڪرَ اسان جي ان بنيادي سوال جي نوعيت تي دارومدار رکن ٿا، جن جو اسين مٿي ذڪر ڪري چڪا آهيون.

جيڪڏهن اهو تسليم ڪيو وڃي تہ حضرت مسيح عيلہ السلام محض هڪ انسان هيو ۽ ان جا سمورا معجزاڻا ڪمال صرف افسانا، تہ پوءِ ڪائنات جي مادي توجيهہ کان علاوه ڪوئي چارو نہ ٿو رهي. ان روءِ سان هن جهان جي پراڻپ تائين پهچڻ جي لاءِ صرف حسي تجربا ئي مدد ڏئي سگهن ٿا.

نظريا اهي ذهني تصويرون آهن، جن جي ذريعي اصولن جي تشريح ممڪن آهي. اسان جي هن زماني ۾ سائنس جي مقبول عام نظرين جو جوهري نظريو، نظريئہ ارتقا ۽ نظريئہ اضافت خاص طور تي قابل ذڪر آهن. انهن ئي نظرين ڪي ملائي ڪري مختلف علم مرتب ڪيا ويندا آهن ۽ اهي سمورا علم، جيڪي انسان جي هن ڪائنات تي بحث ڪندا آهن، انهن کي انسان، فلسفي جو نالو ڏنو آهي. جيڪڏهن عيسائيت چند قصن ڪهاڻين جو مجموعو آهي تہ پوءِ فلسفئہ حيات لازمي طور تي مادي هوندو. يعني هر گهڙي، هڪ ڦهلجندڙ ڪائنات جو محدود تصور، يادن سان ملندڙ جلندڙ ڪنهن شيءِ جو احساس، ان ڪانپوءِ خير ۽ شر جا تصورات بہ اضافي ٿيو ٿا پون. اهي ڪنهن مستقل ۽ پائيدار قدر وارا نہ رهندا. هڪ شيءِ صرف ان ڪري "خير" تي نہ ٿي سگهي جو ان کي تون ۽ مان ٿا خير سمجهون.

اچو تہ هڪ نگاهہ عيسائيت تي بہ وجهئون. حضرت عيسي عليہ السلام جو، الله جي پاران موڪليل هجڻ جو هڪ ثبوت اهو بہ آهي تہ ڪيس بنا پيءُ جي، محض الله جي امر سان پيدا ڪيو ويو. جيڪڏهن اسين ان جي اها حيثيت تسليم نہ ٿا ڪريون تہ پوءِ اُن جي حيثيت، معاذ الله، ڏاڍي ڪري پوي ٿي. هن پنهنجو الله جي پاران موڪليل هئڻ جون ڪوڙ شاهديون پڻ پيش ڪيون. جهڙوڪ، انڌن کي ديد عطا ڪرڻ، اڻ ڳڻين ماڻهن کي ڪاڏو ڪارائڻ، مئلن کي زنده ڪرڻ وغيره...

اسان کي اها شيءِ مڃڻ ۾ قطعا ڪا بہ دقت محسوس نہ ٿي ٿئي تہ: "خدا پاڪ محبت ۽ روح آهي ۽ روح کي گوشت ۽ ماس ناهي هوندو". جيڪڏهن توهان کي انسانن جي مافوق الفطري حيثيت ۽ انهن جي روحاني احساسن جي تشريح ۽ وضاحت جو ڪم سونپجي ۽ توهان کي چئجي تہ توهين انهن لطيف جذبن ۽ شاهدن کي حواس خمسہ جي تجربن جي روشنيءَ ۾ بيان ڪريو تہ، توهان کي ڪيتري ڏکيائي پيش ايندي؟ توهين بي شڪ ان کي بيان تہ ڪندؤ، پر توهان جي بيان ۾ ڪوڙ اوڻايون رهجي وينديون...! اها حقيقت آهي تہ الله پاڪ اسان جو هڪ اهڙو مالڪ آهي، جيڪو توڙي جو اسان جي نظرن کان اوجهل آهي، پر اسان کي ايترو ويجهو آهي جو اسين ان سان براهہ راست گفتگو ڪري سگهون ٿا. هن جو وجود هڪ مجيل حقيقت آهي، پر اسين حواس جي مدد سان ان جو ادراڪ نہ ٿا ڪري سگهون. هن ڪائنات جي تعبير ڪيڏي مختلف هجي ها، جيڪڏهن اسان کي پنجن حواس جي بجاءِ الله پاڪ ڏهن حواس سان نوازيو هجي ها ۽ انهن جو پاڻ ۾ ايڏو اختلاف هجي ها، جيڏو بصارت ۽ سماعت جو آهي.

جيڪڏهن زندگيءَ جي مادي تعبير کي مڃي وڃجي تہ پوءِ خير ۽ شر جو ڪوئي قطعي يا حتمي معيار باقي نہ ٿو رهي. ان روءِ سان انسان تي بہ ڪيرائڻ ڪوئي ظلم ڪونهي. ڇو جو انسانن کي هڪ ڏينهن بهرحال مرڻو ئي آهي.



جيڪڏهن هيءَ ڪائنات، الله پاڪ جي فرمان جي تابع نہ هجي ها تہ هزارين بلڪ لکين سيارا هڪ معمولي لهر سان تباهہ و برباد ٿي وڃن ها.

جڏهن اسين اهو تسليم ٿا ڪريون تہ الله پاڪ، ڪوهہ طور تي حضرت موسيٰ عليہ السلام سان همر ڪلام ٿيو ۽ پوءِ وقتاً فوقتاً ٻين نبي سڳورن تي وحي نازل فرمائيندو رهيو تہ اسان کي اهو بہ مڃي وٺڻ گهرجي تہ هن انسانيت جي آڏو نيڪي ۽ بديءَ جا معروضي اقدار پيش ڪيا آهن. سائنس، ازلي ۽ ابدي اقتدار جي ان واحد سرچشمي کي جيستائين پنهنجي تحقيق جي دائري ۾ شامل نہ ڪندي، مڪمل ٿي نہ سگهندي.

****

# سائنس جا انڪشاف، اللّٰه پاڪ جي وجود تي دلالت ڪن ٿا

جارج ارل ڊيوس
(ماهر طبيعيات)

جيئن جيئن علم ترقي ڪندو پيو وڃي ۽ وهمن جي حقيقت وائکي ٿيندي پئي وڃي، تيئن تيئن مذهب جي تعليمات جي تنقيدي جائزي جي اهميت ۽ ضرورت بہ وڌندي ٿي وڃي. ان جائزي جا محرڪات مختلف ٿي سگهن ٿا، پر اسان کي ان حسنِ ظن مان ڪم وٺڻ گهرجي تہ هر شيءِ جي پويان، حق جي تحقيق جو جذبو ڪارفرما هوندو آهي. البتہ اسان کي ان ڳالهہ جو ضرور احتياط ڪرڻ گهرجي تہ اسين الحاد ۽ ان تصور کي هڪ ئي شيءِ نہ سمجهئون تہ خدا ۽ ٻين غيرمادي وجود جي باري ۾ نہ ڪي اسين ڪجهہ ڄاڻئون ٿا، نہ ڪي ڄاڻي سگهون ٿا. هر ان شخص تي اسان کي ملحد هجڻ جي فتويٰ جاري ڪرڻ نہ گهرجي، جيڪو ڪنهن برتر ۽ عظيم هستيءَ تي عقيدي جي روايتي بنيادن تي اعتراض ڪري. ڇو جو عين ممڪن آهي تہ اهو شخص خدا جي هستيءَ جو منڪر نہ هجي بلڪ انهن روايتن سان، جن تي عقيدهءِ باري تعاليٰ جو بنياد رکيو ويندو هجي، اتفاق نہ ڪري ۽ ان کان وڌيڪ مضبوط بنيادن جو متلاشي هجي.

ان حقيقت کان انڪار نہ ٿو ڪري سگهجي تہ سائنس جي پرستارن ۾ الحاد جي وبا عام آهي، پر اها ڳالهہ ثابت ڪرڻ ممڪن ڪانهي تہ، خدا کان انڪار، جيتريقدر سائنسدانن وٽ ڏسجي ٿو اوترو ٻين وٽ نہ ٿو ڏسجي. پر هي مشاهدو، ان مشاهدي ۽ تجربي کان بلڪل برعڪس آهي، جيڪو ان ڏس ۾ خود سائنسدانن پنهنجي برادريءَ بابت ڪيو آهي.

خدا جي ذات تي ايمان جي باري ۾ جيتري تائين منهنجو پنهنجي عقيدي جو تعلق آهي تہ ان جو تعلق ننڍپڻ جي ان تعليمات سان بنهہ ڪونهي، جيڪا خدا ۽ مذهب جي باري ۾ منهنجي روح، قلب ۽ ذهن تي نقش ٿيل آهي. ايئن برابر آهي تہ اسين اُن ننڍپڻ جي مذهبي تعليمات کان عمر ڀر متاثر رهندا آهيون، پر مان يقين





سنڌيڪا :سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار



سان اهو چئي سگهان ٿو تہ منهنجو، وجودِ باري تعاليٰ ۾ موجوده عقيدو، توڙي جو ننڍپڻ جي عقيدن کان ڪو مختلف ۽ ٽڪرائجندڙ ڪونهي، پر ان جو بنياد، وڌيڪ مضبوط تجربن ۽ مشاهدن تي آهي ۽ اهو مذهبي روايتن ۽ تصورن کان وڏيءَ حد تائين مختلف آهي.

طبيعيات جي هڪ عالم هجڻ جي حيثيت سان مون کي ڪائنات جي هن ناقابل يقين حد تائين پيچيده نظام جي مطالعي جو موقعو مليو آهي ۽ مون هڪ ذري کان وٺي وڏي کان وڏن ستارن ۾ حيرت انگيز ضابطا بندي ۽ نظم ڏٺو آهي. هن ڪائنات ۾ روشنيءَ جو هر شعاع، هر طبيعياتي ۽ ڪيميائي ردعمل ۽ هر ساهدار شيءِ جي هر خاصيت ان نظم ۽ ضابطي جي تابع نظر اچي ٿي. اها هن ڪائنات جي اها تصوير آهي، جيڪا سائنس جي انڪشاف اسان جي آڏو پيش ڪئي آهي ۽ توهان سائنس جو جيترو گهرو مطالعو ڪريو، اوترو وڌيڪ ڪائنات جي هن ڀوڙهي ۽ دلڪش نظام مان محظوظ ٿيندا ويندؤ.

پر هن حيرت انگيز سائنسي انڪشافن، ڪجهہ اڻٽر سوال پيدا ڪري وڌا آهن، جيڪي توڙي جو حقيقت جي لحاظ کان ڀلي نوان ناهن، پر نظامِ ڪائنات جي باري ۾، جنهن مان انسان کي بهرحال خارج نہ ٿو ڪري سگهجي، وڌيڪَ تفصيلي معلومات حاصل ٿي وڃڻ جي ڪري، انهن جي نوعيت البتہ پهرئين جي ڀيٽ ۾ گهڻي بدلجي چڪي آهي. انهن سوالن ۾ جيڪو سوال سڀ کان وڌيڪ اهميت رکي ٿو ۽ جنهن جي جواب تي اسان جي اخلاقي قدرن ۽ اسان جي مقصد ۽ نصب العين جو سمورو دارو مدار آهي، اهو ساڳيو ئي پراڻو سوال آهي تہ: ”ڇا ڪا اهڙي برتر ۽ اعليٰ ذات آهي، جيڪا هن ڪائنات جي خلقٹهار هجي ۽ جنهن کي اسين خدا چئي سگهون؟“ ۽ وري ان سان گڏوگڏ جيڪو سوال ٿو سامهون اچي، سو اهو تہ: جيڪڏهن خدا اسان کي خلقيو آهي تہ آخر خدا کي ڪنهن خلقيو؟ خاص ڪري نوعمر ٻالڪن جي آڏو جيڪڏهن اهڙي قسم جي گفتگو ڪريو تہ، اهي امالڪ وڏي منطقي انداز ۾ اهو مشڪل ترين سوال ضرور ڪندا.

يقيناً ان کان انڪار ڪونهي تہ ان ڏس ۾ تہ ”خدا آهي يا ڪونهي“، سائنس ڪو حتمي ثبوت پيش ڪرڻ کان قاصر آهي. بلڪ اسان کي مڃڻ گهرجي تہ ان ڏس ۾ ڪوبہ خالص سائنسي ثبوت ڪڏهن بہ پيش نٿو ڪري سگهجي. اسين هڪ اهڙي طبيعي جهان ۾ ساهہ کڻي رهيا آهيون، جيڪو سائنس جي جديد ترين تحقيق ۽ انڪشافن جي مطابق پنهنجي ڍانچي ۽ پنهنجي نظام جي حوالي سان قانونن تحت پوري هم آهنگيءَ سان ڪم ڪري رهيو آهي، پر ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ هن ڪائنات کان ٻاهر ڪنهن شيءِ جي باري ۾ بہ ان مان ڪا معلومات ملي سگهي ٿي. ان جو مثال هڪ ڪمري وانگر آهي، جنهن ۾ ڪي بہ در ۽ دريون نہ هجن يا جيڪڏهن

هجن ته انهن ۾ اهڙا شيشا لڳل هجن، جو ڪمري مان اندران ته ڏسڻ ممڪن هجي پر ٻاهران ڪجھ نه ڏسي سگهبو هجي.

جڏهن اسين خدا جي وجود يا عدم وجود کي ثابت نه ٿا ڪري سگهئون ته اسان جي لاءِ بهترين صورت اها آهي ته اسين جيڪا به هن ڪائنات جي باري ۾ معلومات رکئون ٿا ان مان عقلي دليل ڪڍئون، اهڙو ڪو به دليل، جنهن تي ان معلومات کي بنياد مڃي ڪو منطقي اعتراض نه ٿي سگهي، جيڪا هن ڪائنات جي باري ۾ اسان کي حاصل ٿي چڪي آهي، صرف هڪ ئي ٿي سگهي ٿو ۽ اُهو اهو ته: "ڪا به مادي شيءِ خود پنهنجي تخليق تي قادر ڪانهي."

جيڪڏهن ڪائنات ازخود پيدا ٿي سگهي ٿي ته ان جو اهو مطلب ٿيندو ته اها تخليق جي قوت سان به واسيل آهي، جنهن کي اسين خدا جي صفت چئون ٿا. ٻين لفظن ۾ جهڙوڪر اسين هن ڪائنات کي ئي خدا قرار ڏئي ڇڏينداسون. اهڙي ريت اسين اگرچه خدا جي وجود کي تسليم ڪري وٺنداسون، پر اهو نرالو خدا هوندو جيڪو ساڳئي وقت مافوق الفطرت به هوندو ۽ مادي به! مان اهڙي قسم جي ڪنهن منجهيل تصور کي اپنائڻ جي بجاءِ هڪ اهڙي خدا تي عقيدي رکڻ کي ترجيح ڏيان ٿو، جنهن هڪ مادي جهان خلقيو آهي ۽ هو پاڻ ان جو جزء ناهي. بلڪ ان جو فرمانروا، ناظم ۽ مدبر آهي.

منهنجي بيان ڪيل ڪليي جي لحاظ کان ايتري شاهدي، ڪافي هجڻ کان وڌيڪ آهي، پر اسين ان ۾ قدرت جي ان عجوبي جو اضافو ڪنداسين ته، ذرڙن ۾ نه صرف ننڍڙي پئماني تي اهو سچو نظام قائم آهي جيڪو نه صرف وڏن وڏن سيارن ۽ ستارن جي واڌ ۽ ارتقا ۾ جاري نظر اچي ٿو، بلڪ جنهن لکين ڪروڙين ساهه وارين شين کي وجود بخشيو آهي ۽ جن ۾ اهڙي مخلوق به شامل آهي، جيڪا سوچڻ سمجهڻ جي صلاحيت سان به ڀرپور آهي ۽ جيڪا خود نه صرف حسين ۽ پيچيده شيون خلقي سگهي ٿي، بلڪ خدا جي پاران عطا ڪيل ذهانت ۽ سمجھ جي نهايت عظيم الشان ڪارنامن جي ذريعي زندگيءَ جي اوجهل حقيقتن تان به پردو کڻي ٿي.

****



# سائنسي طريقِ فڪر سان...

**والز آسڪر لينڊ برگ**
(ماهر عضويات ۽ حياتياتي ڪيميا)

سائنسي طريقِ فڪر جن بنيادي اصولن تي ٻيٺل آهي، اهي پنهنجيءَ جاءِ تي خلقڻهار جا مظهر آهن ۽ اهڙا ماڻهو، جن جون عمريون سائنسي تحقيق ۽ تجسس ۾ گذرن ٿيون، خدا جي وجود کي ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آسانيءَ سان سمجهي سگهن ٿا. بشرطيڪ، هو ان ڏانهن توجهه ڏين. ڪوڙ سائنسدان، ان حقيقت کي تسليم نه ٿا ڪن، پر پنهنجي فني تحقيق ۽ تجسس ۾ ڪاميابيون حاصل ڪري وٺن ٿا. ان جو اهو مطلب ڪونهي ته سائنس خلقڻهار جي وجود ڏانهن رهنمائي نه ٿي ڪري، ڇو جو سائنسي تحقيق ۽ تجسس ۾ ڪاميابي نوس اصولن ۽ طريقن جي پوري پابنديءَ تي منحصر آهي ۽ سائنسدانن کي ان جي ضرورت ئي پيش نه ايندي آهي ته سائنس جي مجيل حقيقت ۽ علت تي به غور فڪر ڪن.

سائنسدان، جيڪڏهن سائنسي اصولن سان الله پاڪ جي وجود کي سمجهڻ کان انڪار ڪن ٿا ته، ان جا مختلف ڪارڻ آهن. مثال طور:

گهڻن ملڪن ۽ شهرن ۾ اجتماعي ادارن، تنظيمن ۽ حڪومتن، الحاد کي پنهنجي مطلق العنان حڪمت عملين جي حيثيت سان، ماڻهن جي مٿان اهو ڏاڍ مڙهيو آهي ۽ اهي ماڻهو انفرادي طور تي جيڪڏهن فطرت جي مظهرن ۾ ، الله پاڪ جي وجود جو جلوو ڏسن ٿا ته اهي لاديني حڪومت جي عذاب ۽ سزا ۽ معاشرتي زندگيءَ ۾ رسوا ٿيڻ جي خوف کان، ان جو اعتراف ۽ برملا اظهار ڪرڻ جي جرئت نه ٿا ڪري سگهن. مثال طور: عيسائيت جي تعليمات ۾ نون نسلن جي ذهن ۾ هڪ اهڙي خدا جو تصور ويهاريو ويندو آهي، جنهن انسان جو روپ ڌاري ورتو آهي. اهو نئون نسل جڏهن سائنسي ميدان ۾ اڳتي وڌندو آهي، خدا جي ان بشري مظهر جي ابتي منطق ان جي سائنسي ذهن جي لاءِ قابل قبول ناهي رهندي.

۽ جڏهن انهن ذهنن کي خدا جو اهو تصور قبول ڪرڻ تي آماده ڪرڻ ۾ ڪاميابي ناهي ٿيندي ته، نتيجو اهو نڪرندو آهي ته منڊؤن، الله پاڪ جي تصور کي ئي ترڪ ڪيو ويندو آهي ۽ ان سان جيڪا مايوسي ۽ نفسياتي ردعمل ٿيندو آهي، ان ڪانپوءِ وري اهڙي قسم جي ڪنهن تصور کي قبول ڪرڻ جو امڪان باقي ناهي رهندو.

هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته الله پاڪ جي وجود کي سمجهڻ جو سائنسي طريقو ۽ ان جا اصول ڪهڙا ٿي سگهن ٿا؟ اسان جي خيال ۾ ان جو سادو ۽ نهايت مختصر طريقو اهو ٿي سگهي ٿو ته سائنسدان، قدرت جي جن مظهرن جو مشاهدو ڪري ٿو، اهو ان کي خالص قدرتي روپ ۾، پنهنجو ڪو به اثر ان تي وجهڻ ڪانسواءِ، جهڙي طرح هو ستارن ۽ خلائي تحقيق جي سلسلي ۾ ڏسندو آهي يا وڏ ۾ وڏ ان تي جزوي طور تي پنهنجو ڪوئي عمل اهڙو ڪري سگهي ٿو، جهڙو، ليبارٽريءَ جي تجربن ۾ تجزيي ۽ تحليل جي خاطر ڪيو ويندو آهي. ان ڪانپوءِ هو، اهڙيءَ ريت ڪيل مشاهدن جو مقابلو ٻين سائنسدانن جي مشاهدن سان ڪري، انهن ۾ قدرِ مشترڪ ۽ باهمي ربط معلوم ڪري ۽ انهن مان نتيجا اخذ ڪري ڪجھ اصول جوڙي وٺي ٿو.

ٻين لفظن ۾، خدا کي ڄاڻڻ جو سائنسي طريقو اهو آهي ته مظاهر فطرت ۾ نظم ۽ ترتيب ۽ سببن ۽ علتن جي تلاش ڪجي. ڇو جو اهو ئي نظم ۽ ترتيب، سبب ۽ علتون، هڪ ناظم ۽ خلاق ۽ هڪ علت العلل خدا ڏانهن رهنمائي ڪندا آهن. ڇو جو ڪائنات ۾ نظم ۽ ترتيب ۽ سببن ۽ علتن جي موجودگيءَ ۾ هڪ اهڙي ذات جي وجود کان انڪار، جيڪو هن سموري ڪارخاني کي هلائڻ جو ذميوار آهي، بلڪل بي معنيٰ ۽ فضول ڳالهه ٿي وڃي ٿي.

جڏهن انسان، خدا کي سمجهڻ جو اهو ابتو رستو ڇڏي ڏي ته: ”خدا به هڪ بشري صفتن جي مظهر جي ذات آهي ۽ ان جي بجاءِ، انسان کي الله پاڪ جي وجود جي ذات ۽ صفات جو هڪ ادنيٰ مظهر سمجهي ڪري ڪائنات تي غور ڪري ته هو الله پاڪ جي عظمت ۽ قدرت جو ادراڪ ڪرڻ جي قابل ٿي سگهي ٿو.“

سائنس جي سمورين ترقين جي باوجود اڃا تائين انسان جي رسائي، اسرار ڪائنات جي عباديات تائين ئي ٿي سگهي آهي. اڃا ڪيس فقط اهو اندازو ٿيو آهي ته ستارا بي انداز آهن. خلا جون وسعتون اڻ ڪٿ آهن. مادي ۽ توانائيءَ جا بنيادي جُزا ناقابل بيان حد تائين ڏکيا آهن ۽ انسان جي پنهنجي ڪائنات جي رفتار، وقت جي مقابلي ۾ هڪ سيڪنڊ جو ڪروڙون حصو، بلڪ ان کان به گهٽ آهي. توانائيءَ وسعت ۽ وقت جا نه ڄاڻ ڪيترا نوان پيمانا ۽ مظهر اهڙا آهن، جن منجهان ڪجھ جو ته هو هڪ ڌنڌلو تصور ڪرڻ جي قابل ٿيو آهي، پر گهڻن جو ته هو اڃا تصور به نه ٿو



ڪري سگهي. هو زندگيءَ کي هڪ حقيقت جي حيثيت سان ته ڏسي ۽ سمجهي ٿو، پر اڃا ان جي سائنسي حقيقت کي ماڻي نه سگهيو آهي. سندس محدود علم ڪيس وڏ ۾ وڏ اهو ٻڌائي سگهيو آهي ته هو، حقيقتن جي اڻ ڪٿ سمنڊ جي ڪناري تي بيٺو آهي.

انسان، ڇاڪاڻ جو اڃا عقلي طور تي الله پاڪ جي وجود ۽ مظاهرِ فطرت جو بنهه محدود ادراڪ ڪري سگهيو آهي، تنهن ڪري هو مجبور آهي ته روحاني ۽ وجداني طور تي ئي خدا تي ايمان آڻي. انساني زندگيءَ ۾ خدا تي ايمان، انسان جي لاءِ راحت ۽ سڪون جو سرمايو هوندو آهي. پر هڪ اهڙي سائنسدان جي لاءِ، جيڪو خدا جي وجود تي ايمان رکندو هجي، هر نئون مشاهدو ۽ تجربو ان جي ايمان کي تازگي ۽ ان جي روح کي فرحت بخشيندو آهي. ڇو جو، ان جو هر مشاهدو ۽ ان جي هر تحقيق ان جي آڏو، الله پاڪ جي وجود جي اهميت ۽ حقيقت کي واضح کان واضح تر ڪندي آهي.

****

# سائنس، منهنجي عقيدي کي مضبوط ڪيو

البرٽ ميڪو سڊونچسٽر
(ماهر حياتيات)

ڇا هڪ سائنسدانن جي لاءِ اهو ممڪن آهي تہ هو خدا جي ذات تي ان قسم جو عقيدو رکي جو الله پاڪ جي باري ۾ ان کي ايترو پختويقين هجي، جيترو ان شخص کي ٿي سگهي ٿو جنهن سائنس جو مطالعو نہ ڪيو هجي؟ ڇا، سائنسي معلومات ۾ ڪا اهڙي شيءِ آهي جيڪا الله پاڪ جي وجود جي قدرت ۽ عظمت ۾ ڪمي آڻي سگهي؟ ان قسم جا سوال، اڪثر ڪري انهن ماڻهن جي ذهن ۾ ايندا آهن، جيڪي اهو ڀائيندا آهن تہ سائنسدان پنهنجي وسيع تحقيقي مشغلن جي دوران اهڙيون حقيقتون معلوم ڪري وٺندا آهن جيڪي الهامي تعليمات جي خلاف هونديون آهن، پر پنهنجو ذاتي تجربو ان کان ڪافي مختلف آهي، جڏهن مون هڪ ڪاليج جي شاگرد جي حيثيت سان سائنس جي ميدان ۾ پير پائڻ جو ارادو ڪيو تہ اهو ڏينهن مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي، جڏهن منهنجي هڪ ماسيءَ مون کي هڪ پاسي وٺي سنجيدگيءَ سان اهو ارادو ڇڏي ڏيڻ جي فرمائش ڪئي. ڇو جو ان جو خيال هيو تہ سائنس جي تعليم سان منهنجو خدا تان عقيدو کڄي ويندو. ان وٽ ۽ پڻ ڪوڙ ٻين ماڻهن وٽ بہ سائنس ۽ مذهب بہ ٻہ متضاد طاقتون آهن. هڪ کي هٿ ڪرڻ، معنيٰ ٻئي تان هٿ پٽڻ جي برابر آهي.

اڄ مان وڏي مسرت سان چئي سگهان ٿو تہ هڪ ڊگهي عرصي تائين سائنس جو مطالعو ڪرڻ ۽ ان ميدان ۾ ڪم ڪرڻ جي باوجود، الله پاڪ تي منهنجو عقيدو، بجاءِ ڪمزور ٿيڻ جي تهائين وڌيڪ پختو ٿيو آهي ۽ ان جا بنياد اڃا وڌيڪ پختا ٿيا آهن.

سائنس جو مطالعو، الله پاڪ جي عظمت ۽ ان جي قدرت جي بصيرت پيدا ڪندو آهي ۽ اها بصيرت، هر انڪشاف کان وڌيڪ عميق هوندي آهي. سائنس، مشرڪاڻن وهمن کي، جيڪي اسان جي مذهبي عقيدن ۾ شامل ٿي ويندا آهن، انهن









نوس حقيقتن سان بدلائي ڇڏيندي آهي، جيڪي اسين مشاهدي جي قابل شاهدين سان ثابت ڪري سگهندا آهيون. جهڙيءَ طرح سائنس، اسان جي طريقهٔ علاج ۾ ڏاڍڪي وٺڻ، ڦيٽن پڙهڻ ۽ اگربتين ٻارڻ واري رواج کي ختم ڪري، نئين طريقهٔ علاج کي هٿي ڏني آهي، اهڙيءَ طرح خدا بابت بہ اسان جي تصورات کي تبديل ڪري ڇڏيو آهي. انهن انڪشافن خدا ۽ انسان جي تعلق کي هڪ نئين بنياد تي قائم ڪيو آهي. اڄ اسين اهو ڄاڻون ٿا تہ بيماري خدا جي طرفان گناهن جي سزا ناهي هوندي، بلڪ ننڍن ننڍن جراثيمن جي حملن سان پيدا ٿيندي آهي.• انهن حقيقتن جي علم سان خدا تي اسان جي عقيدي ۾ ڪنهن قسم جي ڪمزوري پيدا ناهي ٿيندي. بلڪ اسان کي خدا ۽ ان جي جوڙيل ڪائنات جي باري ۾ وڌيڪ معلومات حاصل ٿي وئي آهي.

منهنجي مطالعي جو ميدان، حياتيات جون وسعتون آهن، جنهن کي اسين زندگيءَ جي مطالعي جي سائنس چوندا آهيون. خدا جي تمام شاندار مخلوقات ۾ اسان جي دنيا جي ساهدار شين کان ڪائي شيءِ فوقيت حاصل ڪري نہ ٿي سگهي.

ڪنهن زماني ۾ گهڻن ماڻهن جو اهو عقيدو هيو تہ اهو خيال ڪرڻ تہ خدا پاڪ، جيڪا شيءِ جنهن صورت ۾ جوڙي، هاڻي اها ان صورت ۾ ناهي. بلڪ هاڻي ان ۾ ڪجهہ تبديلي ٿي وئي آهي. هڪ قسم جي بي ادبي آهي! پر هاڻي ڪوڙ مفڪرن اها ڳالهہ مڃي ورتي آهي تہ ساهدار مادي ۾ تناسل جي پيچيده مشين جي تخليق، جيڪا ماحول جي تبديليءَ سان تغيرات پيدا ڪرڻ جي طاقت رکي ٿي، هڪ زبردست ڪارنامو آهي ۽ اهو ان ڪم کان گهڻو اهم آهي تہ ڪا شيءِ هميشہ هڪجهڙيون شڪليون پيدا ڪندي رهي.

ايئن ٿو لڳي تہ سائنسدان عنقريب هڪ ٻيو انتهائي اهم انڪشاف ڪرڻ وارا آهن: ”آزمائشي ٽيوب ۾ تخليقِ حيات“ اهو صحيح آهي تہ تجربو اڃا ابتدائي صورت ۾ آهي، پر اهي ڪيمياوي جزن جي اهڙيءَ طرح مناسب طريقي تي آزمائش ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن جو ان مان اهو مادو پيدا ٿي پوي ٿو جنهن کي، ”دي سوڪسي ري بونو ڪليڪ ايسڊ“ (ڊي. اين. اي) چئجي ٿو. پهريان اهو ڪيمياوي مرڪب صرف جاندار خلين ۾ ڏسبو هيو، اهو زندگيءَ جو جوهر آهي. هي اهو موروثي مادو آهي، جيڪو نسل درنسل منتقل ٿيندو رهندو آهي ۽ پنهنجو نپو هر پيدا ٿيندڙ زندگيءَ تي هڻندو آهي.

---

• البت، ڪڏهن ڪڏهن هزار احتياطن جي باوجود بہ مَر-ڇڏو بيماريون اچي گهر ڪنديون آهن، ايئن اڪثر انهن ماڻهن سان ٿيندو آهي، جيڪي استحصالي ذهنيت ۽ سامراجي وهنوار ڪندي پورهيتن جا گهر لٽيندا آهن، ان کي مڪافات عمل چئبو آهي. اهو بہ قدرت جو اٽل قانون آهي.(سنڌيڪار)

ان ڪيميائي مرڪب کي هڪ قسم جي زندگيءَ جي مادهء اوليٰ مان ٻئي قسم جي زندگيءَ جي مادهء اوليٰ ۾ ڪاميابيءَ سان منتقل ڪيو ويو آهي ۽ ان ريت موروثي خاصيتن کي منتقل ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ٿي آهي.

انسان جي ان پيدا ڪيل ڪيمياوي مرڪب (ڊي. اين. اي) لاءِ ڇا چئجي؟ ڇا ان کي بہ ڪاميابيءَ سان هلائي سگهبو؟ جيڪڏهن ايئن ٿي ويو تہ انسان بنيادي زندگي پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو.

ان ڪوشش جا آخري نتيجا اڃا تائين ظاهر نہ ٿي سگهيا آهن. ڪوڙ سائنسدانن کي ان جي ڪاميابيءَ ۾ شڪ آهي. ڪي ان کي ناممڪن سمجهن ٿا پر ان ۾ ڪاميابي ملي بہ پوي تہ ان سان ماڻهن جو خدا تان عقيدو ختم ٿي ويندو؟

اها ڪيفيت صرف انهن ماڻهن جي آهي، جن جو عقيدو وسطي هوندو. انهن ماڻهن جي لاءِ، جن جو عقيدو معقول غور فڪر جو نتيجو آهي، اها ان اعليٰ ترين فنڪار جي شاهڪار کي سمجهڻ جي سلسلي ۾ ٻي وک هوندي، جنهن هي سمورا عجائبات پيدا ڪيا آهن ۽ حقيقتن جي تهائين گهري بصيرت سان خدا تي اعتماد اڃا بہ پختو ٿي ويندو.

****



# ڪيميائي قانون ۽ خدا

**جان ايڊلف موبلر**

(ماهر ڪيميا)

ڪيمياوي قانونن جو خدا سان ڪهڙي قسم جو تعلق آهي. انساني ذهن ڪيترو محدود آهي ۽ اڄڪلهہ جي بهترين فاضلن جي لاءِ ڪهڙيءَ ريت اهو مناسب آهي تہ هو عاجزي ۽ نوڙت اختيار ڪن؟ اهي ڳالهيون واضح ڪرڻ جي لاءِ مان چاهيان ٿو تہ پنهنجي پڙهندڙن کي ڪيمياوي علمن جي سموري مختصر تاريخ ٻڌائي ڇڏيان. اهو منهنجو خاص ميدان آهي، پر مان ڪوشش ڪندس تہ اصطلاحي زبان ۾ ڳالهہ نہ ڪريان بلڪ سادي ۽ غيراصطلاحي زبان استعمال ڪريان.

تهذيب جي سج اڀرڻ ڪانپوءِ انسان هميشہ اها ڪوشش ڪندو رهيو آهي تہ، هو پنهنجي چوڌاري مادي دنيا جي تبديلين کي سمجهي سگهي. شروعات ۾ مادي بابت ان جي معلومات نامڪمل ۽ اڻ ڇٽي هئي. ڊيمقراطيس، (تقريباً 400 قبل مسيح) پهريون شخص هيو، جنهن اهو خيال ظاهر ڪيو تہ، هر شيءِ ننڍن ننڍن ذرن مان ملي ڪري ٺهي آهي جيڪي پنهنجي جاءِ تي خود هڪ مستقل وجود رکن ٿا. اهو خيال، مادي جي مستقل وجود جي تصور کان انڪار جوهڪ جرئتمنداڻو اعلان هيو ۽ ڏسڻ جي حس (Sense of Sight) واري اصول کان متضاد هيو، پر اهو جلدي ان دور جي تصوف ۾ گم ٿي ويو.

1774ع ۾ ”پرلٿيلي“ آڪسيجن جو انڪشاف ڪيو ۽ 1776ع ۾ ”لارڊ هنري ڪلونڊشن“ هائيڊروجن دريافت ڪئي. ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ ”انپٽوائن ليوبشر“ اها تحقيق ڪئي تہ هوا، آڪسيجن ۽ نائٽروجن جو مرڪب آهي. ان اهو دليل بہ ڏنو تہ پاڻي هڪ عنصر ٿي نہ ٿو سگهي، ڇو جو هائيڊروجن کي هوا ۾ ساڙي نہ ٿو سگهجي.

جان ڊالٽن، 1808ع ۾ ڪوشش ڪئي تہ ڪيمسٽريءَ جي پنهنجي زماني تائين جي سموري معلومات کي يڪجا ڪري وٺي. سندس مطابق عنصر ننڍا ننڍا جوهر آهن جن کي ذرڙا چئبو آهي ۽ عنصر جا ذرڙا هڪجهڙا بہ آهن ۽ مختلف بہ. هو،

جوهرن کي ناقابل تحليل يا لافاني سمجهندو هيو.

جڏهن اها شيءِ هڪ مجيل حقيقت تسليم ٿيڻ لڳي ته هر جاءِ تي قانون جي حڪمراني آهي ته، مادي بابت تحقيق هڪ مستقل سائنس بڻجي وئي، پوءِ تقريباً اڌ صديءَ تائين علم ڪيميا، نيوٽن جي تصورات جي روشنيءَ ۾ ترقي ڪندو رهيو.

”دونوائي“ چوي ٿو ته هر ڳالهه تجربات جي پيمانن تي ٻيڌل هجي ٿي. اهو ممڪن آهي ته اسان جي پئمانن جي لحاظ کان جيڪا شيءِ سئو فيصد وقوع پذير ٿي وئي هجي، اها ٻين پيمانن جي لحاظ کان ناقص ۽ اڌپوري هجي.

ڪِٿپ جي قانونن جي پردي جي پويان ڪهڙي قوت ٿي رهنمائي ڪري؟ جڏهن اسين قانون اتفاق جو اطلاق ڪنهن فطري واقعي جي امڪان تي ڪريون ٿا. مثال طور: عنصرن منجهان هڪ پروٽين وارو ماليڪيول ناهي وٺن ته ان جي لاءِ دنيا جي عمر ٿي بلين (ارب) سال قرار ڏيڻ سان به اها ڳالهه وقوع پذير ٿي نه ٿي سگهي، پر اسين اهو تسليم ڪري وٺئون ته ڪا رهنما طاقت آهي، جنهن جو ڪو مقصد به آهي ته اسين اها ڳالهه سمجهي سگهئون ٿا ته ڪهڙيءَ ريت انتشار مان هم آهنگي ۽ موافقت ٿي پيدا ٿي؟

انسان کي فطرت جي پوري نظام ۾ تنظيم ۽ تدبر پيو نظر اچي. ڪائنات ڪنهن مقرر مقصد ڏانهن سفر ڪندي پئي نظر اچي. اها ڳالهه ان نظام مان ثابت پئي ٿئي، جيڪو اسان کي ايٽم ۾ نظر پيو اچي. هڪ مقرر سانچو آهي، جيڪو هر جاءِ تي استعمال ٿي رهيو آهي. ڪنهن ڏينهن اسين اهو به معلوم ڪري وٺنداسون ته ڪهڙيءَ ريت اها قوت گڏ ڪئي ويندي آهي، جنهن مان مادي جا ڍير تيار ٿيندا آهن. سڀ ڪان پهريائين، ”آئن اسٽائن“ مادي ۽ طاقت جي ان رشتي کي واضح ڪيو. اجا ته ماڻهوءَ تي ذراتي قوت جا سربستہ راز کلڻ مس شروع ٿيا آهن. هينئر اسين مادي مان طاقت حاصل ڪريون ٿا. ڪنهن ڏينهن اسين طاقت مان، مادو پيدا ڪرڻ جي لائق به ٿي ويندا سون.

ڏور تمام ڏور- ستارن ۾ به اسان کي اهڙن عنصرن جو پتو ملي ٿو، جيڪي زمين جي عنصرن جهڙا آهن. اڄڪلهه جي سائنس جو اهو عقيدو آهي ته اهي ئي فطري قانون، جيڪي اسان جي دنيا ۾ نافذ آهن، ٻاهرين خلا جي ڏورانهن مقامن ۾ به ايئن جاري آهن. جيڏانهن به اسان جي نظر کڃي ٿي، اسان کي تدبر، تنظيم ۽ هم آهنگي نظر اچي ٿي. مون کي ان ڳالهه جو پختو يقين آهي ته هڪ عقلِ ڪل، هن ڪائنات کي هڪ منصوبي تحت پيدا ڪيو آهي ۽ اهو ان جي منزل ڏانهن رهنمائي ڪري رهيو آهي. توڙي جو فطرت جون ڪوڙ اهڙيون شيون به آهن جن جي توجيهه اجا تائين نه ٿي سگهي آهي ۽ جن تي راز جا پردا پيل آهن، پر اسين هاڻي اها غلطي نه ڪنداسين، جيڪا آڳاٽن ماڻهن ڪئي هئي جو: ”خدا جي تصور کي نامعلوم شين



جي توجيهه جو ذريعو بڻائي ڇڏيائون ۽ هر خدا کي الڳ الڳ ذميواريون سونپي ڇڏيائون.“ جڏهن سائنس ترقي ڪئي ۽ مظاهر فطرت جا ڪوڙ ساترا راز کلي پيا ته، اهي قانون جيڪي منجهن نافذ هيا، معلوم ٿيڻ لڳا ۽ انهن ”خدائن“ جي ضرورت باقي نه رهي. ان ڪري گهڻن جي لاءِ خدا هڪ بيڪار شيءِ بڻجي وئي.

اسان کي ذهن ۾ خدا جو تصور قائم ڪرڻ، ان جي ذات ۽ صفات تي غور و فڪر ڪرڻ، ڪائنات جي تنظيم ۽ ان جي قانونن جي عظمت جي ذريعي ان کي سڃاڻڻ ۽ ان جي حضور ۾ سرڙو نمائڻ جي به ڪوشش ڪرڻ گهرجي. گهڻا ماڻهو اڻ ڄاتل حقيقتن کي فطرت جي قانونن جي انڪشافن جي ذريعي ظاهر ڪري سگهن ٿا، پر انسان ڪڏهن به فطري قانونن جي تخليق ڪري نه سگهندو. خدا ئي حقيقي قانونساز آهي. انسان، قانونن جو صرف درجيوار انڪشاف ڪري ان جي ترجماني ڪري سگهي ٿو. هر اهو فطري قانون، جيڪو انسان معلوم ڪري ٿو، اهو ان کي خدا جي قريب تر ڪري ڇڏي ٿو. خدا، انهن قانونن جي ذريعي پاڻ کي، اسان تي واضح ڪندو رهي ٿو. رُڳو اهوئي نه پر آسماني ڪتابن جي ذريعي به هن پنهنجو انڪشاف ڪيو آهي ته اهو تمام وڏو انڪشاف آهي.

****

# تجربي گاهه جون شاهديون

ايلمر ڊبليو مور
(محقق ڪيميا)

علم ڪيميا جي شاگرد هجڻ جي حيثيت سان مان خدا جي شخصي تصور جو قائل آهيان. منهنجو ان ڳالهه تي پختو يقين آهي تہ هن ڪائنات جو ۽ جيڪو ڪجهہ ان ۾ موجود آهي، ان جو خلقڻهار هڪ عقل ڪل آهي. اهو عقل ڪل ئي خدا جو ٻيو نالو آهي.

هن ڪائنات ۾ جيڪو نظم و ضبط نظر اچي ٿو، ان کي ڪنهن بہ صورت ۾ حادثو يا اتفاق قرار نہ ٿو ڏئي سگهجي. فطرت جي رنگ برنگي مظهرن ۾ جيڪو معنوي ربط ڏسجي ٿو، اهو ان بلند ۽ بالاذات جي ذهانت جي طفيل آهي. جنهن ڪري قانون، ترتيب ۽ ذهانت ۾ هڪ گهرو تعلق آهي.

سائنسدان جي حيثيت سان مان ان ڳالهہ جو قائل آهيان تہ الله پاڪ، هن ڪائنات جو مستقل ناظم آهي. هن جيڪي قانون جوڙيا آهن اهي اٽل ۽ حتمي آهن. مان تجربي گاهہ ۾ ان يقين سان داخل ٿيندو آهيان تہ اڄ جيڪي قانون صحيح ۽ برحق آهن- اهي سڀاڻي بہ صحيح ۽ برحق هوندا ۽ انهن جي حيثيت قيامت تائين برقراررهندي. جيڪڏهن اها شيءِ نہ هجي تہ تجربي گاهہ ۾ منهنجي زندگي عذاب بڻجي وڃي. مان هر وقت شڪ ۾ ورتل رهان ۽ منهنجا سمورا تجربا اعتبار جوڳا ئي نہ رهن. مثال طور، جڏهن آئون تجربي گاهہ ۾ داخل ٿي پاڻيءَ سان ڀريل هڪ پيالي کي گرم ڪندو آهيان تہ مان ٿرماميٽر ڪانسواءِ ئي اهو ٻڌائي سگهندو آهيان تہ پاڻيءَ جي تپش جو درجو 100 سينٽي گريڊ رهندو، بشرطيڪ هوا جو دٻاءُ 760 م م رهندو. جيڪڏهن اهو دٻاءُ 760 م م کان گهٽجي ويندو تہ پاڻيءَ کي بخارات ۾ تبديل ڪرڻ جي لاءِ گهٽ حرارت درڪار هوندي، تنهن ڪري درجہ حرارت بهرحال 100 کان گهٽ ئي رهندي. ان جي برعڪس جڏهن دٻاءُ وڌيڪ تيز هوندو تہ تپش جي درجي ۾ بہ ان نسبت سان اضافو ٿيندو. ان تجربي کي مان جيترا ڀيرا چاهيان، دهرائي





سنڌيڪا :سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار



سگهان ٿو. جيڪڏهن مون کي هوا جو دٻاءُ معلوم هجي تہ مان پاڻيءَ جي ٻڙڪڻ جو وڏي اعتماد سان اندازو ڪري سگهان ٿو.

علم ڪيميا جي ماهرن، دٻاءُ ۽ حرارت جي ان تعلق جي ذريعي عجيب و غريب ڪمالات جو مظاهرو ڪيو آهي. نهايت گهٽ دٻاءُ تحت، قطرن ٽپڪڻ سان هو گلن جو عرق ڪڍڻ ۽ کير خشڪ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن. اسان جي گيسولين ۽ تيل جي صنعت، حرارت ۽ دٻاءَ جي ان رشتي جي بنياد تي قائم آهي. اسان جا گهڻا انڪشاف ۽ اسان جو گهڻو صنعتي ڪاروبار ان تعلق جي آڌار آهي. اهو رشتو ڏاڍو پائيدار آهي ۽ ڪنهن اتفاق جو نتيجو ڪونهي.

جيڪڏهن مون کي جهنگل ۾ هلندي هلندي هڪ جهوپڙي ملي وڃي، جنهن جي چوڌاري گلن جون خوبصورت ڦاريون بہ هجن تہ ان جهوپڙي ۽ ڦارين جي وجود مان فوراً اهو نتيجو اخذ ڪندس تہ، جهوپڙي ڪنهن شخص تعمير ڪئي آهي. ڪو بہ ايئن نہ چوندو تہ اها، خودبخود ٺهي پئي آهي. ساڳيو ئي حال، عنصرن ۽ فطرت جي قانونن جو آهي. معمولي هوش ۽ عقل رکڻ وارو ماڻهو بہ ڄاڻي ٿو تہ ڪنهن منصوبہ ساز ذات ان جي منصوبہ بندي ڪئي ۽ پوءِ ان کي عملي جامو پهرايو. مون وٽ اها منصوبہ ساز ذات ”خدا پاڪ“ آهي.

آئون، ڏکي عرصي کان ان عظيم ذات کي مقدس ڪتاب جو ئي خدا سمجهندو آهيان. شروع شروع ۾، انجيل جون وضاحتون، سائنس جي مڃيل اصولن جي مطابق نہ لڳنديون هيون. تنهن ڪري انهن کي قبول ڪرڻ ۾ چڱي خاصي ڏکيائي پيش ايندي هئي، پر اهي ڏکيائيون خودبخود ختم ٿي ويون. مثال طور: يسوع عليہ السلام، متيءَ جي انجيل ۾ اهو فرمايو آهي تہ:

> ”توهين زمين جو لوڻ آهيو، پر جيڪڏهن لوڻ جو مزو ويندو رهي تہ اهو ڪهڙي شيءِ سان نمڪين ڪيو ويندو؟ پوءِ اهو ڪنهن نہ ڪم جو! سواءِ ان جي تہ ڪٽي ڦٽو ڪري ڇڏجي ۽ ماڻهن جي پيرن ۾ پيو لتاڙجي.“ (متي: 5-13)

اهڙيءَ طرح لوقا ۾ فرمايائين:

> ”لوڻ سٺو تہ آهي پر لوڻ جو مزو ويندو رهي تہ اهو ڪهڙي شيءِ سان نمڪين ٿيندو؟ نہ اهو زمين جي ڪم جو رهيو نہ ڪي ڪاڌي جي ڪم جو. ماڻهو اهو ٻاهر ڦٽو ڪري ڇڏيندا آهن.“ (لوقا: 14: 34: 35)

هڪ ڪيميادان جي حيثيت سان مون سوچيو تہ لوڻ هڪ اهڙو مرڪب آهي، جنهن جون مستقل صلاحيتون آهن. تنهن ڪري ان جي ذائقي خراب هجڻ جا بہ سبب ئي ممڪن آهن.

- هڪڙو: ڪنهن ڪيميائي عمل جي ڪري اهو لوڻ نه رهي بلڪ ڪو ٻيو مرڪب ٿي ويجي.
- ٻيو ته: ان ۾ ٻيا گندا جزا ايتريقدر شامل ٿي وڃن جو ان جو ذائقو انهن جي ڪري دٻجي رهجي وڃي.

منهنجي خيال ۾ پهرئين ڳالهه بحث ڪان ٻاهر آهي. حضرت مسيح عليه السلام ايترو شاندار مبلغ هيو جو ڪا به اهڙي ڳالهه نه پئي ڪري سگهيو، جيڪا عوام جي سمجهه کان بالاتر هجي، تنهن ڪري مون کي هڪ قسم جو يقين ٿي ويو ته ان جو اشارو ٻئي سبب ڏانهن آهي. ٿوري تحقيق ڪانپوءِ مون اصل راز ڄاڻي ورتو.

رومي، مقدس زمين تي رهندڙن کان لوڻ ڍل طور وصول ڪندا هيا. انهن ماڻهن کي گهٽي ۾ گهٽو ڍل، بحيرهءِ مردار يا بحيرهءِ لوڻ مان ملندي هئي. اها ڍل ايڏي ته ظالماڻي هئي جو ماڻهو ويچارا لوڻ ۾ واري وجهڻ تي مجبور هيا. حڪومت، ان لوڻ کي وڏن وڏن حوضن ۾ رکندي هئي. جڏهن لوڻ، پاڻيءَ ۾ تحليل ٿي ويندو هيو ته لوٽيانو پاڻي ٻاهر ڪڍيو ويندو هيو ۽ گندگي خودبخود تري ۾ رهجي ويندي هئي. لوڻ ان ڪري پنهنجو ذائقو ڇڏي ڏنو هيو جو اهو هاڻي لوڻ نه رهيو هيو، جنهن ڪري پيرن ۾ لتاڙڻ جي ئي قابل رهيو هو.

۽ اهو ئي هڪ طريقو نه هيو، جنهن سان لوڻ پنهنجو ذائقو ڇڏي ڏيندو هيو. بحيرهءِ مردار جي ڪناري تي جيڪو پاڻي هوندو هيو ان ۾ 31 سيڪڙو لوڻ، 130 سيڪڙو ڪيلشيم، ڪلورائيڊ ۽ اهڙي قسم جا ٻيا ڪوڙ اجزا شامل هوندا آهن. ڪيلشيم ۽ ميگنيشيم ڪلورائيڊ، هوا مان پاڻي جذب ڪرڻ جا عادي آهن ۽ جڏهن لوڻ سان گڏجي ويندا آهن ته ان کي نمڪين ڪري ڇڏيندا آهن. ماڻهن وٽ اهو عام رواج هيو ته هو اهڙي قسم جي نمڪين پاڻيءَ جا وڏا وڏا ذخيرا انهن جاين ۾ جمع ڪري ڇڏيندا هيا، جن جا فرش پڪا هوندا هيا. گهڻو ڪري ته لوڻ جا جيڪي ترا جمي ويندا هيا، سي خراب ٿي ويندا هيا. چو جو لوڻ، آباديءَ لائق ٻنين جي لاءِ سخت نقصانڪار هوندو آهي. تنهن ڪري ڪو به ماڻهو، اهو پنهنجي ٻنيءَ ۾ ڦٽي ڪرڻ جي اجازت نه ڏيندو هيو. جنهن ڪري اهو گهٽين ۾ ڦٽو ڪيو ويندو هيو جتي ايندن ويندن جي پيرن ۾ پيو لتاڙبو هيو.

منهنجن تجربن ۽ مشاهدن ۾ جيتريقدر ترقي ٿيندي وئي، اوترو ئي منهنجو يقين پختو ٿيندو ويو ته: ”انجيل جي تعليمات، سائنس جي عين مطابق آهي.“

مون کي علوم طبيعيءَ ۾ اڄ تائين ڪائي اهڙي شيءِ نظر ناهي آئي جيڪا انجيل جي تعليمات سان ٽڪرائجندڙ هجي. اهو خدا، جيڪو هن ڪائنات جو خالق آهي، اهوئي ان جو مالڪ ۽ حڪمران به آهي.



# اللہ پاڪ جي وجود تي علم طب جي شاهدي

## پال ارنسٽ ٽولف

(ماهرِ طب)

هن بحث جي سڀ کان اهم سوال جو جواب عرض ڪندي مان اها ڳالهه پوري يقين سان چئي سگهان ٿو ته: ”مان خدا تي ڪامل ايمان رکان ٿو.“ منهنجو اهڙو عقيدو، ڇڙو روحاني احساسن جي نوعيت جونتيجو ناهي. بلڪ طبابت مان به ان جي پوريءَ طرح تصديق ٿئي ٿي ۽ منهنجن انهن فني تجربن، منهنجي ايمان کي سگهه بخشي آهي.

گهڻو عرصو اڳ، جڏهن مان طب جي هڪ مدرسي ۾ شاگرد هيس، مون انهن تبديلين جي بنيادي مادي تصور جي واقفيت حاصل ڪئي جيڪا ڪنهن زخم جي ڪري، انساني جسم ۾ واقع ٿيندي آهي. مون جڏهن خوردبين جي مدد سان خلين جو مطالعو ڪيو ته مون تي انڪشاف ٿيو ته، انسان جي جسماني ساخت تي مختلف اثرات مرتب ٿي ڪري زخمن جي ڇٽي وڃڻ ۾ ان جي ڪهڙيءَ طرح مدد ڪندا آهن. تعليم ختم ڪرڻ ڪانپوءِ مون کي جڏهن زندگيءَ جي عملي ميدان ۾ قدم رکڻ جو موقعو مليو ۽ مون طب ۽ جراحت کي پيشي طور اپنايو ته مون کي پنهنجي فن تي تمام گهڻي اعتماد سان گڏ، ان ڳالهه جو يقين هيو ته زخمن ڇٽڻ جي سمورن طور طريقن کان چڱيءَ طرح واقف ٿيان ۽ جيڪڏهن صحيح ۽ موزون قسم جي دوا ۽ ملم تيار ڪجي ته زخم ضرور ٺيڪ ٿي سگهن ٿا. پر مون کي سٽ ئي پتو پئجي ويو ته مون هڪ زبردست ۽ طاقتور عنصرن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو، جنهن کي الله جي مرضيءَ جو نانءُ ڏنل آهي ۽ جنهن کي طبي تصور ۾ شامل ڪرڻ ڪانسواءِ ڪوئي چارو ڪونهي.

شفاخاني ۾ جن مريضن جي نگراني منهنجي حوالي ڪئي وئي، انهن ۾ هڪ ستر سالن جي ٻيڙي به هئي جنهن جو ڪلهو زخمي هيو. جڏهن ان جو علاج شروع ڪيو ويو ته ان جا خليا وڏي تيزيءَ سان ٺيڪ ٿيڻ لڳا. مون ڪيس ايترو تڪڙو تندرست ٿي وڃڻ تي مبارڪ ڏني. اسين ان جي حالت مان ايترو مطمئن ٿياسون جو سرجن چئي ڇڏيو ته هن ٻيڙيءَ کي 24 ڪلاڪن ۾ موڪل ڏني وڃي. چاڪاڻ جو اها

هاڻي بنا سهاري جي آسانيءَ سان گهمي ڦري پئي سگهي.

آچر جو ڏينهن هجي. ان جي نياڻي ساڻس ملڻ آئي. مون ان کي چيو ته هاڻي ان جي امڙ نيڪ ٿي چڪي آهي، تنهن ڪري سڀاڻي ڪيس اسپتال مان گهر وٺي وڃجو. ڇوڪري منهنجي ڳالهه ٻڌي پنهنجي امڙ وٽ آئي ۽ ڪيس ٻڌايائين ته مون بابا سان، تنهنجي گهر منتقل ٿيڻ بابت مشورو ڪيو آهي ۽ هو ان نتيجي تي پهتو آهي ته چاڪاڻ جو گهر ۾ تنهنجي ٿهل ٽڪور سٺي نموني نه ٿي سگهندي، تنهن ڪري مناسب ايئن آهي ته توکي "دارالضعفاء" ۾ موڪليو وڃي.

ڪجهه ڪلاڪن ڪانپوءِ، مان جڏهن ان ٻڍڙيءَ ڏانهن ويس ته مون ڏٺو ته وڏي تيزيءَ سان هوءَ لهڪارجي رهي هئي ۽ هوءَ چوويهن ڪلاڪن جي اندر اندر دنيا مان رخصت ٿي وئي. ان جي موت جو ڪارڻ ڏڪ نه هيو، بلڪ دل جو عارضو هيو. اسين لک ڪوششون ڪيون ته بهتر کان بهتر جيڪا دوا هجي سا ڪيس ڏني سون پر هوءَ بچي نه سگهي ۽ وڃي پنهنجي رفيقِ اعليٰ سان ملي.

هن جي ڪلهي جو زخم پرجي چڪو هيو، پر دل ويهجي وئي هيس. اهي زندگيءَ جون سموريون رونقون، جيڪي زندگيءَ جي لاءِ بنهه ضروري آهن. جڏهن هن ڏٺو ته اهي نه رهيون ته پوءِ تندرستي خواب هيو، جيڪو شرمندهءِ تعبير نه ٿي سگهيو.

ان واقعي جو منهنجي دل تي وڏو اثر ٿيو. مون کي يقين هيو ته جيڪڏهن ٻڍڙي مايوسيءَ جو شڪار نه ٿئي ها ته اهو حادثو ڪڏهن به پيش نه اچي ها. اميد آهي، جنهن تي زندگي قائم آهي، اها صرف ايمان بالله سان پيدا ٿيندي آهي. مان جڏهن به ان حادثي کي وقت جي وٿيءَ مان جهاتي پائي ڏسندو آهيان ته منهنجي دل جي دنيا زيرو زبر ٿي ويندي آهي.

هڪ طبيب جي حيثيت ۾، مان خدا کي خالقِ ڪائنات ته مڃيان ٿو، پر ان سان گڏ اهو به سمجهان ٿو ته انساني جسم ۾ جيڪي تبديليون ٿينديون آهن، انهن جي نوعيت نج مادي آهي ۽ مادي اثرات ئي انهن تبديلين جا محرڪ آهن. انهن تغيرن ۾ خدا پاڪ جو ڪو خاص دخل ڪونهي. ڇا اهو باور ڪري سگهجي ٿو ته مالڪ پنهنجن بندن کي پيدا ڪندو آهي ۽ پيدا ڪري وٺڻ ڪانپوءِ انهن کان بي تعلق ٿي ويندو آهي؟ جنهن ٻڍڙيءَ جو مون، مٿي ذڪر ڪيو آهي، اها جسماني طور تي صحتياب ٿي چڪي هئي، پر هن جي روح، موت جي آڏو هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيا، جنهن ڪري هوءَ ساڳائي نه سگهي. حضرت مسيح عليہ السلام ڪيڏو نه صحيح چيو آهي ته:

"ان مان ڇا فائدو ته انسان سموري دنيا حاصل ڪري وٺي، پر پنهنجو روح وڃائي ڇڏي؟"

ان واقعي کان پوءِ مون کي ان ڳالهه جو به شدت سان احساس ٿيو ته ڪنهن



شخص جو علاج ڪرڻ لاءِ ان جي جسم ۽ روح، ٻنهي جو فڪر ڪرڻ گهرجي. تنهن ڪري جڏهن هڪ پاسي، دوائن ۽ سامان مان استفادو ڪجي ته ٻئي پاسي ان شافيءَ مطلق کان به دعا ڪرڻ گهرجي، جنهن جي مرضيءَ ڪانسواءِ ڪو به ڪم پورو ٿي نٿو سگهي. سهولتن ۽ تڪليفن جي لاءِ خدا جا مقرر قانون آهن. جڏهن انهن قانونن جي پاسداري ٿئي ٿي ته سهولتون ۽ جڏهن انحراف ٿئي ٿو ته تڪليفون اچن ٿيون. ان ڪري دعا مان مطلب ٿيندو ته اهڙي ڪنهن شعوري يا غيرشعوري انحراف کان بچڻ جو تهيو ڪرڻ. اسباب جي فراهمي ۽ فطرت جي اسباب تي ايمان، هي ٻئي شيون شفايابيءَ جي لاءِ ضروري آهن. اهي ٻئي طب جي علم جي لاءِ نهايت ئي ضروري آهن ۽ انهن ٻنهي جي سنگم سان ئي هڪ قابلِ اعتماد جديد طبي فلسفو وجود ۾ اچي سگهي ٿو.

طب جي علم ۾، نفسيات جنهن تيزيءَ سان اهميت حاصل ڪري رهي آهي، ان سان منهنجي احساس کي تهائين سگهه ملي آهي. حال ۾ جيڪي مختلف تجربا بيان ڪيا ويا آهن، انهن مان پتو پيو آهي ته وڏين وڏين آمريڪي آبادين ۾، اسي فيصد مريض اهڙا آهن جن جي بيماريءَ جو سبب گهڻو ڪري ذهني ۽ نفسياتي آهي ۽ انهن مريضن منجهان اڌ اهڙا آهن، جن ۾ بظاهر بيماريءَ جي ڪائي علامت ڪانهي! ان ڏس ۾ ان ڳالهه جي وضاحت ڪري ڇڏڻ به نهايت ضروري آهي ته، اهي نفسياتي يا اعصابي ڪارڻ ڇڙو تصور يا وهم ڪونهن، بلڪ اهي بيماريون دنيا ۾ موجود آهن ۽ انهن جا ڪارڻ به تخيلاتي ناهن، بلڪ اهي سچ پچ محسوس به ڪري سگهجن ٿا. جيڪڏهن طبيب ٿورو به عقل کان ڪم وٺي ته انهن کي پروڙي سگهي ٿو.

سوال اهو آهي ته آخر انهن اعصابي بيمارين جا بنيادي ڪارڻ ڪهڙا آهن؟ نفسيات جي ماهرن ان سلسلي ۾ جيڪا تحقيق ڪئي آهي، ان مان پتو پوي ٿو ته بيشمار ڪارڻ منجهان ڪجهه اهم ڪارڻ: "قوت اراديءَ جو فقدان، نفرت، خوف، مايوسي ۽ نااميدي، شڪ، حسد ۽ خودغرضي آهن." ان کي انسان جي بدقسمتيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڇا ٿو چئي سگهجي ته ان علم جي گهڻن ماهرن انهن جذباتي الجهائن کي سلجهائڻ ۾ وڏي ذهانت جو ثبوت ڏنو آهي. پر انهن جو صحيح علاج تجويز ڪرڻ ۾ جنهن بري طريقي سان ناڪام ٿيا آهن. ان جو ڪارڻ اهو آهي ته انهن ان نجات حاصل ڪرڻ جي لاءِ جيڪي تدبيرون اپنايون آهن انهن ۾ ايمان بالله کي نظرانداز ڪري ڇڏيو اٿن.

الله پاڪ، چاڪاڻ جو انسان جو انهن ذهني مونجهارن کان پوريءَ طرح سونهون آهي، تنهن ڪري ان پاڻ ئي ڪتاب مقدس ۾ انهن جو علاج به تجويز ڪيو آهي. نفسياتي معالج، اسان کي انهن تالن جا اسرار سمجهائڻ تي توجهه ڏيندا آيا آهن، جيڪي اسان جي لاءِ صحت جا دروازا بند ڪري ڇڏيندا آهن. الله پاڪ، اهي تالا کولڻ جي هڪ اهڙي مها- چابي به اسان کي عطا ڪئي آهي، جنهن جي ذريعي اسين

وڏي آسانيءَ سان صحت جو طلسمي دروازو کولي سگهون ٿا. اها چاٻي اسان کي الله پاڪ وٽان ئي حاصل ٿي سگهي ٿي. مشهور شاعر: ”ڪوپر“ بلڪل صحيح چيو آهي:

”انڌو الحاد لازمي طور تي ادراڪ نه ٿو ڪري سگهي. خدا پنهنجن ارادن جو پاڻ ئي صحيح ترجمان آهي ۽ اهوئي انهن جي ترجماني ڪري ٿو.“

اسين سڀ گناهگار آهيون ۽ معافيءَ جا طلبگار آهيون. جن گناهگارن کي خلقڻهار بخشي ڇڏيو آهي، خوف ۽ غم انهن کي ڪڏهن به ڇهي نه ٿو سگهي ۽ اهي هڪ اهڙي دنيا ۾ رهن ٿا، جتي مايوسيءَ جي ڪا به گنجائش ڪانهي. جڏهن خدا جي محبت دلين ۾ ويهي ويندي آهي ته خودغرضي، حسد ۽ اهڙيون ٻيون خباثتون خودبخود پڇر ڇڏي وينديون آهن. نااميديءَ جي جاءِ اميد وٺي ڇڏيندي آهي ۽ اميد وري زندگيءَ جي رهنما قوت بڻجي ويندي آهي.

هڪ طبيب جي حيثيت سان، مان ان نتيجي تي پهتو آهيان ته، جيستائين مان پنهنجو پاڻ کي دوائن سان گڏوگڏ روحاني طور تي مسلح نه ٿو ڪريان، تيستائين آئون ڪاميابيءَ سان بيمارين جو مقابلو ڪري نه ٿو سگهان ڇاڪاڻ جو اهو اڌورو علاج آهي.

جيستائين انسان پنهنجي عزائم ۽ ارادن کي خدائي تعليمات سان هم آهنگ نه ڪندو، تيستائين ان جو ذهني خلل دور ٿي نه سگهندو ۽ هو بيمارين ۾ ڦاٿل رهندو. منهنجو ان تي ايمان آهي ته خدا آهي ۽ ٽٽل دليون ۽ ٽٽل هڏيون ان جي ئي رحمت سان جڙنديون آهن.

****



# اربين زندهه خلين جو پيغام

رسل چارلز آرٽسٽ
(ماهر نباتات ۽ حيوانات)

زندهہ خلين جو مشاهدو هڪ حيرت انگيز تجربو آهي. هڪ آبي ٻوٽي جي پن جي ڪنڊ خوردبين تي لڳايو ۽ ان جو ويجهي کان مشاهدو ڪريو. هڪ حسين ۽ منظم مظهرِ حيات توهان جي سامهون آهي. هر خليو هڪ عظيم الشان ڪاريگري پسند ڪريِ ٿو. پن جي ان ڪنڊ ۾ خلين جا ٻہ تهہ موجود آهن، پر عميق مشاهدي سان هر خليي جي پوري بناوت نظر اچي سگهي ٿي. هر خانو، پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ ايڪو آهي ۽ هر خاني ۾ پنهنجي زندگي گذارڻ جي پوري صلاحيت موجود آهي. خلين جون ديوارون هڪ خليي کي ٻين کان الڳ ڪن ٿيون. اهي ديوارون سخت ۽ ناقابل تغير آهن. پورو پن انهن سوين خلين سان ملي ڪري ٺهيو آهي، جيڪي ٻئي سان ايئن ڳنڍيل آهن ڄڻ هڪ ديوار جون سرون.

سچ پچ زندگيءَ جو ابتدائي ۽ بنيادي مادو هتي ٻہ حرڪت ۾ هوندو آهي. هڪ خاص ٻوٽي ۾ متحرڪ ڪلورو پلاسٽ ڏسي ڪري اسين انهن خاصيتن منجهان هڪ (حرڪت) کي پنهنجي اک سان ڏسي سگهون ٿا، جن جي مدد سان اسين زندگيءَ جي سڃاڻ ڪندا آهيون.

ان مادهء حيات کي ڪهڙي قوت يا قوتون حرڪت ڏينديون آهن؟ اسان کي ان جو علم ڪونهي ۽ نہ ڪي اسين سطحي علم جي بنياد تي ان جي وضاحت ڪرڻ جي قابل آهيون. پر ٻوٽن جي خانن ۽ جانورن ۾ اها قوت اسان کي چٽي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ان نظاري کي خاص ڪري (Elodea) ۾ اوجهريءَ جو اپرڻ يا چڪر ڪاٽڻ چوندا آهن، جنهن جو مادهء حيات سائي رنگ جي ذرڙن جي صورت ۾ خليي جي اندروني ديوار سان گڏ چڪر ڪاٽيندو رهندو آهي.

خلين جا ٻہ مختلف قسم ٿا معلوم ٿين. هڪ سائي ٻوٽي ۾ ٻيو هڪ جانور جي

حياتيءَ سان ڀرپور خليي ۾. هر هڪ ۾ صرف هڪ خليو يا خانو آهي. حيوانات جا ماهر، اميبا (Amoeba) کي تہ سمورن جانورن ۾ سڀ کان پهريون ۽ شروعاتي سمجهن ٿا ۽ ان جي مادهء حيات جي حرڪت سڀ کان وڌيڪ سادي آهي. Elodea اگرچہ گل ڏيندڙ هڪ ننڍڙو ٻوٽو آهي، پر انهن منجهان هر هڪ منظم آهي ۽ پنهنجي طور تي زندگي گهارڻ جي لائق ان سان گڏ مادهء حيات جي حرڪت اسان جي آڏو بہ پيش ڪندو رهندو آهي. هر خاني ۾ اهي ڪم ايتري تہ درستگي ۽ صحت سان ٿيندا آهن جو عمدي کان عمدي گهڙيءَ جو ڪم بہ ان جي ڀيٽ ۾ ايترو باضابط ناهي لڳندو.

گهڙين جي ڳالهہ نڪري پئي تہ، ڪجهہ گهڙيون صرف هڪ ڀيرو هلائي ڇڏڻ ڪانپوءِ، پائڻ واري جي هٿ جي چرپر سبب هلنديون آهن ۽ انهن کي چاٻي ڏيڻ جي ضرورت نہ رهندي آهي. ڪو بہ نہ ٿو چئي سگهي تہ اهڙيون عمديون گهڙيون، گهڙي ساز ڪانسواءِ ئي وجود ۾ اچي ويون ۽ جڏهن اهو سوال خوردبين سان ڏسجندڙ انهن خانن جي باري ۾ ڪيو ويندو آهي تہ انهن جي حرڪت جي ابتدا ڪنهن ڪئي تہ، اسين هڪ منجهيل سٽ وانگر چڪرائجي وڃئون ٿا. ان جو جواب ان ڪانسواءِ ڪو بہ ڪونهي تہ، هڪ ذهن ان کي وجود جي واٽ ڏيکاري ۽ اهوئي ذهن، اهوئي ڏسندڙ ۽ ڄاڻندڙ خدا آهي نہ ئي، ڪو بي شعور مادو.

اهو بہ تسليم ڪرڻ گهرجي تہ ماحول جي طاقت بہ خليي ۾ اوجهل مادهء حيات کي حرڪت ڏيڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي آهي. ڪجهہ محقق انهن حرڪت ڏيندڙن جو پتو لڌو آهي. جيڪي ان زندهہ مادي جي حياتيءَ جي تخليق جو باعث آهن. اهي آهن: حرارت، روشني، دٻاءُ وغيره. پر گڏوگڏ انهن محققن اهو بہ ٻڌايو آهي تہ چڪر لڳائيندڙ جو ڪم، ڪنهن بيروني محرڪ ڪانسواءِ ئي لاڳيتو هلندو رهندو آهي. اها حرڪت گويا مادهء حيات جي پنهنجي قبضي ۾ هوندي آهي ۽ اها بيروني محرڪات کان اثر وٺڻ ڪانسواءِ کي ٻيا ڪم بہ ڪري سگهي ٿي.

ان سلسلي ۾ اها ڳالهہ بہ دلچسپيءَ کان خالي ڪانهي تہ ڪنهن خليي منجهان ان جي مرڪز (Nucleus) کي ڪڍي ڇڏيو تہ اهو ترت ئي مريو وڃي ۽ ان کي زندهہ رکڻ جون سڀ تدبيرون اجايون وينديون. خليي جو منتظم وڃي چڪو آهي، هاڻي ان ۾ زندگيءَ جي سگهہ ڪٿي؟ اهڙيءَ طرح ڪائنات جي خليي جي لاءِ بہ هڪ منتظم درڪار آهي.

مان صرف ان بنا تي خدا پاڪ جي وجود جو قائل ناهيان تہ مون کي مادهءِ حيات جي ان مظهرِ ڪليءَ جو ڪلي علم حاصل ناهي. ڪجهہ عالمن اهو دليل پيش ڪيو آهي تہ، ڇاڪاڻ جو سائنس نہ ٿي ڄاڻي، ان ڪري خدا آهي، پر مان اهو دليل پيش نہ ڪندس. جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن اسين ان مظهر کي بخوبي سمجهي وٺئون،





تڏهن بہ اسان کي ان عظيم ذهن جو پتو لڳائڻو پوندو، جنهن پهريان پهريان ان کي حرڪت ڏني يا ان کي حرڪت ۾ رکيو.

ڪجهہ ماڻهن، بي جان مادي مان جاندار خانن ۽ خلين کي ڪڍڻ جي اجائي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ان مادهءِ حيات جي حرڪت کي پروٽين جي ذرڙن ڏانهن منسوب ڪيو آهي، پر اهڙيون سموريون ڪوششون ناڪام ٿي ويون آهن.

خدا پاڪ جي منڪر ۽ مادي جا معتقد بہ اهو تہ مڃين ٿا تہ پهريان پهريان ڪو حادثو ظاهر ٿيو، جنهن مان هي شيون وجود ۾ اچي ويون. پر ان ڳالهہ جو اعتراف بہ پنهنجي نوعيت جي لحاظ کان ايمان بالله قسم جي ئي ڪا شيءِ آهي.

منهنجو خيال آهي تہ اهڙن ڪربين پيچيده، نازڪ ۽ منظم خلين منجهان هڪ خليو اهڙي ذات، اهڙن ذهنن ۽ اهڙن خيالن ڏانهن اشارو ڪندو آهي، جنهن کي اسين خدا چوندا آهيون. سائنس بہ ان کي قبول ڪري ٿي. منهنجو ايمان آهي تہ، خدا موجود آهي.

❋❋❋❋

# آئن اسٽائن جي تخليقي قوت جي تصديق

مارلن مڪبس ڪريڊر

(ماهر عضويات)

منهنجو ايمان آهي ته: ”خدا آهي“ نه صرف هڪ عام انسان جي حيثيت سان، بلڪ هڪ سائنسدان جي حيثيت سان به. جنهن جي سموري عمر سائنس جي مطالعي ۽ تحقيق ۾ گذري آهي، سو مون کي خدا جي وجود جي باري ۾ ذري برابر به ڪوئي شڪ ڪونهي.

پر الله پاڪ جي وجود کي ٻه ۽ ٻه، چار- وانگر ثابت نه ٿو ڪري سگهجي، نه ئي ڪنهن عمل جي ذريعي ان جي ذات جو تجزيو ڪري سگهجي ٿو. هو هڪ غيرمادي وجود آهي. هو هڪ اهڙي قوت آهي جيڪا حڪمت، دانائي، روحانيت، تخليق ۽ ربوبيت جي سمورين صفتن سان ڪمال درجي سان آراسته آهي. توڙي جو ان جي وجود جي اثبات جي لاءِ عام سائنسي استدلال جو طريقو بهرحال ڦلدائڪ ٿي نه ٿو سگهي، پر مظاهرِ قدرت ۽ خود انساني فطرت جون رنگينيون صبح کان شام تائين لاتعداد شاهديون پيش ڪن ٿيون ته هست و بود جو هي ڪارخانو بي مقصد ۽ ازخود وجود ۾ ناهي آيو. ان جي پويان ڪا ڪارفرما قوت ۽ ڪو حڪيم ۽ مدبر ضرور موجود آهي. هي سموريون شاهديون بنهه واضح آهن ۽ دل کي لڳن ٿيون.

هر حقيقت جي وضاحت ۽ تشريح ۽ ان جي تحقيق ۽ تصديق جي لاءِ استدلال جو سائنسي طريقو ڪافي ناهي هوندو. مثال طور: محبت کي وٺو: اها انساني جذبات ۾ سڀ کان وڌيڪ مؤثر طاقت آهي، پر جيڪڏهن توهين ان جو تجزيو، سائنسي زبان ۾ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندؤ يا ان جي وجود کي استدلال جي سائنسي طريقي سان ثابت ڪرڻ چاهيندؤ ته ان ۾ قطعاً ڪامياب نه ٿيندؤ. اهائي صورت سونهن ۽ گيتن جي آهي، جو جيڪڏهن ڪو شص توهان کان ان جي حقيقت سمجهڻ چاهي ته توهين ان کي ڪجهه ڪو نه ٻڌائي سگهندؤ ته سونهن ۽ گيت جي صحيح تعريف ڇا آهي. ان ڏس ۾ انهن جي وجود کان انڪار جي جرئت به نه ٿي ڪري سگهجي. بلڪل اهوئي







معاملو، الله پاڪ جي وجود سان به آهي، جو ان جا دليل ۽ شاهديون عقل کي به وڌيڪ ويجهيون آهن ۽ وزني به آهن، پر الله پاڪ جي هستيءَ جي اثبات ۽ نفي، ٻنهي جي لاءِ ٻه ۽ ٻه، چار وانگر ڪوئي حتمي ثبوت پيش ڪرڻ ممڪن ڪونهي.

جيستائين، الله پاڪ جي هستيءَ جي وجود جو تعلق آهي، ان جو سڀ کان ڀرپور ثبوت، نظارهء ڪائنات ۾ ئي آهي. هڪ اهڙي ڪائنات ۾ مختلف فطري قوتون، پوري ضابطي سان مصروفِ عمل آهن ۽ هرشيءِ ۾ اهڙو نظم ۽ ضبط باقاعدگي سان ڪارفرما آهي جو ان جو تصور ئي نه ٿو ڪري سگهجي ته اهو نظم ۽ ضبط ڪنهن ناظم ڪانسواءِ به ممڪن ٿي سگهي ٿو ۽ ضابطي جو اهو حال آهي ته سيارن جي نقل و حرڪت جي، بلڪ هاڻي ته انسان ڀاران خلا ۾ اماڻيل مصنوعي سيارن تائين جي باري ۾ اڳواٽ اهو ٻڌائڻ ممڪن ٿي پيو آهي ته اهي ڪهڙي وقت ڪٿي هوندا. اهوئي ضابطو ڪيميائي ردعمل ۾ جوهري ۽ برقي اثرات جي عمل ۾ به ڏسجي ٿو ۽ ان جو اهو نتيجو آهي ته طبعي تغيرات جا فارمولا ۽ ضابطا حساب ڪتاب سان متعين ڪرڻ ممڪن ٿي پيا آهن. انساني فهم ۽ مشاهدي جي روءِ سان ان نوعيت جو نظم ۽ ضابطو هڪ ناظم ۽ ڪارفرما ذهن ڪانسواءِ ممڪن ٿي نه ٿو سگهي. ڇو جو جتي ڪٿي ڪنهن ڪم جي پردي پويان ڪو منصوبو ۽ ان منصوبي کي ٺيڪ ٺيڪ عملي جامو پهرائڻ واري ڪا طاقت موجود هجي، اسان جو مشاهدو ٻڌائي ٿو ته اتي نظم ۽ ضبط جي بجاءِ انتشار ۽ افراتفري رونما ٿيندي.

طبعيات جي هڪ ماهر جي حيثيت سان مون کي سڀ کان وڌيڪ جنهن شيءِ متاثر ڪيو، اهو اهو آهي ته انسان يا حيواني جسم جي ڪنهن عضوي جي تخليق يا ساخت دنيا جي ذهين ترين انسان جي وس جي ڳالهه ڪانهي. هو ته وڌ ۾ وڌ اهو ڪري سگهي ٿو ته انهن منجهان ئي ڪن عضون جي حرڪت ۽ ان جي ڪم جي محدود پيماني تي مصنوعي طريقن سان نقالي ڪري. مصنوعي دل، مصنوعي ڦڦڙ، مصنوعي بڪيون ۽ مشيني دماغ وغيره ان قسم جي ڪوشش جو معراج آهن!

دماغ کي ئي وٺو، اهو ناقابل يقين صلاحيتن جو مالڪ آهي، پر ان جي طبيعي حقيقتن جي باري ۾ ان بابت ڪوئي پتو نه پئجي سگهيو آهي ته ان ۾ ڪجهه برقي صفت اثرات پيدا ڪرڻ جي صلاحيت آهي ۽ ان جي ئي اثر هيٺ ڪجهه ڪيميائي تغيرات ظاهر ٿيندا آهن. پر حقيقت ۾ دماغ جي ان مشينريءَ جا اڻ ڳڻيا ڪم آهن، جن جو بيان ڪرڻ ممڪن ڪونهي. اهو دماغ ئي آهي جيڪو عضون کي حرڪت ۾ آڻي ٿو ۽ صرف حرڪت ۾ ئي نه ٿو آڻي، بلڪ انهن تي پورو پورو ڪنٽرول به رکي ٿو. ايستائين جو، دل جي حرڪت ۽ ساهن جي آمدرفت به ان جي تابع آهي. قوتِ حافظ ان جو ئي ڪرشمو آهي ۽ ان جي ئي ته ۾ هزارين شڪليون ۽ خاڪا محفوظ رهندا آهن ۽ ٿوري به اشاري سان، اهي اسان جي اکين جي آڏو ڦري ايندئون آهن. پوءِ

ڇا، ڪنهن جي لاءِ ممڪن آهي تہ هو دماغ جي ان صلاحيت جي ڪا طبيعي توجيهہ پيش ڪري سگهي تہ دماغ مشڪل کان مشڪل مسئلن کي ڪيئن ٿو حل ڪري وٺي يا ان ۾ استدلال ۽ استدراڪ، خواهش ۽ تحريڪ، سڪون ۽ اطمينان جون گوناگون خاصيتون ڪيئن ٿيون اڀري اچن. اهڙيءَ ريت جمالياتي ذوق ۽ حسن جو ادراڪ يا جذبات يا اڻ ڏٺل حقيقتون، مثلاً: محبت، خودداري ۽ شخصيت جي ارتقا اهي سڀ ان پروليءَ جي هڪ پتڪڙي مادي جا ڪرشما آهن، پر انهن منجهان ڪهڙي اهڙي شيءِ آهي جنهن جي ڪا طبيعي توجيهہ پيش ڪرڻ تہ خير الڳ ڳالهہ آهي، ڪا عقلي توجيهہ بہ پيش ڪري سگهجي!

وري دل کي وٺو. انساني جسم جو اهو اڻ ٿڪ پرزو، تاحيات جسم جا لاڳيتا مطالبا پورا ڪندو رهي ٿو. ان جي حرڪت ۾ ئي هڪ اهڙو پراسرار سلسلو ڏسجي ٿو تہ، حادثات جي صورت ۾ اڪثر ڪري سمورا اعصابي رشتا ختم ٿي وڃڻ جي باوجود اهو پرزو حرڪت ڪندو رهندو آهي. اهو بار بار رونما ٿيڻ وارو طبيعي ڪرشمو آخر ڪهڙي طرف ٿو رهنمائي ڪري ۽ ان جي ڪهڙي توجيهہ ڪري سگهجي ٿي؟ وري جسماني نظام جي انهن گونان گون مظهرن سان قريبي تعلق رکندڙ زندگي، بذات خود هڪ اهڙو راز آهي، جنهن کي سمجهڻ جي سمورين ڪوششن جي باوجود اڃ تائين ڪنهن سائنسدان جي لاءِ ان جو امڪان سامهون نہ آيو آهي.

هتي اسان کي اها ڳالهہ مڃڻ گهرجي تہ اسين پراڻي زماني جي ماڻهن وانگر، هر ان شيءِ جي باري ۾، جنهن جي ڪا توجيهہ اسان جي سمجهہ ۾ نہ ايندي هجي، اهو چئي نہ ٿا سگهئون تہ: ”اهي خدا جي قدرت جا ڪرشما آهن.“ جيئن پهرئين زماني جا ماڻهو جڏهن طوفان يا بادلن جي گجگوڙ ۽ ڪنوڻ جا ڪجڪاٽ ڏسندا هيا ۽ انهن جي حقيقت ڪين سمجهہ ۾ نہ ايندي هئي تہ اهو چئي ڇڏيندا هيا تہ: ”اهي الله پاڪ جي ناراضگيءَ جا اشارا آهن“. زندگي ۽ ان جي واڌ ويجهہ ۾ بهرحال ڪو مقصد نمايان هوندو آهي ۽ اهوئي مقصد اسان کي ٻڌائيندو آهي تہ هن ڪائنات ۾ ڪو منصوبو ۽ ڪو نظام ضرور موجود آهي. ڪائنات جي ابتدا جو مطالعو ڪرڻ جي سلسلي ۾ ان ڳالهہ جي وڏيڪ شاهدي ملي وڃي ٿي تہ ان جي پويان هڪ غيرمادي تخليقي قوت ڪم ڪري رهي آهي. ڪائنات جي آغاز جي باري ۾ هڪ تصور پيش ڪيو ويو آهي تہ مادو مختلف شين جي انتهائي گرم، ٻرڪندڙ گئسن جي ڌماڪي جو نتيجو آهي، جيڪي ڦهلجندي ڦهلجندي ايتريون ڦهلجي ويون جو آخر ننڍن ننڍن ٽڪرن ۾ ورهائجي ويون ۽ اهي ئي ننڍا ننڍا ڪنڊڙيل ٽڪرا خلا ۾ پهچي آسماني جسن جي صورت اختيا ڪري ويا. ان تصور جي مطابق زندگي بہ ايئن وجود ۾ آئي. پر ”پاسچر“ جي دور کان پوءِ هاڻي اها ڳالهہ سائنسي طور تي هڪ مڃيل حقيقت تسليم ڪئي وڃي ٿي تہ، زندگي جامد ۽ بي جان مادي مان وجود ۾ ناهي آئي ۽ ان ريت ڪائنات جي شروعات بابت انهن توجيهن





جي خودبخود نفي ٿي وڃي ٿي.

جيڪڏهن مادو، حسن اتفاق سان وجود ۾ اچي ويو هجي تہ بہ، اهو سوال جيئن جو تيئن باقي رهي ٿو تہ، آخر اهي لوازر، اها بجليءَ جي لهر، اها وحدت ۽ اهي طبيعي عوامل ڪٿان وجود ۾ اچي ويا، جو انهن گيسن مان پيدا ٿيندڙ مادي جي ننڍن ننڍن مظهرن کي خلا ۾ بيهاريون بيٺا يا انهن کي حرڪت ۾ آڻيندا رهيا ۽ جيڪي اڃا بہ هن طبيعي جهان کي قابو ڪيون بيٺا آهن.

تخليق جو اهو تصور ٻيا بہ ڪوڙ سوال اٿاري ٿو. جيڪڏهن زندگيءَ جو آغا ٿورڙي نغزمايي سان ٿيو تہ يقيناً ڪنهن عليم ۽ حڪيم طاقت ان نغزمايي کي ان طرح استعمال ڪيو جو ان جي ذريعي زمين تي ڏسجندڙ هي رنگ برنگي جاندار وجود ۾ اچي سگهيا.

انهن مشاهدن مان اها ڳالهہ واضح ٿي وڃي ٿي تہ، موجوده ذهني سطح جو انسان، تخليق جي طريقي جي باري ۾، ڪا ٺوس معلومات مهيا نہ ڪري سگهندو. ٻئي پاسي، سائنسي معلومات ۽ تجربا، تخليق ڪائنات جي خالص مادي تصور جي ڪوڙ پاسن کي ناممڪن العمل قرار ڏين ٿا ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ ان مادي تصور کي قبول ڪرڻ جي بجاءِ ان ڳالهہ کي وڌيڪ آسانيءَ سان دل مڃي ٿي تہ: ”تخليق ڪائنات، ڪنهن علت العلل ۽ ڪنهن خارجي طاقت جي اثر هيٺ ۽ ان جي منصوبي جي مرهون منت آهي. ”البرٽ آئن اسٽائن،“ ان حڪيم ۽ عليم طاقت جو اعتراف ڪندي چوي ٿو تہ: هيءَ هڪ لامحدود ۽ اعليٰ ترين قوت ۽ علت آهي، جنهن جا مظهر هن ناقابل فهم ڪائنات ۾ هر هنڌ نظر اچن ٿا.“

اها ئي طاقت آهي، جنهن کي مان ”خدا“ چوان ٿو. اهائي ڳالهہ، جيڪا مون مضمون جي شروعات ۾ چئي هئي. منهنجو مشاهدو اهو آهي تہ ڪائنات جي هن نظام کي وجود بخشڻ ۽ حرڪت ۾ آڻڻ واري شيءِ نہ ڪي لافاني توانائي يا مادو آهي ۽ نہ ڪي ان جو سبب اساسي عناصر جو ڪو اتفاقي اجتماع آهي ۽ نہ ڪي اها ڪا ”عظيم نامعلوم محرڪ“ آهي. بلڪ اها، درحقيقت عظيم ۽ برتر خدا جي قدرت جو ڪرشمو آهي ۽ مان اهو يقين ٿو رکان تہ منهنجي ان موقف سان وڌيڪ عقل کي ويجهو، ان ڏس ۾ ڪوئي موقف ٿي نہ ٿو سگهي.

اسان جهڙن فاني انسانن جي لاءِ جن جي عقل جي پهچ ايتري محدود هجي، ڀلائي ان ۾ آهي تہ اسين پنهنجي محدود عقل تي ايترو نہ ڀاڙيئون جو جيڪا شيءِ اسان جي فهم ۽ ادراڪ ۾ اچي، ان کي اسين معقول چئون ۽ جتي اسان جي فهم ۽ ادراڪ جي پهچ نہ ٿيندي هجي، ان کي ناقابل يقين ۽ غيرمعقول قرار ڏئي ڪري ان کان انڪار ڪري ويهي رهون. منهنجو تہ اهوئي عقيدو ۽ اهوئي ايمان آهي ۽ اهو ڪو انڌو عقيدو ڪونهي، بلڪ مون اهو دليلن سان اپنايو آهي.

# فطري قانونن جي پردي پويان هڪ نظر

**ايبون فاسٽ**
(ماهر طبيعيات)

راقم جي راءِ ۾، ان اهم سوال جي باري ۾، جيڪو هن ڪتاب ۾ پيش ڪرڻو آهي، ڪنهن ڊگهي بحث ڪرڻ جي ضرورت ناهي. ان جو جواب مختصر ٿي سگهي ٿو، گهڻ ۾ گهڻ مضمون نگار جي راءِ ۾ تسلي بخش به!

حياتيات جي شعبي ۾ ڪنهن فطري مظهر ڪي واضح ڪرڻ جي لاءِ سڀ کان صحيح توجيهه اها سمجهي ويندي آهي، جيڪا بنهه سادي هجي ۽ عملي تجربن جي تسلي بخش تشريح به ڪري. ڪجهه حقيقتن ڪي ان ڪري تسليم ڪيو ويندو آهي جو اهي ڪنهن نظريي ڪي سگهه پهچائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندين آهن. انهن ڪي پيڙهه جو پتربڻائي ڪري انهن تي عمارت ڪڙي ڪبي آهي ۽ اهي جيڪڏهن غلط يا ناڪافي ثابت ٿيندا آهن ته عمارت ڪري پوندي آهي.

نظريئهِ امڪان، رياضيءَ ۾ وڏي مهارت حاصل ڪري چڪو آهي ۽ طبيعيات ۾ به ان ڪي ڪافي استعمال ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن بيروني عوامل متاثر نه ڪن ۽ هڪ سڪي ڪي بار بار هوا ۾ اڇلايو وڃي ته اهو اڪثر جيترا ڀيرا هڪڙي رخ تي ڪرندو اوترا ئي ڀيرا ٻئي رخ تي به ڪرندو. جيڪڏهن ان ڪي ڪنهن خاص رخ تي ڪيرائڻو هجي ته ان ڪي هڪ خاص زاويي سان اڇلڻ ۽ آڱوٺي تي هڪ خاص قسم جي جنبش ڏيڻ سان آسانيءَ سان ايئن ڪري سگهجي ٿو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن پاسي ڪي هوشياريءَ سان اڇليو وڃي ته ڪو هڪ اکر بار بار اچي سگهي ٿو. انهن ٻنهي صورتن ۾ فرق صرف ايترو آهي ته، هڪ ۾ نتيجا اتفاق سان ظاهر ٿيندا آهن ۽ ٻئي ۾، فعل ڪي ذهن جي هدايت حاصل ٿيندي آهي ۽ اها نتيجي ڪي متاثر ڪندي آهي.

اسين انهن سادن ۽ معمولي مثالن جو اطلاق وڏيڪ الجهيل مسئلن تي به ڪري







سگهون ٿا. ڪنهن اتفاق سان حاصل ٿيل نتيجي کان انحراف، ماڻهوءَ ڪي ڪنهن سبب جي تلاش ۾ ئي مجبور ڪندو آهي. يا گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن تحريڪ جي جستجو ڪيس ضرور پريشان ڪندي آهي. پر جڏهن اسين اهڙي پابند رويي جي اصول جي وضاحت ڪندا آهيون ته ان ڪي ”قانونِ فطرت“ چئبو آهي.

قانون فطرت محض انهن شين جو هڪ بيان آهي جيڪي بيان ڪيون ويون آهن ۽ ڪو عقلي يا تنظيمي قانون موجود ڪونهي نه مشاهدن جو اهو اظهار، نه ئي وري پنهنجيءَ ذات ۾ ڪو بنيادي سبب آهي. ان ڪي مظاهرِ فطرت جي تشريح چئي نٿو سگهجي. ڪائنات جي ابتدا جي تلاش بابت سائنس، اهو ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته موجوده مرڪزي ۽ حياتياتي معلومات جي آڌار ڪن عنصرن جي اهم جوهرن جو هڪٻئي سان عمل، ان جي هيئت ۽ ترڪيبي اجزاءَ جي تشريح ڪيئن ٿو ڪري سگهي. جيڪڏهن اسين پروٽان ۽ ان جي خاصيتن جو مطالعو ڪريون ته ان قوت جو پتو ماڻيون جيڪا مختلف جزن ڪي ملائي رکندي آهي ته اسان جي ڪائنات جا سمورا معلوم عناصر واقع ڪري سگهجن ٿا. پروٽان جو ابتدائي ظهور ۽ ان جي خاصيتن جي ماهيت اڃا تائين نه سمجهي وئي آهي. پنهنجي پوئين بيان کان رجوع ڪندي اسين آخرڪار نتيجو ڪڍڻ تي مجبور آهيون ته فطرت جي قانونن جو وجود، جيڪو هن ڪائنات جي حرڪات ۽ سڪنات ڪي اهڙيءَ ريت پنهنجي مرضيءَ جي مطابق ڪم ۾ آڻي ٿو، جنهن صورت ۾ اسان ڪي اهي نظر اچن ٿيون. هڪ ڀيرو جڏهن ابتدائي طور تي اليڪٽران، پروٽان ۽ نيوٽران پيدا ڪيا ويا ته گڏوگڏ ان جي خاصيتن جا سانچا به تيار ڪيا ويا آهن، جن کان هو هاڻي ڪنڌ نه ٿا ڪڍائي سگهن. اسان جا محدود ذهن، جڏهن وقت جي ابتدا بابت غور ڪندا آهن ته انهن جو اهو خيال هوندو آهي ته ان جو آغاز، ڪنهن نه ڪنهن نقطي کان ضرور ٿيو هوندو. هو ان نقطئہ آغاز ڪي ضروري شيءِ سمجهندا آهن. سائنسدانن، ڪائناتي پيچيدگين تي غور ڪيو آهي. مختلف موجودات جي ظهور ۽ ان جي حرڪت تي انهن جي نظر آهي. ان مان هو اهو نتيجو ڪڍڻ تي مجبور ٿيا آهن ته ان ذات واحد جو ذهن، جنهن هنن شين ڪي پيدا ڪيو آهي. اڄ تائين پيدا ٿيل ذهنن جي مجموعي ذهانت کان گهڻو وڌيڪ آهي. اڄڪلهه جا بهترين متوازن دماغ اها ڳالهه فوري طور تي تسليم ڪري وٺندا ته، انسان اڃا تائين اهو به نه سمجهي سگهيو آهي ته مظاهر فطرت جي متعلق ڪيس ڪهڙي معلومات حاصل ڪرڻ گهرجي.

پر اسين جڏهن عضوياتي دائري ۾ پير پايون ٿا ته حرڪت جون پيچيدگيون تمام گهڻو وڌي وڃن ٿيون ۽ ان جي ڪري ان حرڪت ڪي محض اتفاقات جي بنيادن تي سمجهڻ جا بنهه گهٽا موقعا باقي رهن ٿا. عضوياتي مادي جا اهم ترڪيبي اجزاءَ هائيڊروجن، آڪسيجن ۽ ڪاربان آهن. ان ۾ نائٽروجن ۽ ٻين جزن جو ڪجهه معمولي

حصو بہ شامل هوندو آهي.

انتهائي غير پيچيده زندگيءَ ۾ بہ لکين ذرڙا ملي ڪري ڪم ڪندا آهن ۽ جيئن جيئن انواع وڏا ۽ پيچيده ٿيندا ويندا آهن، ان ڳالھ جا امڪان بنھ گھٽبا پيا وڃن تہ مرڪبات، محض اتفاق سان ظاهر ٿي پيا. ان ڪانپوءِ جڏهن اسين زندگيءَ جي اعليٰ انواع ڏانهن متوجھ ٿيندا آهيون تہ انهن منجهان ڪي اهڙا آهن، جيڪي اهڙي طريقي اختيار ڪرڻ ۾ ذهانت ۽ سمجھ جو ثبوت ڏيندا آهن، جيڪي قطعاً قانونِ فطرت جي خلاف ٿيا آهن. اها ڳالھ انتهائي ناممڪن ٿي لڳي تہ محض، ڪجھ عنصرن جي يڪجا ٿيڻ جي ڪري ايئن ٿي پوي ۽ وري انهن ۾ ترقي بہ ٿئي پئي. لڳ ۽ نسلي واڌ ويجھ بہ ٿئي پئي ۽ ذهانت ۽ عقليت جو مظاهرو ۽ اهي سموريون شيون ڪنهن خالق جي تخليقي عمل کانسواءِ وجود ۾ آيون هجن، قطعاً ممڪن ڪونهي. توريت ۾ نهايت سادن لفظن ۾ فرمايل آهي تہ: ”هر ابتداءَ ۾ خدا آهي“...راقم جي عقيدي جي مطابق، اهائي آهي رباني عظمت!

****



# فطرت پرستيءَ کي خدا پرستيءَ جي آڏو جهڪڻ گهرجي

اولن ڪپرول ڪالڪانس
(ڪيمياوي انجنيئر)

انساني تاريخ جي سمورن دورن ۾، انسان جي ذهن ۾ ٽي اهم ترين سوال اڀرندا رهيا آهن: مان ڪٿان آيو آهيان؟ مان هتي ڇو آيو آهيان؟ مان ڪيڏانهن پيو وڃان؟ مابعد الطبيعيات ۽ الاهيات جي سوين ڪتابن ۾ انهن سوالن جا جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. زندگيءَ جي اها پرولي گھڻو پراڻو مسئلو آهي. هن باب جو موضوع اهو آهي تہ هڪ معقول ذهن جي لاءِ خدا پرستي سڀ کان وڌيڪ اطمينان بخش جواب آهي. اهو نظريو ٻين سمورن نظرين جي ڀيٽ ۾، حقيقت جي مظهرن جي بهتر توجيھ ڪري ٿو ۽ تمام ٿورا، اهڙا سوال رهجي وڃن ٿا، جن جا جواب، اهو نہ ڏيندو هجي. ماورائي عقيدن جي متعلق اسان جا موجوده سائنسدان، ٻن وڏن گروهن ۾ تقسيم ٿي چڪا آهن: هڪ، نسبتاً وڏو گروهہ آهي، جنهن کي ”نيچري“ يا ”فطرت پرست“ چئي سگھجي ٿو. ٻيو گروهہ، ڀھرئين جي ڀيٽ ۾ مختصر آهي. ان کي خدا پرست چئو! اصطلاحي نقطۂ نظر سان اها مختصر ترين تقسيم آهي. اسين فطرت پرستيءَ جو لفظ هتي ڪجھ وسيع معنائن ۾ استعمال ڪيو آهي. يعني حقيقت جو اهو ماورائي مطالعو، جيڪو اها ڳالھ ڀھريان ئي تسليم ڪري ٿو تہ فطرت ئي حقيقت اوليٰ آهي ۽ نيچر مان مراد آهي: اهي سمورا مظهر ۽ اهي سمورا واقعا ۽ حادثا، جيڪي مادي ۽ طاقت جي زمان ۽ مڪان ۾ ڪم ڪرڻ سان پيدا ٿيندا آهن. نيچريءَ جو عقيدو اهو آهي تہ سمورين حقيقتن کي فطرت جي معنوي اصولن جي ذريعي بيان ڪري سگھجي ٿو ۽ خدا کي تسليم ڪرڻ جي، جيئن خدا پرست ڪندا آهن، ڪائي ضرورت ڪانهي. فطري حقيقتن کي خدا جي تصور کانسواءِ بہ سمجھي سگھجي ٿو. انهن مختلف ۽ متضاد نظرين کي بيان ڪرڻ کان ڀھريان اسان

ڪي اهو غور ڪرڻ گهرجي ته، ”عالم حقائق“ جي اصطلاح جو ڇا مفهوم آهي؟

فيلسوفن، حقيقت بابت خوب بحث ڪيو آهي. مظاهر پرستن، اثباتي، عيني، وجود ۽ خدا پرستي، سڀ جو پاڻ ۾ اختلاف آهي. راقم جو خيال آهي ته وچولي درجي جو سائنسدان، ان موضوع تي معقول ۽ مناسب طريقي سان غور ڪرڻ جي لاءِ تيار ٿيندو ۽ حقيقت جي مٿئين توجيهه تي ڪيس ڪو خاص اعتراض نه ٿيندو.

حقيقتن جي دنيا اها آهي، جنهن ڪي اسين پنهنجي حواس سان معلوم ڪندا آهيون ۽ ذهن سان جنهن جو تصور ڪندا آهيون. زمين، آسمان، پاڻي، وڻ، جانور، ماڻهو؛ انهن سمورين شين جو اهي عقلمند انسان جيڪي استدلالي صلاحيتن جا مالڪ هوندا آهن، علم رکن ٿا. هڪ غريب هاري ڪي پنهنجي ان زميندار جي وجود جو پورو يقين هوندو آهي، جيڪو هر وقت ان جي آڏو پنهنجا مطالبا پيش ڪندو رهندو آهي. حالانڪ هاريءَ جي انتهائي آرزو هوندي ته، ڪاش زميندار جو وجود ئي نه هجي. ان قسم جون سموريون شيون جن جي فهرست اڻ کٽ آهي، حقيقي وجود رکن ٿيون.

هاڻي اسان جي هن خارجي دنيا ۾ مادي شين کان علاوه انسان جي ذات جي اندر به ڪجهه حقيقتون هجن ٿيون جن ڪي اسين، ٻيو ڪو بهتر لفظ نه ملڻ جي ڪري معنوي تصورن، تجربن، احساسن ۽ معرفت جي دنيا چئي سگهون ٿا. انسان پنهنجي خوديءَ کان آگاهه آهي. هو، تجريدي طور تي سوچڻ جي پوري صلاحيت رکي ٿو. هو، زمان ۽ مڪان جي حدن مان گذري سگهي ٿو. هو پنهنجي ڪجهه حيثيت سمجهي ٿو. هو پنهنجو مقام سڃاڻي ٿو. هو دليلن پيش ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو. هن جا پنهنجا احساسن آهن ۽ هو، ماضيءَ جي احساسن ڪي حافظي ۾ محفوظ به رکي سگهي ٿو. ان کان سواءِ آئنده احساسن ڪي اڳواٽ ڏسي وٺڻ جي به ڪيس قوت حاصل آهي ۽ پنهنجن پوين تجربن جي روشنيءَ ۾ هو، اڳڪٿي به ڪري سگهي ٿو ته، هو آئينده امڪاني حد تائين ڪهڙي عملي واٽ اختيار ڪندو. هو خواهشون رکي ٿو ۽ ارادي ۽ عقل جو مالڪ به آهي. انسان ڪي صحيح ۽ غلط جو احساس هوندوآهي. ان جي ڪردار جو هڪ مخصوص معيار آهي. هو هڪ ضمير جو مالڪ آهي. هن جي هڪ اخلاقي فطرت آهي. هن جا پنهنجي ۽ ٻين ماڻهن بابت حق ۽ فرض آهن. هڪ اندروني دٻاءُ هوندو آهي، جيڪو هن جي هدايت جي لاءِ اخلاقي معيار تجويز ڪندو آهي. همت، جانثاري، دليري، وفاداري، دوستي ۽ محبت، اهي سمورا لفظ انسان جي فطري، معنوي حقيقتن جا آئينيدار آهن.

اهو پهريان ئي عرض ڪيو ويو آهي ته حقيقتن جي علم جي توجيهه جا موجوده دور ۾ به متضاد نظريا، وڏيڪ نمايان آهن. اڇو ته نهايت اختصار سان انهن ٻنهي جي قوت ۽ ڪمزوريءَ جو اندازو ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون. اسان جو ڪنهن هڪ





نظريي کي صحيح ۽ ٻئي کي غلط ثابت ڪرڻ سان سروڪار ڪونهي. بلڪ اسين هر قسم جي تعصبات کان بالاتر ٿي ڪري ان معاملي تي غور فڪر ڪنداسين. خدا، يا عيسائين جي خدا جي تصور جي متعلق اسان جي معلومات جو ذريعو انجيل آهي. بلڪ جيڪو معقول آهي ۽ اسين ان فطرت پرستيءَ کي وڌيڪ قابل قبول سمجهون ٿا.

اسين سڀ کان پهريان هڪ فطرت پرست کان مطالبو ڪريون ٿا ته هو، بيروني ”عالم حقائق“ جي توجيهه ڪري ته ان جو بنيادي مفروضو، مادي جي ابديت آهي يا قوت جي ابديت؟ ڇاڪاڻ جو مادو قوت جو ئي مظهر آهي. اسان جي زمين ۽ اسان جي شمسي نظام جي ظاهر ۾ ته هڪ مقرر عمر آهي، پر اهي عنصر جن مان اهي ٺاهيا ويا آهن، هميشه کان موجوده آهن. ارتقا جي نهايت سست رد عمل سان زندگي عدم مان وجود ۾ آئي ۽ آخرڪار، انسان ظاهر ٿيو. ان جا سمورا تجربا ڪيمياوي ۽ طبيعياتي اصولن جو نتيجو آهن. مادي دنيا جي ترڪيب ۽ مناسب مادي ۽ قوت جون تخليقي خاصيتون آهن. مثال طور، جڏهن اندلٺ آسمان تي ظاهر ٿيندي آهي ته ڪا نئين شيءِ تخليق ناهي ٿيندي. بلڪ هوا ۾ ملحق پاڻيءَ جي قطرن منجهان جڏهن سج جي روشني گذرندي آهي ته اها ان جي مختلف ترڪيبي جزن ۾ پلٽجي مختلف رنگن جي اها گنگا جمنا پيدا ڪندي آهي. سموريون خارجي حقيقتون مادي ۽ طاقت جي زمان ۽ مڪان ۾ ڪم ڪرڻ جو نتيجو آهن.

اهي، هڪ فطرت پرست کان تهائين باريڪ ۽ لطيف توجيهه جي تقاضا ڪن ٿيون. اسان جي ڇهڻ جي قوت کي ان طرح بيان ڪيو ويندو آهي ته اهي برقي لهرون آهي. دماغ برقي چار آهي ۽ اهو اسان جي اعصابي نظام جو مرڪز آهي. اسان جو اخلاقي احساس محض هڪ گروهي جبلت يا هڪ قسم جي خودغرضي آهي، جنهن جو بنياد اهو تجربو آهي ۽ اهڙيءَ طرح اسين بهتر قسم جي زندگي گذاري سگهئون ٿا. بيروني ۽ اندروني حقيقتن جي مظاهر جي توجيهه ميڪانڪي يا فطرتي انداز سان ڪري سگهجي ٿي.

اڇو ته هاڻي، فطرت پرستيءَ جي ڪمزورين تي نظر وجهئون. سڀ کان پهريان ته اها ڪائنات جي ابتدا جي ڪا تسلي بخش توجيهه پيش نه ٿي ڪري. حالانڪ ڪوڙ شهادتون اهڙيون موجود آهن جيڪي ڪائنات جي پيدائش جي حق ۾ آهن.

فطرت پرستيءَ جي لاءِ باطني حقيقتن جي توجيهه ڪرڻ به نهايت مشڪل آهي. ڪيميائي ۽ طبيعياتي اصولن کي اهو ثابت ڪرڻ جي لاءِ، وڏي حد تائين استعمال ڪري سگهجي ٿو ته، اسان جا دماغ ۽ جسم ڪيئن ٿا ڪم ڪن. پر ان مان اهو معلوم نه ٿو ٿي سگهي ته ايئن ڇو ٿيندو آهي؟ انسان، جانورن کان ايتريقدر مختلف ڇو هوندو آهي؟ صرف انسان کي ئي خدا جو شعور ڇو آهي؟ انساني تحقيق جي پوري

تاريخ ۾ ڪٿي بہ ان ڳالھ جو ذڪر نہ ٿو اچي تہ، ڪنهن جانور، ڪا عبادتگاھ ٺاهي هجي. ڇا اهو ڪافي آهي تہ دماغ ۽ ذهن کي هڪ سمجهيو وڃي؟ جيڪڏهن انهن ۾ ڪو فرق ناهي تہ پوءِ اسين حافظي، تصور ۽ استدلال جي ڪهڙي توجيهہ پيش ڪنداسون؟ فطرت پرستيءَ وٽ انهن سمورين ڳالهين جو ڪوئي تسلي بخش جواب ڪونهي.

خدا پرستيءَ جو تصور ڪائنات بہ انهن سمورن سوالن جا معقول جواب پيش ڪري ٿو. ان جي مطابق، هڪ مافوق ذهن جيڪو تنظيم، تدبر ۽ مناسبت پيدا ڪري ٿو، انهن سمورين شين جي پٺيءَ تي آهي. ان ذات هڪ خاص وقت ۾ سمورا مادا ۽ قوتون پيدا ڪيون. هن آسماني حسن کي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي مقرر ڪيو ۽ ڪائنات ۾ وسيع هجڻ جي صلاحيت پيدا ڪئي. هن زمين پيدا ڪئي ۽ ان تي اهڙيون حالتون پيدا ڪيائين جو، ان تي زندگي ممڪن ٿي سگهي. انهن حالتن جي خلاف، جيڪي اتفاقي حادثا پيش اچن ٿا، اهي ”ايڊنگٽن“ جي قول مطابق، لکن ۾ هڪ جي نسبت سان هوندا آهن. ان ذات، انسان کي پنهنجي عقل جهڙو پيدا ڪيو آهي ۽ هڪ سوچ عطا ڪئي آهي ۽ جنهن ۾ ارادو ۽ شخصيت موجود آهي. هن، انسان جي ذهن ۾ خدائي شعور پيدا ڪري ڇڏيو. هن انساني تخليق ۾ اخلاقي فطرت شامل ڪري ڇڏي ۽ ان کي بہ پنهنجي فطرت جهڙو بڻائي ڇڏيائين. ان جي ئي خواهش جي مطابق تنظيم ۽ باقاعدگي قائم آهن. حسن، سچائي، وفاداري، محبت، ڀلائي ۽ ٻيون نيڪيون خدا جي ان قسم جي صفتن مان حاصل ڪيون وينديون آهن. انسان جو دماغ، خدا جي دماغ جو پاڇولو آهي ۽ ان ۾ مادي کان ماورا بہ ڪجھ آهي، جيڪو دماغ جو آلہ ڪار آهي.

انسان جي سوالن جا جواب ڏيڻ جي لاءِ خدا پرستيءَ جي دعويٰ آهي تہ:

※ خدا، انسان کي ۽ سمورين حقيقتن کي پيدا ڪيو آهي.

※ خدا جي خواهش آهي تہ انسان ان جو قرب حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ۽ ان جو ڪامل احترام، بندگي ۽ سپردگيءَ جي صورت ۾ ڪري.

※ خدا اهو بہ چاهي ٿو تہ اها مؤانست، اها سپردگي ۽ بندگي حيات بعدالموت ۾ بہ هميشہ جاري رهي.

****



# سادو پاڻي اصل حقيقت جي آشنائي بخشي سگهي ٿو

**ٿامس ڊيوڊ پارڪس**
(محقق ڪيميا)

”وهيڪٽر چيمبرز“ پنهنجي ڪتاب ”شهادت“ ۾ هڪ معمولي واقعي جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو نہ صرف ان جي زندگيءَ جو رخ موڙڻ جو باعث بڻيو، بلڪ پوري انسانيت جي معاملن ۽ مسئلن تي ان جو اثر پيو. هن ويٺي پنهنجي ننڍڙي نياڻيءَ کي پئي تڪيو تہ اوچتو هن جي نظر نياڻيءَ جي ڪن تي پئي ۽ غير شعوري طور تي هو ان جي ساخت ڏانهن متوجهہ ٿيو. کيس خيال آيو تہ ڪيڏي تہ ناممڪن ڳالھ آهي جو ايتري پيچيده ۽ نازڪ شيءِ اتفاق سان وجود ۾ اچي وڃي. اهو يقيناً پهريان کان سوچيل سمجهيل نقشي ۽ منصوبي تحت ئي ممڪن ٿي سگهي ٿو، پر پوءِ اوچتو کيس احساس ٿيو تہ جيڪڏهن هو اهو مڃي وٺي ٿو، ان جو منطقي نتيجو اهو ٿيندو تہ ان کي اهو بہ مڃڻو پوندو تہ خدا آهي. ڇو جو جيڪڏهن هن ڪائنات کي تخليق مڃجي تہ خلقڻهار جو مڃڻ ضروري ٿي پوي ٿو ۽ اهو هڪ اهڙو تصور هيو، جنهن کي قبول ڪرڻ جي لاءِ ان جو ذهن آماده نہ هيو. تنهن ڪري هن ان ڳالھ تي وڌيڪ غور و فڪر ڪرڻ جي همت ئي نہ ڪئي.

اسين پنهنجي چوڌاري جيڪو نظم ۽ ترتيب ڏسئون ٿا، اهو محض قدرت قاهر جو ڪو قهري مظاهرو ناهي، بلڪ ان جي اندر خيرخواهي ۽ ڀلائيءَ جي گهري چاشني ڏسجي ٿي، جيڪا ان ڳالھ جو کليل ثبوت آهي تہ فطرت جي اٽل قانون وانگر حڪمت الاهيءَ جو پروگرام بہ مخلوق جي فلاح ۽ ترقي آهي. مثال طور، پاڻيءَ کي ئي وٺو. ان جي ضابطي جو وزن 18 آهي. ان وزن جي بنياد تي فوري طور ٻڌائي سگهجي ٿو تہ معمولي حرارت يا دٻاءَ جي اثر هيٺ اهو گئس ۾ تبديل ٿي سگهي ٿو. پاڻي هوا جي گولي جي دٻاءَ تحت منفي 33 سينٽي گريڊ درجہ حرارت تي بہ گيس

بڻجي سگهي ٿو. هائيڊروجن سلفائيڊ، جيڪا دوري جدول ۾ پاڻيءَ سان ويجهي مناسبت رکي ٿي. ان جي ضابطي جو وزن 34 آهي ۽ اها منفي 59 درجا سينٽي گريڊ تي گيس بڻجي سگهي ٿي. هاڻي اها ڳالھ ته، پاڻي هميشه وهڪري جي شڪل ۾ رهندو آهي، نهايت ئي اهم ۽ قابل غور حقيقت آهي.

وڏي پئماني تي ان حقيقت تي غور ڪري سگهجي ٿو ته پاڻي، ڌرتيءَ جي هن گولي تي ٽن حصن کي گهيريون ويٺو آهي ۽ ان جي حرارت ۽ موسمي حالتن جي ڦير گهير تي گهرو اثر پوندو آهي. جيڪڏهن پاڻيءَ ۾ مٿي ڄاڻايل خاصيتون نه هجن ته تصور ئي نه ٿو ڪري سگهجي ته ان سان حرارت ۾ ڪيڏا لاها چاڙها ايندا رهن ها. جميل پاڻيءَ کي رجائڻ جي لاءِ ڪافي سخت حرارت جي ضرورت آهي. ان جي وهڪري واري ڪيفيت ڪافي عرصي تائين برقرار رهي سگهي ٿي ۽ ان کي ٻاڦ ۾ تبديل ڪرڻ جي لاءِ ڪافي تيز حرارت مطلوب هوندي آهي ۽ اهڙيءَ طرح گويا، ان ۾ موسمن جي ڦير گهير جي شديد اثرن کي جذب ۽ زائل ڪرڻ جي حيرت انگيز صلاحيت پيدا ڪئي وئي آهي. ٻين لفظن ۾ ايئن چئي سگهجي ٿو ته جيڪڏهن موسمن ۽ حرارت جي ڦير گهير جي اثرن کي زائل ڪرڻ جي اها عقل کي حيران ڪندڙ صلاحيت، پاڻيءَ ۾ موجود نه هجي ته هوند زمين تي انسان جي لاءِ زنده رهڻ انتهائي مشڪل ۽ اڻائو ٿي پوي.

ان کان ڪانسواءِ پاڻيءَ جون ٻيون به ڪوڙ انوکيون خاصيتون اهڙيون آهن، جيڪي مون کي اهو مڃڻ تي مجبور ٿيون ڪن ته اهو نه صرف ڪنهن وڏي حڪيم ۽ داناءَ جي تخليق آهي، بلڪ اهو خلقڻهار پنهنجيءَ مخلوق تي وڏو مهربان ۽ ان جو وڏو خيرخواھ پڻ آهي. پاڻي اهو واحد معلوم مادو آهي جيڪو ڄمڻ ڪانپوءِ هلڪو ٿي ويندو آهي. اها شيءِ زندگيءَ جي بقا لاءِ زبردست اهميت واري آهي. ان جي ڪري ئي اهو ممڪن هوندو آهي ته برف، پاڻيءَ جي سطح تي ترندي آهي ۽ دريائن، سمندن ۽ ڍنڍن جي تري ۾ ويهي ناهي ويندي جو آهستي آهستي سيني کي ڄمائي ٺوٺ ڪري ڇڏي. برف پاڻيءَ جي سطح تي هڪ اهڙو تھ بڻجي ويندي آهي جنهن جي هيٺان پاڻيءَ جو درجهء حرارت، ڄمي وڃڻ جي نقطي کان وڌيڪ رهندو آهي ۽ ان جي ڪري مڇيون ۽ ٻيا آبي جانور زنده رهندا آهن ۽ جيئن ئي بهار جي مند ايندي آهي ته برف فوري طور تي رجي ويندي آهي.

پاڻيءَ جون ٻيون به نهايت دلچسپ خاصيتون قابل ذڪر آهن. مثال طور: پاڻيءَ جي ڪناري تي نهايت سخت ڇوليون ۽ حرڪت رهندي آهي جيڪا، مٽيءَ مان غذائي جزن کي مٿي آڻيندي آهي ۽ هڪ جاءِ تان ٻيءَ جاءِ تي منتقل ڪندي رهندي آهي ۽ اهڙيءَ ريت نباتات جي واڌ ويجھ ۾ وڏي مدد ڪندي آهي. پاڻيءَ ۾ شين کي حل ڪرڻ ۽ ڳارڻ جي صلاحيت هر ٻئي مادي کان وڌيڪ آهي ۽ تڏهن ئي پاڻي اسان





جي رت جو هڪ اهم جز بڻجي، اسان جي جسماني زندگيءَ جي واڌ ۽ ارتقا ۾ وڏو ڪردار ادا ڪندو آهي. حرارت جي بي شمار حالتن ۾، حرارت جي مختلف درجن سان، ان تي شديد بخاراتي دٻاءُ پوندو آهي، پر ان جي باوجود انهن سمورين بي شمار صورتن ۾ وهندڙ ئي رهندو آهي، جن ۾ زندگيءَ جي بقا لاءِ ان جو وهندو رهڻ ضروري آهي.

بي شمار سائنسدانن، پاڻيءَ جي ان حيرت انگيز خاصيتن جو مطالعو ڪيو آهي ۽ انهن عجوبن جي توجيهھ جي سلسلي ۾ ڪوڙ نظريا قائم ڪيا آهن. پر اها حقيقت پنهنجيءَ جاءِ تي اٽل آهي ته عقل وڙهائي، اسين چاهي اها ڳالھ ڄاڻي وٺئون ته اهو سڀ ڪجھ ڪيئن پيو ٿئي، پر اهو ٻڌائڻ اسان جي وس جي ڳالھ ئي ناهي ته اهو سڀ ڇو پيو ٿئي؟ وري اهو به ذهن ۾ رکو ته معاملو، صرف پاڻيءَ جي عجيب و غريب خاصيتن تائين محدود ناهي. هن ڪائنات ۾ خبر ناهي ته ڪيترا بي حد و حساب مادا آهن، جن جون خاصيتون ايتريون حيران ڪن آهن، جو انساني عقل انهن جا مظاهر ڏسي دنگ رهجيو وڃي. جيستائين منهنجي ذات جو تعلق آهي، فطرت جي انهن معجزن جي مون هڪ توجيهھ دريافت ڪري ورتي آهي. هڪ نهايت اطمينان بخش توجيهھ ۽ اها توجيهھ اها آهي ته: ”ڪائنات جو هي بي مثال نظم و ضبط هڪ حڪيم جو ڪرشمو آهي ۽ هن ڪائنات جو وجود هڪ عظيم ڪاريگر جي ڪاريگريءَ جو شاهڪار آهي ۽ هن ڪائنات ۾ صرف اهوئي نه، ته هر شيءِ جي منصوبابندي نهايت جامع ۽ مڪمل آهي، بلڪ ان منصوبابنديءَ ۾، خالق ڪائنات جي پنهنجي مخلوق جي لاءِ رحمت ۽ شفقت، محبت ۽ خيرخواهي به پوريءَ طرح نمايان آهي.“

****

# مٽيءَ جا عجائبات

**ڊيل سوازنربر**
(ماهر ارضيات)

شهرن جا رهواسي، جڏهن پنهنجين ڪارن ۾ ڳوٺن مان گذرندا آهن ته ٻنين ۾ پوکون ڏسي ڪري انهن جي تعريف ڪندا آهن ۽ اهو سوچيندا آهن ته اهي پوکون مٽيءَ مان ڄميون آهن. پر ان مٽيءَ ڏانهن گهٽو ڪري توجهه نه ڏيندا آهن. ان جي برعڪس هوشيار ڪڙمي، هميشه مٽيءَ جي قسم ۽ ان جي نوعيت تي غور ڪندا آهن. اگرچه ڪڙمين جي عام حالت ڏسي، انهن مان اها توقع نه ٿي ڪري سگهجي ته هو، مٽيءَ جي مختلف جزن جو تحقيقي مطالعو ڪري سگهندا. حالانڪ انهن جي آمدني ۽ روزگار سان، مٽيءَ جي نوعيت جو گهرو تعلق هوندو آهي.

مٽي، عجائبات جي هڪ دنيا آهي. پر انهن عجائبات جو سائنسي طريقي سان ئي ڇيد ڪري سگهجي ٿو. توهين ان حقيقت کان ته پليءَ پت سونهان هونڊؤ ته زمين هڪ عجائب خانو آهي ۽ ان ۾ اهڙي تدبير ۽ تنظيم ڏسجي ٿي جيڪا يقين ڪرڻ تي مجبور ڪندي آهي ته ان جي پويان ڪو زبردست مدبر ڪم ڪري رهيو آهي. اچو ته مٽيءَ جو مطالعو، موسمي نتيجن جي لحاظ کان ڪريون. زميني موسم ڪي ٽن حصن ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي:

* ته نشين طبقو.
* ته نشين ڪنڪر.
* مٽي.

اهي ٽئي ان انتشار ۽ پيچ ڊاهه سان پيدا ٿيندا آهن، جيڪو موسم پاڻ سان گڏ آڻيندي آهي. پر ان لحاظ کان ته مٽي، زمين تي زندگيءَ کي قائم رکي سگهي ٿي، پنهنجي پهرين ٻن قسمن کان گهڻو وڌيڪ نرالي حيثيت جي مالڪ آهي. مٽيءَ مان هتي اسان جي مراد زمين جي مٿانهين سطح تي جماداتي مرکبات جنهن ۾ ٻوٽا ڦٽندا آهن. ان مان ٻوٽن کي غذا ملندي آهي ۽ زميني پيداوار جي واڌ ويجهه جي لاءِ ان جو





سنڌيڪا :سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار



وجود ضروري آهي.

جڏهن گرميءَ جي شدت، تپش پيدا ڪندي آهي ته قابل تحليل جزا، جهڙوڪ، ڪيليشيم، ميگنيشيم ۽ پوٽاشيم غائب ٿي ويندا آهن ۽ مٽيءَ جي ترڪيبي جزن ۾ سليڪون جا اڪسائڊ، ايلومينم ۽ لوهه وغيره باقي رهندا آهن. فاسفورس ۾ وڌيڪ ڪمي ناهي ٿيندي ۽ نائٽروجن ۾ ڪنهن حد تائين اضافو ٿيندو آهي. سيڪيٽ جي ابتدائي جمادات ۾ موسم جي اثر سان چيڪي مٽي پيدا ٿي پوندي آهي.

چيڪي مٽيءَ جي هڪ اهم خاصيت اها آهي ته ان ۾ برقي عمل ۽ ردعمل ٿيندو رهندو آهي. ان صفت جي ڪري اها تحليل پذير جزن کي متبادل ردعمل جي ذريعي برقرار رکي سگهندي آهي ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي اندر انهن جزن جي ايتري ڪمي ٿيڻ ناهي ڏيندي جو هو بنهه ٻڙي ٿي وڃن. ان تبادلي سان جيڪا برقي طاقت جمع ٿيندي آهي، اها ٻوٽن جي ڪم ايندي آهي. ايئن موسمي تحريڪ ٻوٽن جي تحليل پذير غذا ۾ ڪمي ڪري ڇڏيندي آهي. اها ئي انهن جي لاءِ هڪ غير نامياتي ترڪيب مهيا ڪندي آهي، جيڪا انهن کي زنده رکڻ جي ضامن هوندي آهي.

اسين فرض ٿا ڪريون ته پهرين پهرين ٻوٽن کي به ان قسم جي غذا جي ضرورت پئي هوندي، جهڙي غذا جي اڄ ضرورت ٿيندي اٿن. اتان معلوم ٿيندو ته قابل تحليل عنصر ۽ فاسفورس ڪافي مقدار ۾ موجود هوندا، پر نائٽروجن جو معاملو مختلف هيو، جنهن جا ٻوٽا نسبتاً وڌيڪ مقدار استعمال ڪري سگهن ٿا. ان جي ڪري زمين غيرنامياتي ذخيرا جمع نه ڪري سگهندي آهي.

هتي قدرتي طور تي انسان جي ذهن ۾ اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته پهريون ٻوٽي، نائٽروجن ڪيئن حاصل ڪئي هوندي؟

ان ڳالهه جو ثبوت موجود آهي ته ٻاهه اوٻاڇيندڙ ڇپون، ايمونيائي نائٽروجن اسي فيصد تائين محفوظ ڪري سگهنديون آهن. جيڪڏهن اوڪسائيڊ جو ردعمل موجود نه هوندو ته ٻوٽي، پهرئين سٽ ۾ ئي نائٽروجن جو استعمال ڪيو هوندو، پر ان کان علاوه ٻيا ذريعا به ممڪن ٿي سگهن ٿا. هڪ ته ڪنوڻ جا چمڪاٽ آهن. گهڻا ماڻهو، ڪنوڻ کي رڳو تباهه ڪاريءَ جي نشاني سمجهندا آهن. پر هاڻي اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي آهي ته ڪنوڻ جا چمڪاٽ نائٽروجن جا اڪسائڊ پيدا ڪندي آهي، جيڪي بارش ۽ ڪوهيڙي وغيره سان ملي ڪري زمين تي اچي ويندا آهن.

ڪنوڻ جي چمڪاٽن بابت هڪ ٻي ڳالهه اها به آهي ته: نائٽروجن جو مقدار، مرطوب ۽ معتدل خطن جي ڀيٽ ۾، گرم ملڪن ۾ وڌيڪ هوندو آهي ۽ نيم خشڪ علائقن ۾، معتدل خطن کان وڌيڪ مقدار ۾ هوندو آهي. اهڙي طرح مختلف جاگرافيڪل علائقن کي مختلف مقدار ۾ غذا مهيا ڪجي ٿي ۽ هڪ مدبراعليٰ، هر هڪ کي ان جي ضرورت مطابق غذا مهيا ڪري رهيو آهي. انسان فطري طور تي

Free Download Books @ www.sindhica.org or
Email: sindhica_academy@yahoo.com

سوچي ٿو تہ ڇا مٽيءَ جي ٻوٽي جي تخليق کي جيئن اسين هاڻي بيان ڪيو آهي، تخليق جي بامقصد هجڻ جو دليل بڻائي سگهجي ٿو؟ ان سوال جو جواب اسين عام سائنس جي مسئلن کان هٽي ڪري نہ ٿا ڏيئي سگهئون.

اها ڳالهہ يقيني ناهي تہ سمورا سائنسدان، سائنسي طريقي جي تعريف تي متفق ٿي سگهندا، پر ”ٽرنز“ جي هن قول سان گهڻا اتفاق ڪندا تہ: ”سائنس، مجموعي طور تي فطرت جا قانون دريافت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي.“ منطق جي اصول جي مطابق اسين ايئن چئي ٿا سگهئون تہ، سائنسدان جي لاءِ، جيڪو ان قسم جا قانون تلاش ڪندو آهي، اهو ضروري آهي تہ اهو انهن جي وجود جو انڪار انهن سمورن قانونن جي موجودگيءَ ۾ ڪري، جيڪي سائنس وڏي ڪاميابيءَ سان معلوم ڪري ورتا آهن ۽ جن کي ان ترقي ڏني آهي. آزاداڻي تحقيق جي لاءِ منطقي طور تي اهو سوال اٿارڻ جي بہ ضرورت محسوس ٿئي ٿي تہ اهي قانون، ڪيئن وجود ۾ آيا؟ ۽ ايئن ڇو ٿيندو آهي. مثال طور: مٽي ۽ ٻوٽي جي سلسلي ۾ ۽ سوين ٻين سائنٽيفڪ رشتن جي سلسلي ۾ اهي سمورا قانون نهايت مفيد هوندا آهن.

ان مقام تي پهچي اهو محسوس ٿيندو آهي تہ ان جون صرف ٻہ صورتون ئي ممڪن آهن. هڪ اها تہ اسين اها دعويٰ ڪريون تہ ان جي ابتدا محض هڪ اتفاقي حادثي سان ٿي؛ پر اها توجيهہ عقل سليم جي بلڪل خلاف لڳي ٿي. ”جولٿيمن“ حرڪيات حرارت جي اصول ٻئي ۾ ان جي باقاعده ترديد ڪئي آهي، جنهن کي سڀ اهل علم مڃين ٿا. راقم بہ ٻي صورتحال کي تسليم ڪري ٿو، جيڪا اها آهي تہ: ”فطرت ۾ جيڪا باقاعدگي ڏسجي ٿي، اها ان جي ڪري آهي جو فطرت کي ان نهج تي خلقيو ويو آهي.“

مون کي خبر آهي تہ نظام ڪائنات جي اهڙي توجيهہ، جيڪا ان ۾ ڪنهن منصوبي ۽ ڪنهن حڪمت جي نشاندهي ڪندي هجي، انهن ماڻهن جي لاءِ، جيڪي ان تصور جي خلاف آهن، ڪڏهن بہ قابل قبول ٿي نہ ٿي سگهي ۽ اهي امالڪ ان تي ٽيڪاٽپڻي شروع ڪندا ويندا. پر انهن جو اهو رويو ناقابل فهم ناهي! اڄ گهڻا سائنسدان، ان ترتيب جي بنياد تي، جيڪا انهن حاصل ڪئي آهي، ميڪانڪي طرز فڪر اپنائي چڪا آهن. بلڪ ڪن صورتن ۾ تہ هو پنهنجي سائنسي نظرين کي حقيقت جي عملاً هم معنيٰ قرار ڏيندا آهن، پر جيئن تہ سائنس ۽ عقل سليم جي مصنف ”نانٽ“ لکيو آهي تہ:

”سائنسي نظريا ۽ توجيهون عارضي ۽ ناپائيدار هوندا آهن.“

جيڪڏهن ان توجيهہ سان ڏٺو وڃي تہ، تخليق ۾ حڪمت ۽ منصوبي جي مفڪر ماڻهن جي لاءِ ميڪانڪي طرز فڪر ۽ انهن جون دعوائون ۽ خلل اندازيون وڏيڪ معنيٰ خيز ۽ پريشان ڪُن نہ ٿيون رهن.





حقيقت اها آهي تہ: ”هن ڪائنات ۾ هر جاءِ تي نظم، ضبط، ترتيب، حڪمت ۽ منصوبہ بندي ڪارفرما نظر اچي ٿي. چاهي انسان افلاڪ جي وسعتن جو جائزو وٺي ۽ چاهي زمين جي گهرائين ۾ لهي ڏسي. اها حقيقت، هر جاءِ تي حقيقت ئي نظر ايندي.“

هڪ حقيقي ڪارساز ۽ هڪ ناظم ڪائنات جي وجود کان هن ڪائنات جي سمورن مظهرن کي ڏسڻ جي باوجود انڪار ڪرڻ اوترو ئي بعيد از عقل هوندو، جيترو ڪٽڪ جو هڪ ڀهڪندڙ فصل ڏسڻ ڪانپوءِ ان تي ڳت ڏئي بيهڻ تہ، اهو فصل ڪنهن ڪڙميءَ جي محنت، توجهہ ۽ منصوبہ بنديءَ ڪانسواءِ پاڻ ئي تيار ٿي ويو آهي.

****

# مٽي، ٻوٽا ۽ چار هزار سال پهريان جي وضاحت

ليٽرجان زمرمان

ڪڏهن ڪڏهن اسين سڀ فيلسوف بڻجي ويندا آهيون. جڏهن اسين ٻهڪندڙ پوک وٽان گذرندا آهيون، باغن ۾ گهمندا آهيون، گهر جي ٻارين ۾ پوکيل ساوڪ ڏسندا آهيون، وڻن تي پڪل ميون تي نظر وجهندا آهيون. بهار جي مند ۾ وڻن جي نون گونچن ۽ رنگ برنگي گلن جا حسين منظر سامهون ايندا اٿئون ته ذهن ۾ اڪثر اهو سوال اڀرڻ لڳندو آهي ته: ”اهو سڀ ڪجهه ڪيئن وجود ۾ اچي ويو؟“

حضرت عيسيٰ عليہ السلام هڪ موقعي تي، پنهنجن حوارين کي هيئن چيو هو ته: ”جيڪو داڻو مٽيءَ ۾ ملي ڪري فنا ٿي ويندو آهي، ان مان نئون فصل پيدا ٿيندو آهي.“ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ان سادي تمثيل ۾ قدرت جي ڪارخاني جو اهو عجيب و غريب قانون بيان ڪري ڇڏيو ته: ”ٻج جو موت ئي اصل ۾ هڪ نئين ٻوٽي جي زندگيءَ کي جنم ڏئي ٿو.“ ٻج ڳرڻ ۽ ان مان نئين گونچ ڦٽڻ جي لاءِ پاڻي ضروري آهي. ان ڪانپوءِ گونچ جي واڌ ويجهه جو سامان به ضروري آهي. اهو سامان مٽي ۽ پاڻ آهن، جيڪي مختلف ڪيميائي عنصر ۽ اجزا آهن، جن سان نئين گونچ کي غذا ملندي آهي. زندگي، چاهي اها ڪهڙي به نوعيت جي ڇو نه هجي، پنهنجي وجود ۽ بقا جي لاءِ پاڻيءَ جي بهرحال محتاج آهي.

هر مادي جي بناوت ڪيميائي عنصرن مان ٿيندي آهي. ٻوٽن جي واڌ ويجهه جي لاءِ جيڪي عناصر ضروري آهن، اهي عام طور تي مٽي ۽ هوا ۾ ڏسجن ٿا، پر سوال ٿو پيدا ٿئي ته آخر اها مٽي ڪيئن وجود ۾ آئي ۽ اها ٻوٽي کي ڪيئن ٿي غذا مهيا ڪري؟

زرخيز مٽي، معدنياتي عنصرن تي مشتمل هوندي آهي، پر انهن عنصرن ۾ نامياتي مادو به موجود هوندو آهي، جيڪو دراصل ٻين ٻوٽن ۽ حيوانن جي مرڻ ۽ ڳري سڙي وڃڻ سان حاصل ٿيندو آهي. اهو نامياتي مادو جڏهن بنهه ڳري سڙي ويندو آهي، نئين نباتاتي ۽حيواني زندگيءَ جي پيدائش ۽ ان جي نشو و نما جو









سامان پيدا ڪرڻ جي لاءِ نهايت مفيد هوندو آهي ۽ اهي سمورا عنصر پاڻي ۽ مٽيءَ سان ملي ڪري، هر قسم جي زندگيءَ کي واڌ ڏيڻ جي عمل ۾ مددگار ٿيندا آهن. صرف اها مٽي، جيڪا پراڻن پهاڙن جي پٿرن جي ٽٽڻ سان وجود ۾ ايندي آهي، بنجر هوندي آهي، نه ته هر قسم جي مٽي زرخيز هوندي آهي ۽ ان ۾ زندگي جون سموريون صلاحيتون، بلڪ ايئن چوڻ گهرجي ته خود زندگي مستور هوندي آهي.

هتي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته آخر اهو عمل ڪڏهن شروع ٿيو ۽ ڪيئن شروع ٿيو؟ جيڪڏهن ٻج ڪٽڪ جو هوندو آهي ته ان مان ڪٽڪ جو ئي سلو ڦٽندو آهي ۽ جيڪڏهن ٻج بيد مشڪ جو هوندو آهي ته ان مان بيدمشڪ جو ئي ڊگهو ۽ ڀريل ڀريل وڻ ڦٽندو آهي. جڏهن ٻج ڇٽي، سڙي، ڳري مٽيءَ ۾ جذب ٿي ويندو آهي ته ان مان به اهوئي شاندار وڻ ڦٽي نڪرندو آهي، جنهن جو اهو ٻج هوندو آهي.

پيوندي ٻج به اصل ٻج وانگر ئي استعمال ٿيندو آهي، پر جيڪڏهن مناسب طريقي سان استعمال ڪيو وڃي ته هڪ ئي پوک ۾ مختلف قسم جو اناج پيدا ڪري سگهجي ٿو، جنهن ۾ ڪنهن جو تيلو ڊگهو ۽ ٿلهو ۽ ڀريل ڀريل ٿي سگهي ٿو ۽ ڪنهن جو وري بنهه سنهو. خالي خالي ۽ قد جو ننڍو. ٻوٽي ڦٽڻ جو عمل ايترو صحيح ۽ تڪيل توريل هوندو آهي ۽ موسم جي لحاظ کان ڦلدائڪ ٿيڻ جي وقت جو اندازو به ٿي سگهي ٿو. ٻوٽا ۽ وڻ توڙي جو هڪٻئي کان گهڻو مختلف هوندا آهن، پر انهن ۾ به ڪجهه ڳالهيون مشترڪ هونديون آهن. مثال طور: ضيائي آميزش کي وٺو، جنهن جي ذريعي روشنيءَ جي موجودگيءَ ۾ پاڻي ۽ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو امتزاج ٻوٽن کي خوراڪ مهيا ڪندو آهي.

پاڙن، پنن ۽ گلن جي حالت ۾ هڪجهڙائي ڏسبي آهي. اهڙيءَ طرح مرجهائجي وڃڻ، انهن ڪيفيتن مان سڀ ٻوٽا هڪجهڙائيءَ سان گذرندا آهن.

انهن ٻوٽن جو خلقڻهار ڪير آهي؟ ان سوال جي جواب جي لاءِ مان هڪ اهڙي ڪتاب مان ٽڪرا پيش ڪريان ٿو، جيڪو ٽي هزار سال پهريان مرتب ٿيو ۽ جنهن ۾ چار هزار سال پهريان جيڪو انهن تي بحث ڪيو ويو آهي، انجيل قديم جي باب 28 ۾ الله پاڪ، تخليق ڪائنات جا واقعا هيئن بيان ڪيا آهن:

تون ڪاٿي هئين، جڏهن مون زمين جو بنياد وڌو؟
تون ڏاهو آهين ته ٻڌاءِ!
جڏهن صبح جا ستارا، (فرشتا) گڏجي ڳائيندا هيا ۽ خدا جا سڀ پٽ خوشيءَ مان للڪاريندا هيا،
ڇا توکي خبر آهي ته ڪنهن انهن جي ماپ ورتي؟
ڪهڙي شيءِ تي ان جو بنياد وڌو ويو؟
يا، ڪهڙي شيءِ ان جا پٿر ويهاريا؟

يا، ڪنهن سمنڊن کي دروازن سان بند ڪيو؟
جڏهن اهو ائين ڦٽي نڪتو جيئن رحم مان...
جڏهن مون بادل کي ان جو لباس ۽ گهپ اوندهه کي ان جي اوڍڻ جو ڪپڙو بڻايو.
۽ ان جي لاءِ حد مقرر ڪئي!
۽ سيخون ۽ ڪڙا هنيم.
۽ چيم: هيستائين ته تون اچجان پر ان کان اڳتي نه.
۽ هتي تنهنجون موجون رڪجي وڃن!
۽ ڇا تو فڪر کي ان جو هنڌ ڏيکاريو؟
ڇا تو پنهنجي عمر ۾ ڪڏهن صبح تي حڪمراني ڪئي؟
ته جيئن هو زمين جي ڪنارن تي قبضو ڪري؟
۽ شرير ماڻهو ان مان ڇڙيا ويا.
۽ اها ائين بدلبي آهي، جيئن نهر جي هيٺان چيڪي مٽي!
۽ سڀ شيون ڪپڙي وانگر نمايان ٿي پونديون آهن.
۽ شريرن کان ان جي روشني روڪي ويندي آهي.
۽ بلند بازو ٽوڙيو ويندو آهي.
ڇا، تون سمنڊن جي وهڪري ۾ گهڙيو آهين؟
يا گهرائيءَ جي تري ۾ هليو آهين؟
ڇا، موت جا ڦاٽڪ توتي ظاهر ڪيا ويا آهن؟
يا، تون موت جي پاڇي جي ڦاٽڪن کي ڏسي ورتو آهي؟
ڇا، تون زمين جي موڪر کي سمجهي ورتو آهي؟
جيڪڏهن اهو سڀ تون ڄاڻين ٿو ته ٻڌاءِ!
نور جي نڪاڻي جو ڏڳ ڪٿي آهي؟
رهي اوندهه، ته ان جو امڪان ڪٿي آهي؟
ته جيئن تون ان کي ان جي حد تائين پهچائي اچين؟
۽ ان جي ماڳ جي واٽن کي سڃاڻين!
بي شڪ! تون ڄاڻندو هوندين، ڇو جو تون ان وقت پيدا ٿيو هئين.
۽ تنهنجن ڏينهن جي ڳڻپ ٿي آهي.
ڇا تون برف جي خزانن ۾ داخل ٿيو آهين؟
بادلن جي خزانن کي تو ڏٺو آهي؟
جن کي مون تڪليف جي وقت جي لاءِ.
۽ ويڙهه ۽ جنگ جي لاءِ رکي ڇڏيو آهي؟
روشني ڪهڙي طريقي سان تقسيم ٿيندي آهي؟





ته جيئن اوڀر جي هوا، زمين تي ڦهلائي وڃي؟
سيلاب جي لاءِ ڪنهن نالي ڪڍي؟
يا وڄ جي بجليءَ جي لاءِ رستا!
ته جيئن ان کي غير آباد زمين تي وسائي.
۽ بيابان تي، جتي انسان ناهي وسندو؟
ته جيئن اجڙيل ۽ ويران زمين کي سيراب ڪري.
۽ نرم نرم گاهه اپائي.
ڇا، بارش جو ڪو پيءُ آهي؟
يا، ماڪ جا ڦڙا ڪنهن مان ڄاوا؟
برف ڪنهن جي پيٽ مان نڪتي؟
۽ آسمان جي سفيد چادر کي ڪنهن پيدا ڪيو؟
۽ پاڻي، پٿر جهڙو ٿيو وڃي.
۽ گهرائيءَ جي سطح ڄمي ويندي آهي.
ڇا، تون ثريا کي ڳنڍي ٻڌي سگهين ٿو؟
ڇا تون، منطقة البروج کي، انهن جي وقتن تي ڪڍي سگهين ٿو؟
يا نبات النعش جي رهبري ڪري سگهين ٿو؟
ڇا، تون آسمان جا قانون ڄاڻين ٿو؟
۽ زمين تي انهن جو اختيار قائم ڪري سگهين ٿو؟
ڇا تون بادلن تائين پنهنجو آواز بلند ڪري سگهين ٿو؟
ته جيئن پاڻيءَ جي گهڻائي توکي لڪائي ڇڏي؟
ڇا تون بجليءَ کي روانو ڪري سگهين ٿو ته اها وڃي؟
۽ توکي چوڻ لاءِ مان حاضر آهيان:
باطن ۾ حڪمت ڪنهن رکي؟
۽ دل جي دانش ڪنهن بخشي؟
بادلن کي حڪمت سان ڪير ٿو ڳڻي سگهي؟
يا ڪير ٿو آسمان جي مشڪن کي اوتي سگهي؟
جڏهن دز ملي ڪري دڙو ٻڌجي ويندي آهي.
۽ دڙا پاڻ ۾ ملي ويندا آهن!
ڇا تون شينهڻ جي لاءِ شڪار ڪري ايندين؟
يا، شينهڻ جي ٻچن کي خوش ڪندين؟
جڏهن اهي پنهنجين ڇُرن ۾ ويٺا هجن؟
۽ تاڪ لڳائي آڙ ۾ ڇؤڪس هجن؟

پهاڙي ڪانءَ جي لاءِ ڪير ٿو خوراڪ مهيا ڪري سگهي؟
جڏهن ان جا ٻچا خدا کي پڪاريندا آهن،
۽ خوراڪ نه ملڻ جي ڪري اڏرندا وتندا آهن!
ڇا تون ڄاڻين ٿو ته پهاڙن جون جهنگلي ٻڪريون، ڪڏهن ويامنديون آهن؟...

ڪائنات جي تخليق ۽ تنظيم جي جيڪا وضاحت مٿئين عبارت ۾ ڪئي وئي آهي، اهائي حقيقت ۾، منهنجي لاءِ صحيح ترين آهي ۽ اهوئي ڪائنات جي آغاز جي باري ۾ بنيادي سوال جو معقول جواب آهي. خدا ئي سموري ڪائنات کي خلقيو آهي ۽ اهوئي ان جو ابدالآباد تائين نگران ۽ محفوظ آهي.

مان زمين ۽ ٻوٽن ۾ فطرت جي ڪارفرمائين جو جيترو گهرو مطالعو ڪندو آهيان، اوترو ئي منهنجو خدا تي ايمان وڌيڪ پختو ٿيندو ويندو آهي ۽ ان جي حضور ۾ ساراهه ۽ واکاڻ جا نذرانه پيش ڪرڻ جي لاءِ، پنهنجو سرڙو ان جي آڏو نمائي ڇڏيندو آهيان.

****



# طبقات الارض جون هدايتون

ڊولنب لابرٽ
(ماهر ارضياتي ڪيمپ)

منهنجي لاءِ ناممڪن آهي ته الله پاڪ جي وجود جي ڪنهن بحث ۾ خالي الذهن ٿي ڪري حصو وٺان. ٿي سگهي ٿو ته اها ڳالهه غير سائنسي لڳي، پر مون کي پهريان ڪجهه نڪتن جي تشريح ڪرڻ ڏني وڃي، پوءِ ڪجهه خالص سائنسي معروضات عرض ڪندس.

جڏهن اسان کي چيو وڃي ته پنهنجن عقيدن جي باري ۾ ثبوت ڏيو ته سائنسي مطالعي سان ئي اهڙيون ڪوڙ شاهديون پيش ڪري سگهجن ٿيون، جيڪي خدا جي وجود جي امڪان کي روشن ڪن. پوءِ ضروري ناهي ته اهو انجيل مقدس جو خدا هجي، پر ان کان اڳتي قدم وڌائي اسين انجيل جي خدا تي ايمان آڻڻ جو جواز به پيش ڪري سگهون ٿا. پر ان جو وڌيڪ تعلق روحانيت سان آهي. ان مقام تي پهچي ڪري ائين ٿو محسوس ٿئي ته روح القدس اسان جي روحن جي آڏو خود، بطور گواهه جي موجود آهي.

الله پاڪ جي توفيق جي بدولت مون کي ايمان جي دولت حاصل آهي ۽ اهو ايمان ئي خدا جي وجود جي باري ۾ منهنجن خيالن جي باري ۾ منهنجن خيالن جي واڳ سنڀالي رکندو آهي. پنهنجي ايمان جي باري ۾ منهنجن دليلن کي داخلي رجحانات جي حيثيت ڏئي سگهجي ٿي ۽ اهڙي ريت مون تي صوفي هجڻ جو الزام به مڙهي سگهجي ٿو.

جيڪي ماڻهو مون تي لقبن جي مهرباني ڪرڻ چاهين ٿا، انهن جي خدمت ۾ اهو عرض ڪندس ته ڇا ٻئي ڪنهن ذريعي سان خالق ۽ مخلوق جي درميان داخلي احساسن ڪانسواءِ تعلق قائم ٿي سگهي ٿو؟

منهنجو علم ٻن نقطن تي عيسوي فلسفي سان هم آهنگ ٿئي ٿو. هڪ نقطئہ آغاز جو تعين، ٻيو ڪائنات جي مختلف مظهرن ۾ هڪجهڙائي ۽ هم آهنگيءَ جو

آهي. طبقات زمين جي تشڪيل جي زماني جي تعين، زمين جي تاريخ کي آسان ڪري ڇڏيو آهي. اڄڪلهه وقت جي لاءِ ڪوڙ اصول استعمال ڪيا ويندا آهن. انهن اصولن ۽ ضابطن جي صحيح هجڻ جو معيار مختلف آهي، پر انهن ۾ نتيجن جي اعتبار کان قطعاً ڪوئي فرق ڪونهي.

آسماني جسن جي شاهدين جي مدد سان ڪائنات جي تخليق جي زماني جي باري ۾ اهو چئي سگهجي ٿو ته، اها پنجاهه ڪرب سال پهريان وجود ۾ آئي هئي. ان دليل کي ٿورو وسيع ڪرڻ سان ازلي ڪائنات جي خودبخود نفي ٿي وڃي ٿي. ڇو جو ازلي ڪائنات ۾ تابڪار ذرن جي قائم رهڻ جو ڪوئي سبب نه ٿو ٿي سگهي. اها قوتِ حرارت جي ٻين قانونن جو هڪ بديهي نتيجو چئي سگهجي ٿو. هر پل متغير ڪائنات جو تصور سائنس سان نه ٿو جڙي، ڇو جو اها شيءِ محض گمان ۽ تخمينو آهي. ان کان علاوه اهو نتيجو ته: ”هيءَ ڪائنات هڪ نقطئه آغاز کان شروع ٿي“ مقدس ڪتاب سان به مطابقت رکي ٿي. ”شروع ۾ خدا پاڪ، آسمانن ۽ زمينن کي جوڙيو.“ اها آيت، قوت حرارت جي اصولن، علم الافلاڪ جي ضابطن ۽ طبقات الارض جي قانونن جي ڪسوٽيءَ تي پوري لهي ٿي.

قانون يڪسانيت، علم الارض ۾ هڪ بديهي حقيقت آهي ۽ ان جو مطلب اهو آهي ته طبقات الارض جي تشڪيل ۽ زمين جو ڪيمياوي عمل، ماضيءَ ۾ به ايئن ئي ٿيندو رهيو آهي، جيئن اڄ ڪلهه ٿئي پيو ۽ اها ڳالهه طبقات الارض جي تاريخ جي وضاحت جي لاءِ نهايت ضروري آهي. فطرت جو منظم طريقئه ڪار ۽ فطري قانونن ۽ ضابطن جو وجود، موجوده سائنس جي لاءِ بنيادي حيثيت رکي ٿو.

هيءَ منظم ڪائنات، جيڪا سائنسدان جي مطالعي هيٺ آهي، مقدس ڪتاب جي نظريئه خدا جي تائيد ڪري ٿي ۽ اها، خدا تعاليٰ کي نه صرف خلقڻهار جي حيثيت ڏئي ٿي، بلڪ ان کي ڪائنات جي علت اوليٰ به ثابت ڪري ٿي. غيرمربوط ۽ غير منظم ڪائنات سينيٽ پال جي فاضلانه قول کي ته: ”دنيا جي تخليق کان وٺي ڪري هاڻي تائين خدا پاڪ جي طاقت ۽ جبروت ان جي مخلوقات مان پوريءَ طرح عيان ٿيندو رهي ٿو،“ بي معنيٰ بڻائي ڇڏي ٿي. منتظم ڪانسواءِ ته معجزن جو به اقرار ۽ اعتراض نه ٿو ٿي سگهي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جا ڪارناما، جيڪي ان جي رسالت جو ڇٽو ثبوت هيا. جيئن نوجوانن کي نئين زندگي بخشڻ وغيره، اهي ڪنهن اهڙي ئي ڪائنات ۾ اهميت حاصل ڪري سگهن ٿا، جنهن بابت اسان کي ان ڳالهه جو پورو يقين هجي ته ان ۾ ڪا به ڪارروائي بي مقصد نه پئي ٿئي.

طبقات الارض جي ماهر، ”جي ڊبليو داسن“ جي بقول: ”حق ته اهو آهي ته عبادت جو فلسفياڻو تصور پيدا ڪرڻ جي لاءِ، اصولن ۽ قانونن تي ايمان آڻڻ بنهه ضروري آهي. جيڪڏهن ڪائنات بي ترتيب اتفاقن جو نتيجو هجي ها يا محض





ڪنهن ضرورت يا حاجت جي پيداوار هجي ها ته سوچي سمجهي عبادت ڪرڻ جي ضرورت ڪڏهن به پيش نه اچي ها. جڏهن اسين اهو تسليم ٿا ڪريون ته هيءَ ڪائنات، هڪ حڪيم ۽ ڏاهي جي تدبير جو مظهر آهي ۽ اها اڻ ٽڪ ذات ان کي ڪمال حڪمت ۽ دانائيءَ سان هلائي رهي آهي. اهڙي حالت ۾ اسان جي دل ۾ اهو احساس اڀري ٿو ته اسين ان بي مثال ذات کي هر شيءِ جو آقا ۽ موليٰ تصور ڪري، ان جي بي پناهه دانائي ۽ محبت تي اعتماد ڪندي ان جي حضور ۾ دعا جي لاءِ هٿ کڻئون.“

جيستائين منهنجي شعبي جو تعلق آهي، اسين هر شيءِ کي وسيع پيماني تي ڏسڻ جا عادي آهيون. وقت جو شمار، زميني تاريخ جي پنجاهه ڪرب سالن ۾ ڪيون ٿا ۽ فضا جو اندازو زمين جي احاطي سان ۽ ڪائنات جي عمل جو اندازو، عالمي گردش سان ڪريون ٿا. انهن سمورن اندازن جي وسعت مان، هر حال ۾ الله پاڪ جي عظمت ۾ اضافو ٿئي ٿو. اهو انسان به، جيڪو مذهب جو پيروڪار نه هجي، انهن حيران ڪندڙ شين کي ڏسي ڪري، پنهنجي دل ۾ خوف ۽ هيبت محسوس ڪندو آهي ۽ ان کي به تسليم ڪرڻو پوندو آهي ته:

”آسمان، خدا جي عظمت جا شاهد آهن ۽ هيءَ ڪائنات، ان جي تخليقي ڪرشمي جو ثبوت آهي.“

ان بحث جو تت مقدس ڪتاب جي ٻچن: ”تون ڪيترو باعظمت آهين.“ مان ملي ٿو، جنهن نيويارڪ ۾ لکين ٻڌندڙن جي دلين کي گرمائي ڇڏيو. الله پاڪ جي تخليق جا شاهڪار به ان ٻچن جو اثر،هر دل جي گهراين تائين پهچائڻ ۾ مددگار بڻبا آهن.

”اي منهنجا آقا! جڏهن حيرت ۽ هيبت جي گڏيل جذبات سان سوچيندو آهيان ته، تنهنجي مقدس هٿن ڪهڙيون ڪهڙيون دنيائون خلقيون آهن. ٽمڪندڙ تارن کي ڏسندو آهيان، گجندڙ ڪڪرن جي گجگوڙ ۽ ڪجندڙ وڄ جا چمڪاٽ ٻڌندو ۽ ڏسندو آهيان ۽ هن ڪائنات مان ظاهر ٿيندڙ تنهنجي اڻ ڪٿ طاقت ڏسندو آهيان ته اي مون کي نجات ڏيندڙ خدا! منهنجو روح جهومي چوڻ لڳندو آهي ته: ”تون ڪيڏو ته عظيم آهين، تون ڪيڏو نه عظيم آهين“.

(سبحان اللّٰه وَ بِحَمدِه سُبحَانَ اللّٰهِ العَظِيم)

****

# خدا ۽ سائنس

محمد حسن عسڪري

اڄڪلھ خارجي طرح تهذيب تي سائنس ڇانئجي چڪي آهي، پر ذهني اعتبار کان سائنس شديد اضطراب ۽ خود احتسابيءَ ۾ داخل ٿي چڪي آهي. سائنس جي دنيا ۾ هاڻي جيڪي نيون حالتون پيدا ٿيون آهن، انهن منجهان چند هي آهن:

* هر سائنسدان، پنهنجي علم جي ڪنهن خاص شاخ ۾ اختصاص حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اها شيءِ هينئر ايترو وڌي چڪي آهي جو پنهنجيءَ جاءِ تي خود هڪ مسئلو بڻجي چڪي آهي.

* نيون دريافتون ايتريون گهڻيون ٿي رهيون آهن ۽ نظريا ايڏو تيزيءَ سان بدلبا رهن ٿا جو سائنسدان هر وقت هڪ مستقل بحراني ڪيفيت ۾ مبتلا رهڻ لڳا آهن. بلڪ شايد اها بحراني ڪيفيت جديد سائنس جي مخصوص اندازِ نظر سان ئي پيدا ٿي آهي.

* اڄڪلھ جا سائنسدان ان خيال تان ئي هٿ کڻي چڪا آهن تہ سائنس، اخلاقيات ۽ مذهب جي جاءِ وٺي سگهي ٿي ۽ انساني زندگي ۽ معاشري جي تنظيم ڪرڻ ۽ انسانن جي لاءِ معيار ۽ اقدار فراهم ڪرڻ سائنس جو ڪم آهي.

* مذهب ۽ فلسفي جي باري ۾ هڪ صدي پهريان سائنسدانن جو جيڪو ذهني رجحان هيو، اهو هاڻي گهڻو بدلجي چڪو آهي. ايئن تہ سائنسدانن ۾ بہ خدا جا منڪر آهن. جيئن ٻين شعبن ۾ آهن. هاڻي سائنسدان، خدا جي انڪار ۽ سائنس کي لازم ملزوم نہ ٿا سمجهن. سائنس ۽ مذهب جي درميان بنيادي تضاد جو پراڻو تصور آهستي آهستي ختم ٿيندو پيو وڃي. آمريڪي سائنسدان: ”رابرٽ ميليڪن“ صاف لفظن ۾ اعلان ڪيو آهي تہ: ”سائنس ۽ مذهب جي درميان ڪنهن قسم جي ڪشمڪش ممڪن ئي ناهي.“

پر اڻويهين صديءَ ۾ سائنسدانن جي پاران مذهب تي جيڪي اعتراض ٿيا هئا، اهي تہ هاڻي ختم ٿي ويا آهن، پر ويهين صديءَ جي سائنس، حقيقي مذهب کي قبول





سنڌيڪا :سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار



ڪرڻ جي بجاءِ ڪوڙا مذهب پيدا ڪري رهي آهي. تنهن ڪري سائنس هاڻي مذهب جي لاءِ وڌيڪ خطرناڪ ثابت ٿي رهي آهي.

* سائنسدانن جي پاران هڪ مبهم انداز جي ”مذهبيت“ ملي ٿي. مثال طور، آئن اسٽائن هڪ پاسي تہ اهو چيو آهي تہ: ”مذهبي صداقت“ جو جملو (Keleoioustruth) منهنجي خيال ۾ هڪ بي معنيٰ جملو آهي ۽ ٻئي پاسي سائنسدان جي لاءِ ”مذهبي جذبو“ (Religious feelings) کي لازمي قرار ڏنو اٿس.

* ڪجھ سائنسدانن وٽ واضح مذهبي عقيدي جي جستجو بہ نظر اچي ٿي.

* نون سائنسدانن کي انهيءَ فڪر اچي ورايو آهي تہ سمورن علمن ۾ هڪ فلفسياڻي وحدت پيدا ڪئي وڃي، پر اهڙي جستجوءَ ۾ بہ عام طور تي هڪ مذهبي ابهام يا ٻٽو معيار پيو ڏسجي.

تنهن ڪري اهو بحث تہ موجوده سائنس، خدا جي معرفت حاصل ڪرڻ ۾ انسان جي مدد ڪري سگهي ٿي يا نہ، نهايت نازڪ ۽ پيچيده ٿي پيو آهي.

جديد سائنس، رياضيءَ جي مدد سان آهستي آهستي، پنهنجو پاڻ کي فلسفي کان آزاد يا الڳ ڪري ڇڏيو آهي، خاص ڪري فلسفءِ فطرت کان. ان جو مطلب اهو آهي تہ: ”جديد سائنس هڪ خاص قسم جو علم ٿي پيو آهي، جيڪو انهن حقيقتن تي بحث ڪري ٿو جن کي حواس خمسہ يا اوزارن جي ذريعي فطرت جي دنيا مان حاصل ڪيو ويندو آهي پر ان علم جي افهام ۽ تفهيم منديئون ان انداز جي آهي، جهڙي رياضيءَ جي مسئلن جي هوندي آهي.“

ان جو نتيجو اهو آهي تہ، سائنس حقيقت بابت هڪ مخصوص رويو ۽ اندازِ نظر پيدا ڪري ورتو آهي، جنهن جي بنيادي وصف اها آهي تہ سائنسدان جي حيثيت سان سائنسدان جي نگاهن ۾ صرف هيٺيون شيون معنويت ۽ وقعت رکن ٿيون:

* جنهن شيءِ جو مشاهدو ڪري سگهجي ۽ جنهن کي ماپي توري سگهجي.

* اهو طريقئہ ڪار، جنهن جي مدد سان مشاهدي ۽ پيمائش جو ڪم مڪمل ٿيندو آهي.

* مشاهدي ۽ پيمائش جي ذريعي حاصل ٿيندڙ حقيقتن جي نئين صدي سان تشڪيل، جيڪا رياضيءَ جي مدد سان پوري ٿي سگهي ٿي ۽ جنهن ۾ وحدت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي.

سائنس، ڪجھ اهڙا بنيادي خيال بہ ڪم آندا آهن، جيڪي فلسفي ۾ استعمال ٿيندڙ تصورن مان نڪتا آهن. جهڙوڪ: فطرت، مادو يا علت پر سائنسدانن انهن بنيادي خيالن کي نئين سانچي ۾ گهڙي ايترو محدود ڪري ڇڏيو آهي جو، انهن جو اطلاق صرف تجربي ۽ ناقابل مشاهده مظهرن جي دائري ۾ ٿي سگهي ٿو ۽ انهن جو اظهار بہ صرف رياضيءَ جي ئي چند متعين علامتن جي ذريعي ٿيندو آهي، جن کي

Free Download Books @ www.sindhica.org or
Email: sindhica_academy@yahoo.com

الڳ ڪري ڇڏيو ته انهن خيالن کي سمجهي ئي نه سگهبو.

مثال طور: طبيعيات جي ماهرن، ”معڪوس مادي“ جو تصور پيش ڪيو آهي، جيڪو صرف انهن جي لاءِ معنيٰ رکي ٿو. عام ماڻهوءَ يا فيلسوف جي لاءِ نه! مطلب اهو آهي ته فلسفي جا مسئلا، عام انساني زبان ۾ بيان ٿيندا رهندا آهن ۽ جيڪڏهن عام سمجهه وارو ماڻهو به چند اصطلاح سکي وٺي ته اهو به انهن کي سمجهي سگهي ٿو. پر ويهين صديءَ جي جديد سائنس ۾ ڪوڙ اهڙا مسئلا آهن، جن کي عام ماڻهو ته ڇا، غيرسائنسدان فيلسوف به سمجهي نٿو سگهي، ڇو جو انهن مسئلن کي عام انساني زبان ۾ بيان ئي نه ٿو ڪري سگهجي. بلڪ هڪ خاص علم جون مخصوص، علامتي رمزون آهن. ان جو نتيجو اهو ٿيو ته سائنس جي لاءِ انساني ٻولي بيڪار ٿي وئي ۽ مختلف ملڪن جا سائنسدان، زبان سان هڪ لفظ ٻولڻ جي بجاءِ، صرف پنهنجي رمزي علامتن جي ذريعي ئي پاڻ ۾ گفتگو ڪري سگهندا آهن. پر ڪو به سائنسدان پنهنجي هم زبان ماڻهن کي ڳالهه ٻولهه يا تجربي جي زبان ۾ سائنس جا ڳوڙها مسئلا قرار واقعي جي طور تي سمجهائي نه ٿو سگهي. ان صورتحال مان اهو خطرو پيدا ٿي رهيو آهي ته، شايد انساني ٻولي ئي آهستي آهستي ختم ٿي وڃي. هي مثالي موجودات، جن کي سائنسدان جو ذهن ترڪيب ڏئي ٿو. رياضيءَ جون علامتي رمزون آهن، جن جي مدد سان سائنس، خارجي دنيا ۾ پنهنجي مرضيءَ جي مطابق ڦير گهير ڪري سگهي، پر گڏوگڏ اهو به ڄاڻندو آهي ته هيءَ دنيا هڪ نامعلوم شيءِ آهي.

دنيا جي حقيقت ڄاڻڻ جو مسئلو، هڪ ايڏو بلند مقام مسئلو آهي، جتي استقرائي طريقن جي بجاءِ، تخيل وڏيڪ ڪم ايندو آهي. اتي پهچي سائنس بس هڪ ئي فڪر هوندي آهي ته دنيا جي ڪجهه مشاهدي جي قابل پاسن جي علامتي رمزن جو اهڙن نظامن ۾ ترجمو ڪجي، جيڪي پنهنجي اندر مربوط ۽ هم آهنگ هجن. سائنسدانن کي جيڪا شيءِ بنيادي طور تي ڪم تي اتساهيندي آهي، اها حقيقت کي ڄاڻڻ جي خواهش آهي. تحقيقي ڪم شروع ڪرڻ کان پهريان، ان جي ذهن جي تهن ۾ اهو يقين ضرور موجود هوندو آهي ته ڪائنات جي حقيقت هڪ پراسرار شيءِ آهي، پر سائنسدان جي حيثيت سان ان جو علم صرف ايستائين محدود رهجي ويندو آهي ته فطرت جا جيڪي قابل مشاهده ۽ قابل پيمائش پاسا آهن، انهن جي ۽ انهن جي لامحدود تفصيلن جي رياضيءَ جي اعتبار سان نئين سري سان تشڪيل ڪري ۽ انهن کي رياضياتي يا نيم رياضياتي انداز سان سمجهي وٺي.

## تنگ نظر سائنسدان ۽ وسيع النظر سائنسدان

سائنسدانن جا به قسم ٿيندا آهن:

* تنگ نظر سائنسدان (Eclusire Scientists)





* وسيع النظر يا آزاد خيال سائنسدان (Liberal Scientists)

تفريق جو بذات خود، سائنس سان ڪوئي تعلق ڪونهي. ڇو جو ٻنهي گروهن ۾ اعليٰ درجي جا سائنسدان ملي سگهن ٿا، پر تهذيبي حوالي سان اها تفريق نهايت اهم آهي. تنگ نظر سائنسدانن کي پورو يقين آهي ته انسان دراصل صرف هڪ قسم جو ئي عقلي علم پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ اهو سائنس جو علم آهي. انهن وٽ سائنس، مادي ۽ ذهني ذريعن ڪانسواءِ انساني عقل ڪنهن ٻئي لحاظ کان علم حاصل نه ٿو ڪري سگهي. مذهب بابت، اهڙن سائنسدانن جا ٽي رويا ٿي سگهن ٿا.

* ٿي سگهي ٿو ته اهي ثبوتي فلسفي Positivism جا قائل هجن ۽ مذهب جا بنهه منڪر هجن. (ثبوتي فلسفو، فرانس جي مشهور فلسفي: ”ڪونٽ“ (conet) ڏانهن منسوب آهي. اهو فلسفو انهن شين کي حقيقت سمجهندو آهي جيڪي حواس خمسه جي ذريعي معلوم ڪري سگهجن.)

* باقاعده مذهبن جا ته منڪر هجن، پر ڪنهن خود ساخته مذهب جا قائل هجن، جنهن ۾ خدا جو تصور شامل نه هجي. مثلاً: ”ڪونٽ“ جو گهڙيل ”مذهب انسانيت“! (Religion of Humanity) جنهن کي هو پاڻ ”وحشين جي اشياءَ پرستيءَ جو احياءَ“ چوندو هيو. Positive Regeneration of Fetichism يا ”جولين هڪسلي“ (Jullian Huxley) جو ايجاد ڪيل ”وحي کان سواءِ مذهب“ Religion Without revelation جنهن بابت ان جي موجد جو گمان آهي ته اهو مذهب ”سائنس جي طريقهٔ ڪار“ مان پيدا ٿيندو آهي.

* ائين به ٿي سگهي ٿو ته اهي ثبوتي فلسفي جا قيدي نه هجن ۽ سائنس جي علم سان گڏ، گهرو مذهبي يقين به رکندا هجن، پر گڏوگڏ ان مذهبي يقين کي جذبي جي دنيا سان واڳيل ۽ ماوراءِ عقل سمجهندا هجن.

تنگ نظر سائنسدانن جو رويو انهن ٽنهي مان ڪهڙو به هجي، انهن وٽ اها ڳالهه بهرحال طئه ٿيل آهي ته: ”خدا جي وجود کي عقلي دليلن سان اهڙيءَ طرح ثابت نه ٿو ڪري سگهجي، جو پورو يقين اچي وڃي.“

پر اها دعويٰ ته قابلِ مشاهده ۽ قابلِ پيمائش مظهرن جي علم ڪانسواءِ ٻيو ڪو به عقلي علم ٿي نه ٿو سگهي، جنهن جي ڇاپ خود ان تي پوندي آهي. ڇو جو مظاهر جو علم به ته صرف مظاهر جي درميان واسطو ڳولهڻ تائين محدود ناهي. بلڪ ڪا ٻي شيءِ آهي. تنهن ڪري ان معاملي ۾ وسيع النظر سائنسدانن جي راءِ بلڪل مختلف آهي. اهي ان ڳالهه لاءِ بلڪل تيار آهن ته مظاهر جي حدن کان اڳتي وڃي ڪري به شين کي عقلي طور تي سمجهڻ جي ڪوشش ڪجي.

ويهين صديءَ جو سڀ کان وڏو ماهرِ طبيعيات آئن اسٽائن، وسيع النظر سائنسدانن جي قبيلي مان ئي هيو. عرصي تائين ان جو خدا بابت تصور تقريباً

اهوئي رهيو جيڪو ”اسپنوزا“ فيلسوف جو هيو. (يعني اهو تصور ته: ”خدا، مادي شين جي اندر تحليل ٿيل آهي“) پهريان ته ان کي شخصي خدا (Personal God) جي وجود تي شڪ هيو، پر عمر وڌڻ سان گڏوگڏ ۽ طويل غور فڪر ڪانپوءِ هن مڃي ورتو ته: ”سائنس، مظاهر فطرت جي جيڪا عقلي توجيهه ڪري ٿي، ان ۾ فطرت، جنهن حيثيت ۽ جنهن انداز سان داخل ٿيندي آهي، ان جو منطقي مطالبو آهي ته: ”شخصي خدا موجود آهي.“

آئن اسٽائن، 1950ع ۾ هڪ جرمن اخبار جي نمائندي کي بيان ڏيندي چيو هيو ته: ”خدا جو منڪر هجڻ ته نهيو، مان ته ”هڪ شخصي خدا تي ايمان رکان ٿو“. بيان جو اهو مطلب ناهي ته سائنس جي ذريعي خدا جو وجود ثابت ٿي ويو هو، يا سائنس خدا جي وجود کي هڪ تشريحي اصول جي طور تي پئي استعمال ڪري. ان بيان جو مطلب اهو آهي ته جڏهن اسين سائنس جي ممڪن يا غير ممڪن هجڻ جي مسئلي تي غور ڪيون ته فلسفياڻن دليلن جي ذريعي ان نتيجي تائين پهچي وڃون ٿا ته: ”خدا جو وجود آهي!“

اڄڪلهه جي مشهور سائنسدانن مان ”هائسن برگ“ ۽ ”اوپن هائمر“ به وسيع النظر آهن ۽ عظيم سائنسدان ”ميڪس پلانڪ“ جو شمار به ان گروهه ۾ ٿيڻ گهرجي. حالانڪ ان پنهنجي فلسفيت کي سائنس جو لباس اوڍائي رکيو هيو. هو، شخصي خدا تي ته نه، پر هڪ اهڙي ذهانت تي ايمان رکندو هيو، جنهن کي پوري قوت حاصل آهي ۽ جيڪا ڪائنات تي حڪمراني ڪري ٿي.“ سندس خيال هيو ته: ”فطرت جي مطالعي وارا علم، جنهن نظام ڪائنات جي نشاندهي ڪن ٿا ۽ مذهب، جنهن خدا تي يقين رکي ٿو، انهن ٻنهي کي اسين مترادف سمجهي سگهئون ٿا، بلڪ اسان کي اهوئي سمجهڻ گهرجي.“ اهڙي قسم جي بيانن جو هڪ مثبت پهلو آهي ۽ هڪ منفي! مثبت پهلو ته اهو آهي ته: ”بيان، تجربا، مشاهدا قابل پيمائش حقيقتن جي دائري کان اڳتي نڪري وڃن ٿا. ان جي منطقي پهلو جي اندروني ڪمزوري اها آهي ته منجهن ابهام ۽ ٻچاپڙائپ موجود آهي. ”مثال طور، اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته جنهن عقل يا ذهانت کي پوري سگهه حاصل هجي، اها شخصي هجڻ کانسواءِ ڪائنات تي حڪمراني ڪيئن ٿي ڪري سگهي؟ مذهب جنهن خدا تي يقين ٿو رکي، اهو ڪائنات کان بالاتر آهي ۽ ان خدا، ڪائنات جو نظام جوڙيو آهي، پر جيڪڏهن ان خدا کي فلسفياڻي طور تي نظام ڪائنات جو مترادف قرار ڏجي ته خدا ۽ ڪائنات جو مادو هڪ ئي ٿي ويندو. اهو، پوءِ مذهب جو خدا ته نه ٿيو. يونانين جي فلسفين جو خدا ٿيو! ”ماري تين“، سائنس دانن جي دل جو چور پڪڙي ورتو آهي، پر هو ان ڳالهه مان مطمئن نظر اچي رهيو آهي ته، ڪجهه جديد سائنسدان، خدا جو ”شخصي“ تصور قبول ڪرڻ لڳا آهن. ”شخصي خدا“ يورپ جي عيسائين جو خدا ته ضرور آهي، پر





اسلامي نقطہ نظر سان اهو به شرڪ آهي. جيئن حضرت مجدد الف ثاني رحمت الله عليہ پنهنجي هڪ مڪتوب ۾ بار بار چيو آهي ته: ”الله پاڪ ته وراءَ الوراءِ ثم وراءَ الوراءِ ثم وراءَ الوراءِ آهي.“ اڄڪلهه مستشرقن جي پاران سرتوڙ ڪوششون ٿي رهيون آهن ته مسلمان به خدا جو ”شخصي تصور“ قبول ڪري وٺن.

انگريزي مستشرق: ”نڪلسن“ ته وڏي دعويٰ سان چيو آهي ته، پلي مسلمان اها ڳالهه تسليم نه ڪن، پر دراصل اسلام ۾ به خدا جو تصور، ”شخصي“ آهي. افسوس آهي ته ڪجهه جديد تعليم يافتہ مسلمان، سوچڻ سمجهڻ کانسواءِ ئي مستشرقن جا لفظ دهرائڻ لڳا آهن. حالانڪ مغربي مفڪرن جي بنيادي ڪمزوري اها آهي ته تثليث جي عقيدي ۾ ڦاسي ڪري هو، تنزيهه ۽ تشبيهه جو صحيح مطلب نه ٿا سمجهي سگهن. دراصل مغربي زبانن ۾ انهن لفظن جا مترادف لفظ ئي موجود ڪونهن. عام طور تي جيڪي به لفظ Transcendece ۽ Immamnce استعمال ڪيا ويندا آهن، اهي خود ابهام پيدا ڪن ٿا.

ان قسم جو ذهني ابهام، سائنسدانن جي بيانن ۾ اڪثر ملندو آهي. تنگ نظر سائنسدان، جڏهن سائنس جي دائري مان ٻاهر نڪري ڳالهه ڪندا آهن ته، اهو ابهام ۽ اشتباهه انهن جي بيانن ۾ لازمي طور تي موجود هوندو آهي. ان جو ڪارڻ اهو آهي ته هو، سائنس کانسواءِ حقيقت جي ڪنهن ٻئي عقلي علم کي جائز ئي نه ٿا سمجهن يا ايئن چئو ته سائنس کانسواءِ هو، ڪنهن ٻئي علم کي عقلي مڃين ئي نه ٿا.

ان جو نتيجو اهو ٿو بيهي ته، چاهي هو ثبوت جا قائل نه هجن ۽ اهو نه سمجهندا هجن ته اسين مظاهر کانسواءِ ڪنهن ٻي شيءِ جو علم حاصل ڪري ئي نه ٿا سگهون. چاهي هو، مظهرن کي هڪ اونهي ۾ اونهي حقيقت جو صرف هڪ پهلو ئي قرار ڏيندا هجن ۽ مظهرن کان اڳتي نڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هجن، پر ان ڪوشش جي سلسلي ۾ به هو، سائنس جي تصورن مان ئي ڪم وٺندا آهن ۽ اها بنهه بي قاعدي ۽ غير مناسب شيءِ آهي. يا وري اهڙا سائنسدان اها غلطي ڪندا آهن ته، جڏهن ڪين مختلف تصورن کي پاڻ ۾ مربوط ڪرڻ واسطي ڪنهن عقلي اصول جي ضرورت پوندي آهي ته هو اهڙو اصول ڪنهن فلسفي مان ڪٽي وٺندا آهن، جيڪو سائنس جو ويس ڍڪي سامهون آيو هجي ۽ سڀ کان وڏو فلسفو اهوئي هوندو آهي، جيڪو ويس ڍڪيل هجي.

وسيع النظر سائنسدانن جو مطالعو بنهه ٻيو آهي. ابهام ته خير، انهن وٽ به ملي ٿو، پر انهن جي ذهني ساخت ڏسندي اسين چئي سگهئون ٿا ته اهو ابهام انهن وٽ لازمي ناهي. بلڪ اتفاقي آهي، تنهن ڪري اميد ڪري سگهجي ٿي ته آهستي آهستي ان گروهه جا گهڻا سائنسدان ان ابهام مان نجات ماڻي وٺندا. ان ڪم جي لاءِ شرط اهو آهي ته فيلسوف، سائنس جي تحت ايندڙ علمن تي وڌيڪ توجهه ڏين ۽ انهن

جون ٻوليون سکن. ٻئي طرف سائنسدان، فلسفي جي طريقۂ ڪار ۽ ٻوليءَ کان آگاهه ٿين ۽ گڏوگڏ اهي ٻئي، اهو بہ چڱيءَ طرح سمجهي وٺن تہ ٻيا ماڻهو، جيڪا ٻولي استعمال ڪندا آهن، اها صرف انهن جي ڪم جي لاءِ مناسب ۽ موزون آهي ۽ ٻين ڪمن ۾ ان جو استعمال جائز ڪونهي.

## مرڪزي سوال

اسان جي دور ۾ جيڪو سوال مرڪزي اهميت رکي ٿو، اهو آهي تہ حقيقت جو علم اسين صرف ”مظاهر“ جي اعتبار سان Phenomenally سائنس جي ذريعي ئي حاصل ڪري سگهون ٿا يا ”وجودي“ اعتبار سان Oritlosiclly فلسفي جي ذريعي بہ حاصل ڪري سگهئون ٿا؟

اهو سوال، سائنسدانن کان وڌيڪ عام ماڻهن جي لاءِ اهم آهي. ڇو جو صنعتي دور جي تهذيب ۾ عام ماڻهو، روزانو اهو ڏسندو آهي تہ سائنسدان، دنيا ۾ طرحين طرحين ڦير گهير ڪري رهيو آهي. ان تي عام ماڻهو جيڪي سائنسدان ناهن، اهو سمجهڻ لڳا آهن تہ جيڪڏهن ڪنهن شيءِ جي عقلي لحاظ کان قدر ۽ قيمت آهي تہ صرف واقعات ۽ انگن اکرن جي! ان اندازِ فڪر جو نتيجو اهو آهي تہ ماڻهن جي ذهن مان وجود جو احساس ئي غائب ٿي ويو آهي.

تنگ نظر سائنسدانن ڪي گهٽ ۾ گهٽ اهو تہ علم آهي، سائنس ڇا آهي، ان جون حدون ڪهڙيون آهن؟ پر انهن عام ماڻهن ڪي سائنس جو تر جيترو بہ تجربو ڪونهي. اهي ماڻهو تہ نهايت سادگيءَ سان اهو يقين رکن ٿا تہ حقيقت ڪي سمجهڻ جو واحد عقلي ذريعو بس سائنس ئي آهي. بلڪ ايستائين سمجهڻ لڳا آهن تہ: ”انساني زندگيءَ جي سمورن سوالن جا عقلي جواب، سائنس وٽ موجود آهن.“

ان رويي جو نتيجو اهو ٿيو آهي جو، جيستائين انهن ماڻهن جو تعلق آهي، خدا جي وجود جو عقلي علم، هاڻي وڃي هڪ لا يعني شيءِ بچيو آهي. اهو عقلي علم، ڀلي انساني عقل جي سڌي سنئين ۽ فطري استعمال جي شڪل ۾ هجي، يا ڪٽي فلسفياڻي طرز فڪر جي باضابطا شڪل ۾، اهي ٻئي طريقا انهن ماڻهن وٽ بيڪار ٿي پيا آهن.

ٿي سگهي ٿو تہ جن ماڻهن جا عقل، اهڙيءَ طرح سنڌ ٿي ويا آهن، اهي بہ ڪو ديني مسلڪ واري خدا تي مذهبي قسم جو عقيدو رکندا هجن، ان عقيدي جون ٽي صورتون آهن:

* خدا جو فضل ۽ خدا جو عطيو هجي.
* ماڻهو، پنهنجي اندر عقلي ضرورتون محسوس ڪندو هجي ۽ انهن ڪي پورو ڪرڻ جي اهائي واٽ ڪڍي هجائين.





* ڪنهن خاص ماحول سان سمجهوتو ڪرڻ جي لاءِ اها تدبير ڪڍي هجائين.

بهرحال، اهڙا ماڻهو، ڀلي خدا ڪي مڃيندا هجن، پر جيستائين عقل جو تعلق آهي، اهي دراصل خدا جا منڪر ئي آهن. اهي حالتون نهايت غير معمولي آهن. اهو تہ ٺيڪ آهي تہ مذهبي عقيدو هڪ اهڙي شيءِ آهي جيڪا عقل کان بالاتر آهي. عام حالتن ۾ ان عقيدي سان گڏ اهو مفروضو بہ شامل ٿئي ٿو تہ خدا جي وجود ڪي عقلي اعتبار سان بہ يقين ڪري سگهجي ٿو.

اسان ڪي فلسفي جي نوعيت ۽ سائنس کان ان جي الڳ هجڻ ڪي چڱيءَ طرح سمجهڻ گهرجي. فلسفو هڪ خودمختيار باضابط علم آهي ۽ اهڙا آلۂ ڪار رکي ٿو، جيڪي ان سان مخصوص آهن. تنهن ڪري فلسفياڻن نظرين ۾، مٿان فلسفياڻي تفڪر جو اضافو ڪري ڇڏجي. بلڪ ان جي لاءِ ذهن جي فلسفياڻي تربيت ۽ فلسفياڻن آلات جو استعمال ضروري آهي.

سائنس ۽ فلسفي ۾ بنيادي فرق اهو آهي تہ: ”سائنس مظاهر جو علم آهي، ان جا اثرات عجيب ٿيندا آهن پر انهن جي قيمت انقلابي تبديلين جي صورت ۾ ادا ڪرڻي پوندي آهي. سائنس جو ڪم اهو آهي تہ مادي ۽ فطرت ۾ عمل- ردعمل جا جيڪي ڪوڙ قابل مشاهده ۽ قابل پيمائش سلسلا هلندا رهندا آهن، انهن جا رمزي نقشا اسان جي لاءِ تيار ڪري وٺي.

ان بيان مان چار نتيجا ٿا نڪرن:

* سائنس جو موضوع، مظاهر آهن، روح ۽ خدا ناهي. ٻين لفظن ۾ سائنس جو موضوع: ”ڪثرت“ آهي ”وحدت“ ناهي.
* سائنس جو طريقۂ ڪار مشاهدو ۽ پيمائش آهي، جيڪي انهن حقيقتن جو علم حاصل ڪرڻ ۾ مفيد نہ ٿا ٿي سگهن. هتي مشاهدو ۽ پيمائش ممڪن ڪانهي.
* مادي جي سلسلي ۾ بہ، سائنس رڳو ان جي ڪارڻن جو مطالعو ڪري سگهي ٿي.
* جيڪڏهن مادي ۽ فطرت جي حقيقت سمجهڻ جو سوال هجي تہ سائنس ڪارڻن کان اڳتي نہ ٿي وڃي سگهي.

ان جي برعڪس، فلسفي جي مدد سان اسين اهو ادراڪ حاصل ڪندا آهيون تہ: ”شيون، پنهنجي ذاتي ۽ لاينفڪ/اٽٽر حقيقت جي لحاظ کان ڇا آهن. ”ان ادراڪ“ ڪي استحڪام تہ وڌيڪ حاصل هوندو آهي پر قيمت اها ادا ڪرڻي پوندي آهي تہ فلسفو پنهنجو توجهہ صرف اصولن ۽ لوازمات تائين محدود ڪري وٺندو آهي. حالانڪ فلسفو عام سمجهہ ۽ فطري زبان ڪي هڪ بلند ترين سطح تي ضرور ڪٺي ويندو آهي، پر انهن ٻن شين ۽ فلسفي جي درميان تسلسل قائم رهندو آهي. ان کان علاوه فلسفو، حسياتي تجربن مان تہ خير ڪم وٺندو ئي آهي، پر ان جو دارومدار نہ صرف عقل جي تعميري قوت تي آهي، بلڪ قوتِ ادراڪ تي بہ آهي. مطلب تہ: ”سائنس ۾

اهو تسلسل قائم نہ رهندو آهي ۽ سائنس انساني عقل جي قوتِ ادراڪ تي ان حد تائين ڀروسو ناهي ڪندي.“

ٻين لفظن ۾ ايئن چوڻ گهرجي تہ انساني عقل ۽ فلسفو ٻنهي جو بنيادي موضوع ”وجود“ آهي. دراصل اهو فلسفي جو ڪم آهي تہ اسان کي فطرت جي باري ۾ جيڪو علم حاصل ٿيو آهي. ان ۾ ڪنهن طرح جي وحدت پيدا ڪري، پر ان جو اهو طريقو ڪونهي تہ فلسفو سائنس جي تشريحات کي پنهنجي تشريحات ۾ شامل ڪري ڇڏي. صحيح طريقئہ ڪار اهو آهي تہ سائنس جي فراهم ڪيل تشريحن کي فلسفو پنهنجي نقطئہ نظر سان ۽ پنهنجي انداز سان سمجهي.

اهو فرض سرانجام ڏيڻ جي لاءِ فلسفي کي ٽي ڪم ڪرڻا پوندا:

* خود سائنس جي طريقئہ ڪار جي وضاحت ڪري، ڇو جو سائنس هڪ تہ عقلي يا رمزي حقيقتن کي تشڪيل ڪندي آهي، جن جو بنياد، واقع پيمائش تي هوندو آهي ۽ ٻئي پاسي اهڙا پيچيده رمزون پيدا ڪري ٿو، جن ۾ مظهرن جي لحاظ کان حقيقت، محض انهن عقلي حقيقتن سان گڏ اهڙي بري طريقي سان ڳاڍڙ ساڍڙ ٿي ويندي آهي جو، ٻنهي کي الڳ نہ ٿو ڪري سگهجي.

* فلسفي کي اها صفائي ڏيڻي پوندي تہ فلاڻا فلاڻا تصورات، جيڪي سائنس سان مخصوص آهن، انهن کي ڪنهن قسم جو ”وجودي بنياد“ حاصل ٿي سگهي ٿو.

* فلسفي کي اهو ٻڌائڻو پوندو تہ وٽس اهي ڪهڙيون صداقتون آهن، جن جو سائنس جي نظرين ۽ معلومات جي ڏينهون ڏينهن وڌندڙ ذخيرن سان ڪنهن نہ ڪنهن قسم جو تعلق آهي؟ ۽ جيڪڏهن ضرورت پوي تہ پنهنجين ڪجھ صداقتن ۾ مناسب ردوبدل بہ ڪرڻي پوندي.

هاڻي بحث جو هڪ ٻيو رخ ڏسو: وجود صرف حسياتي تجربي جي دائري تائين محدود ڪونهي، بلڪ ان کان اڳتي بہ وڃي ٿو. انساني عقل جا اهي بنيادي تصورات، جيڪي بذات خود وجود تي بحث ڪن ٿا، پهريان تہ تجربي جي دائري ۾ اچن ٿا. پر بطور تشبيهہ جي، انهن حقيقتن تي بہ عائد ٿي سگهن ٿا، جيڪي تجربي ۽ حسياتي تصديق جي گرفت ۾ نہ ٿا اچي سگهن ۽ جن جو تعلق روحاني يا ”حسيات کان ماورا“ دنيا سان آهي.

هتي اها ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ: فلسفو ڪا اهڙي شيءِ ڪانهي جيڪا انساني عقل جي فطري استعمال کان بلڪل اڻ لاڳاپيل هجي. فلسفو، اهڙي فطري استعمال جو هڪ اعليٰ ترين درجو آهي. جتي پهچي ڪري، علم، دانائي بڻجي ويندو آهي. عام ماڻهوءَ جو فهم بہ عقل جو استعمال ڪندو آهي ۽ فلسفو بہ! بس، فرق صرف اهو آهي تہ فلسفي جي تشڪيل تنقيدي عمل سان ٿيندي آهي ۽ فلسفي کي بہ بيان تي بہ پوري قدرت حاصل هوندي آهي. فلسفي کان اڳ بہ انسان، عقل کي فطري طور



استعمال ڪندو آهي. اهڙي حالت ۾ عقل کي تربيت حاصل ناهي هوندي، پر ان عمل ۾ بي ساختگي هوندي آهي. فلسفي ۾ اچي ڪري انساني عقل، تفڪر جي ذريعي ڪمال درجي کي پهچي ويندو آهي ۽ پختگي حاصل ڪري وٺندو آهي. هاڻي، اهو دليلن جي ذريعي پنهنجي ڳالهہ وضاحت سان ثابت ڪري سگهندو آهي ۽ ان کي پنهنجي صحيح هجڻ جو شعور بہ هوندو آهي.

انساني عقل جي تربيت چاهي ٿي هجي يا نہ ٿي هجي، پر ان جي ماهيت ئي ڪجھ اهڙي آهي جو علت جو تصور ۽ عليت جو اصول اسان کي تجربي جي دائري کان اڳاهون وٺي ويندو آهي. آمريڪي سائنسدان: ”ڊاڪٽر آءِ. وي“ ٺيڪ چيو آهي تہ جڏهن ٻار عليت جو اصول استعمال ڪندو آهي ۽ پڇندو آهي تہ شيون ڇو موجود آهن تہ، اهو ٻاراڻي ذهنيت جو اصول استعمال ناهي ڪندو، بلڪ ان سوال جو اهو مطلب آهي تہ هاڻي ان جي اندر ذهني زندگي واقعي بہ پيدا ٿي رهي آهي.

تنهن ڪري خدا جي وجود جو احساس هڪ فطري عمل آهي، جيڪو فلسفي کان اڳ بہ انسان کي حاصل هوندو آهي. اهو علم، وجود جي هڪ خلقي ۽ وجداني شعور کان شروع ٿيندو آهي ۽ ماڻهو، براهہ راست اهو سمجهي وٺندو آهي تہ جيڪڏهن اهڙو وجود آهي، جنهن ۾ عدم بہ شامل آهي يا اهڙيون شيون آهن، جيڪي ممڪن ئي نہ هجن. جهڙوڪ: خود منهنجو وجود جنهن کي موت اچي سگهي ٿو، يعني اهڙو مطلق ۽ قائم بالذات وجود، جيڪو سڀني موجودات کي هستي عطا ڪندو آهي ۽ وجود ۾ بہ آڻيندو آهي. ان ماقبل فلسفئہ علم جي وضاحت ايئن بہ ٿي سگهي ٿي تہ، اهو علم، ان اصول جو بي ساختہ اطلاق آهي...ڪاريگر ڪانسواءِ ڪائي ڪاريگري ممڪن ڪانهي.

مابعد الطبيعياتي حڪمت، يعني فلسفي جي دائري ۾ خدا جي وجود جو اهڙو فلسفياڻو علم بہ هوندو آهي، جيڪو پوريءَ ريت پنهنجو جواز ۽ استحقاق ثابت ڪري سگهي ٿو ۽ جيڪو بحث جو اهو طريقو استعمال ڪندو آهي، جنهن ۾ عقلي ضابطن جي پوري پابندي هوندي آهي. خدا جي وجود تي ان قسم جو عقلي ۽ فلسفياڻو بحث حضرت مولانا محمد قاسم نانوتوي پنهنجي ڪتاب: ”تقرير دلپذير“ ۾ بہ ڪيو آهي.

## خدا جي وجود جا فلسفياڻہ دليل

خدا بابت فلسفياڻي بحث جا مثال، ”سينٽ ٿامس“ جا چار طريقا (Four Ways) آهن.

* پهرئين طريقي جو بنياد حرڪت يا تغير (Motion or change) تي آهي. اسان جي دنيا ۾ تغير، هڪ ٺوس ۽ روز مشاهدي ۾ ايندڙ شيءِ آهي. تغير جي ذريعي

هڪ شيءِ ٻيو ڪجھ بڻجي ويندي آهي، جيڪا اها پهريان نہ هئي، پر ڪائي شيءِ پنهنجو پاڻ کي اهو ڪجھ نہ ٿي ڏئي سگهي، جيڪو وٽس نہ هجي. گهٽ کان گهٽ قوت Potency جي لحاظ کان تہ اهوئي حال آهي ۽ قوت ڇڙو پنهنجي ٻل تي Actnrtion نہ ٿي بڻجي سگهي. جتي بہ حرڪت يا تغير هوندو، اتي ڪا ٻي شيءِ بہ هوندي جيڪا تغير پيدا ڪري رهي آهي ۽ ان تغير جي علت آهي.

هاڻي جيڪڏهن اهو سبب يا علت خود بہ تغير پذير آهي تہ پوءِ ان جو مطلب اهو آهي تہ، ان کي بہ حرڪت ۾ آڻڻ وارو ڪو ٻيو فاعل (Agent) آهي. جيڪڏهن هڪ فاعل کان ٻئي فاعل تائين هلندا وڃو، اهو سلسلو ڪڏهن بہ ختم ڪو نہ ٿيندو. جيڪڏهن ڪو فاعل اول نہ هجي تہ ٻين سمورن فاعلن جي فعل جو سبب حقيقت ۾ معلوم نہ ٿو ڪري سگهجي. تنهن ڪري اسان جي لاءِ هڪ اهڙي علت اوليٰ يا علت العلل تي پهچي ڪري رڪجي وڃڻ لازمي آهي، جنهن جي ڪا بہ علت نہ هجي ۽ جيڪا هر قسم جي تغير کان ڪلي طور تي آجي هجي، ڇو جو اها هر لحاظ کان ڪامل هوندي.

*ٻئي طريقي جو بنياد انهن فاعلي علتن تي آهي، جيڪي دنيا ۾ عمل ڪنديون آهن. ٽئين طريقي جو بنياد انهن ٻن ڪارڻن تي آهي جيڪي شين ۾ ملنديون آهن. يعني هڪ اها جهت تہ شيءِ جو وجود ڪنهن ٻي شيءِ تي موقوف آهي (Contingency)؛ ۽ ٻي جهت آهي وجوب جي. اهي ٻئي طريقا بہ هڪ اهڙي علت اوليٰ (Prime carose) ڏانهن وڃن ٿا، جنهن ڪانسواءِ ٻيون علتون نہ ڪي موجود هونديون نہ ڪي عمل ڪنديون ۽ جنهن جو وجود مطلق طور تي واجب ۽ لازم ٿيندو، لاانتها هوندو، خود پنهنجي ذات سان قائم هوندو ۽ ادراڪ ۽ بيان جي حدن کان ٻاهر هوندو.

* ٽيون طريقو انهن مرتبن Pegpecs تي مبني آهي، جيڪي شين ۾ هونديون آهن. اها حقيقت آهي تہ شين ۾ قدر ۽ قيمت ۽ ڪمال جا مرتبا هوندا آهن. پر هڪ پاسي تہ اهو آهي تہ جتي بہ مرتبا هوندا اتي لازمي هوندو تہ ڪٿي هڪ اعليٰ ترين مرتبو بہ هجي ۽ ٻئي پاسي اهو آهي تہ هڪ شيءِ سني آهي ۽ ٻي ان کان بهتر آهي، پر هڪ ٽئين شي بہ ٿي سگهي ٿي، جيڪا ان کان بہ بهتر هجي. ان مان نتيجو اهو ٿو نڪري تہ شين جي اندر سنائي، حسن ۽ وجود جا جيترا مرتبا ٿي سگهن ٿا، انهن ۾ اعليٰ ترين مرتبو دستياب ٿي نٿو سگهي. جن شين کي اسين ڏسندا آهيون، ڇهندا آهيون، انهن منجهان ڪنهن ۾ بہ سنائي، سونهن ۽ وجود پنهنجي ڪمال درجي ۾ نہ ملندو آهي. سنائي، سونهن ۽ وجود جو اعليٰ ترين مرتبو ڪنهن ٻئي هنڌ ملندو آهي... يعني هڪ اهڙي "وجود اوليٰ" (Prime Being) ۾ جيڪو شين کي سنائي، سونهن ۽ وجود عطا ڪندو آهي.

* چوٿين طريقي جو بنياد ان اندروني نظام (Order) ۽ بامقصد نظم و ضبط



(Governance) تي آهي جيڪو اسان کي ڪائنات ۾ ملي ٿو. اسين ڏسندا آهيون تہ مادي ڪائنات ۾ سموريون شيون مستحڪم رشتن جي هڪ نظام ۾ منسلڪ آهن، جيڪو پائيدار بہ آهي. صرف ان هڪ ڳالھ سان پتو پوي ٿو تہ اهي شيون محض اتفاق سان پيدا ناهن ٿيون، بلڪ ڪو مقصد آهي، جيڪو پوري ڪائنات ۾ عمل ڪري رهيو آهي. تنهن ڪري لازمي آهي تہ اهو مقصد يا ارادو هڪ اهڙي عقل سان وابستہ هجي، جنهن تي شيون پنهنجي ماهيت ۽ پنهنجي فطري عمل، ٻنهي تي ڀاڙينديون هجن. مطلب تہ آخر ۾ اسين هڪ اهڙي "عقل ڪل"(Intellectlonce) جو وجود تسليم ڪرڻ تي مجبور ٿي پئون ٿا جيڪو سمورين شين ۽ ڪائنات کان مٿانهون هجي، جنهن جو عقلي عمل ئي Intellection ان جو وجود هجي ۽ جيڪو تمام موجودات جي علت اوليٰ هجي.

مٿي بيان ڪيل طريقن ۾ هڪ اهم خوبي اها آهي تہ اسين عقلي دليلن جي ذريعي هڪ اهڙي علت ادنيٰ تائين پهچون ٿا جيڪا مطلق طور تي ۽ ڪلي طور تي ڪائنات کان بہ بالا ۽ برتر آهي ۽ ادراڪ ۽ بيان کان بہ! وري وجود، سنائي ۽ عقل وغيره جا تصور هجن يا خودعلت جو تصور. اهي سڀ ان علت اوليٰ کي سڌو سنئون گرفت ۾ آڻي نہ ٿا سگهن. بلڪ محض تشبيھ جي طور تي By analogy يا شين جي آئيني ۾ ان جو عڪس ڏسبو هجي. انهن تصورن جي هڪ معنيٰ تہ اها جي نسبت سان نڪري ٿي ۽ ٻي معنيٰ اها آهي، جيڪا انهن شين جي نسبت سان نڪري ٿي جن تائين اسان جي پهچ آهي. اهي ٻنهي قسمن جون معنائون پاڻ ۾ مشابهت تہ رکن ٿيون، پر بنيادي طور تي هڪ ٻئي کان مختلف آهن. اسين بذات خود علت اوليٰ کي پنهنجي گرفت ۾ آڻي نہ ٿا سگهون. خدا کي جهڙو وجود حاصل آهي، اهڙو ڪنهن ٻي هستيءَ کي حاصل ناهي. خدا، جنهن معنيٰ ۾ خير محض آهي. ان معنيٰ ۾ ڪا ٻي هستي خير ناهي. خدا جو چاهڻ ۽ ان جي پاران محبت ڪرڻ، اهڙو آهي، جهڙو ڪنهن ٻي هستيءَ جو ڪونهي.

اها ڳالھ نظر ۾ رکڻ گهرجي تہ "ٿامس اڪوائناس" جي چئن طريقن جي خلاف، حقيقت ۾ ڪائي تنقيد ڪارائتي ناهي. ان سلسلي ۾ جديد زماني جو فلسفو هڪ المناڪ غلطيءَ جو شڪار ٿي رهيو آهي. فرانسيسي فلسفي "ڊيڪارٽ" جو خيال هيو تہ: "هڪ مطلقاً ڪامل هستيءَ جي تصور سان ئي لازمي طور تي براهہ راست اهو نتيجو ٿو نڪري تہ اها هستي موجود بہ آهي، جنهن کي عام طور تي "وجود جو دليل" چئبو آهي. ان تي "ڪانٽ" جو اهو اعتراض بلڪل بجا آهي تہ اهڙو "ثبوت" دراصل ثبوت ناهي پر ڪانٽ جو اهو بيان غلط فهميءَ تي مبني آهي تہ: "خدا جي وجود جا ٻيا دليل ان وجودي دليل تي بيٺل آهن" ۽ انهن مڙني جي تہ ۾ اهوئي دليل نظر اچي رهيو آهي جو تڏهن ڪانٽ نتيجو ڪڍيو تہ: "خدا جي وجود

جو ڪو صحيح ثبوت ئي ڪونهي“ ۽ ڪانٽ جي مقلدن به ان ڏس ۾ انجي پيروڪاري ڪئي، پر اها چٽي ڳالهه آهي ته ”ٿامس“ جي ”چئن طريقن“ ۾ بحث جو آغاز هڪ مطلقاً ڪامل هستيءَ جي تصور سان نه ٿو ٿئي. بلڪ بحث ٻئي پاسي کان ٿو شروع ٿئي. ٿامس وٽ ته بحث جو آغاز ڪجهه عمومي ۽ ناقابل ترديد حقيقتن کان ٿو ٿئي ۽ انهن حقيقتن مان اهو نتيجو ڪڍيو وڃي ٿو ته هڪ علت اوليٰ جو وجود لازم آهي... جيڪا مطلقاً ڪامل هجي، مطلق ڪمال جو تصور بحث جي شروع ۾ ناهي ايندو، بلڪ آخر ۾ ايندو آهي. وري اهو به ياد ڪو ته خدا جو وجود ثابت ڪرڻ جي لاءِ انهن چئن طريقن کان علاوه ٻيا به طريقا آهن. خود مون (مصنف) هڪ پنجون طريقو تجويز ڪيو آهي. سچ ته اهو آهي ته: ”انسان وٽ خدا جي وجود جي علم حاصل ڪرڻ جا اوترائي طريقا آهن، جيترا زمين تي هلڻ جي لاءِ قدم آهن. يا جيترا رستا خود انسان جي دل ڏانهن وڃن ٿا. ڇو جو اسان وٽ وجود ۽ حسن جا جيترا به ذاتي ذخيرا آهن، انهن جو هر پاسي کان احاطو، هڪ اهڙي هستيءَ جي بي انتها وسعت ڪري رکيو آهي، جيڪا واحد به آهي ۽ موجود به!

هاڻي هڪ نهايت اهم ۽ پيچيده بحث ڇڙي رهيو آهي. قديم طبيعيات ۽ علم هيئت اسان جي آڏو ڪائنات جي اهڙي تصوير پيش ڪندو هيو، جنهن کي عام ماڻهوءَ جو تخيل جذب ڪري سگهندو هيو ۽ جنهن جو بيان عام زبان ۾ ٿي سگهندو هيو. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته ڇا ويهين صديءَ جي سائنس به ڪائنات جي ڪا اهڙي تصوير پيش ڪري سگهي ٿي؟ ان سوال جا ٽي جواب ڏنا ويا آهن:

* جديد سائنس اهڙي قسم جي تصوير پيش ڪرڻ کان قاصر آهي. ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته اسان جي زماني جو اخلاقي ڏيوالو ۽ ذهني زوال وڏي حد تائين انهيءَ شيءِ جي ڪري ئي آهي. جديد مغربي ادب، مصوري ۽ فنون به جديد سائنس جي ڪائنات جو ڪوئي مڪمل ۽ تسلي بخش تمثيلي نمونو پيش نه ڪري سگهيا آهن. قديم ۽ جديد سائنس جي ان فرق کي سمجهڻ جي لاءِ سوئٽزرلينڊ جي مسلمان مصنف ”بورڪ هارٽ“ جو ڪتاب Alchemy ڏسو.

* فرانس جو شاعر: ”پال واليري“ جيڪو رياضيءَ جو ماهر به هيو، اها دعويٰ ٿو ڪري ته جديد سائنس، مادي حقيقت جو جيڪو نقشو پيش ڪيو آهي، اهو مغربي شعر ۽ ادب ۾ پهريان ئي موجود آهي.

* ڪجهه ماڻهو، سائنس جي نظرين کي جوڙي هڪ تصوير ٺاهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. موجوده مضمون جي مصنف ”ماري تين“ به اهائي ڪوشش ڪئي آهي. بحث جي اهميت کي سامهون رکندي، وضاحت جي خاطر اسين سائنس جي نظرين کي الڳ الڳ نمبر وار پيش ڪريون ٿا.

جديد سائنس ۽ خاص ڪري طبيعيات جي ڪوڙ بنيادي تصورن ۽ نظرين جو





عام فطري ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿي نه ٿو سگهي ۽ نه ڪي وري تخيلاتي انداز ۾ ان جو نقشو چٽي سگهجي ٿو. بهرحال، جديد سائنس سان ڪائنات جي ڪنهن نه ڪنهن قسم جي تصوير ضرور ٺهي پوي ٿي. ان تصوير جا عناصر هن ريت آهن:

*** مادي ۽ توانائيءَ جو ميلاپ**

”اڻويهين صديءَ جي آخر تائين، سائنس، مادي کي ڪائنات جي بنيادي حقيقت تسليم ڪندي هئي. هاڻي ويهين صديءَ ۾ بنيادي حقيقت توانائيءَ کي چئجي ٿو ۽ مادي کي، توانائيءَ جي هڪ مخصوص شڪل ڳڻائجي ٿو. تنهن ڪري في الحال مادو ۽ توانائي مترادف لفظ بڻجي پيا آهن. ان نظريي جي لحاظ کان ڪجهه ماڻهو چوڻ لڳا آهن ته جديد سائنس ماديت کي رد ڪري ڇڏيو آهي ۽ روحانيت جي قريب اچي وئي آهي، پر اسين چاهي ديني لحاظ کان غور ڪريون، چاهي پراڻي معقولات جي روءِ سان، ڳالهه اتي جو اتي رهي. هيءَ اڻويهين صديءَ جي سائنس، روحانيت تي جيڪي اعتراض ڪندي هئي، اهي ته نئين سائنس به ڪيا آهن ۽ ان لحاظ کان جديد سائنس، دين جي مخالفت ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿي، پر حقيقي روحانيت کان دوري اجا به باقي آهي. بلڪ نظر جو فريب تهان وڌي ويو آهي.

*** طبيعياتي عدم تعين**

هتي ”آئن اسٽائن“ جي نظريئہ اضافت ۽ ”پلانڪ“ جي نظريئہ مقاوير برقيات ڏانهن اشارو ڪيو آهي، جن جي روءِ سان طبيعياتي حقيقت ڪا منجمد ۽ متعين شيءِ ڪانهي، بلڪ حرڪي ۽ غير متعين توانائي آهي.

*** زمان ۽ مڪان جو دوري تسلسل**

هتي به ”آئن اسٽائن“ جي نظرين ڏانهن اشارو آهي، جن جي روءِ سان زمان ۽ مڪان الڳ الڳ ناهن، بلڪ ٻئي هڪ ئي سلسلي ۾ ڳنڍيل آهن.

ان نظريي مان اهو مفهوم ٿو نڪري ته زمان ۽ مڪان، اندران خالي ۽ پهريان کان وجود ۾ ايندا آهن.

*** ڪشش ثقل جي عمل جا حلقا**

خلا جي ٽيڙائپ جي ڪري عمل جا اهي حلقا ڪشش ثقل کي ڪنهن مخصوص قوت جي ضرورت کان بلڪل بي نياز بڻائي ڇڏيندا آهن. ايسٽائين جو ايٿريا جذب ڪرڻ جي قوت کي به وچ ۾ آڻڻ لازمي ناهي رهندو.

*** برقيات**

برقيات ۽ ستارن جي ڪائنات، جنهن ۾ ستارا، عنصرن جي آسماني تجربي گاهن جو ڪم ڏيندا آهن.

* ڪائنات محدود آهي، پر ان جي آخري حدن تائين پهچڻ ممڪن ڪونهي.

* ڪائنات پنهنجي حرڪي قوت جي ذريعي ارتقا پذير آهي ۽ اعليٰ تر شڪليون پيدا ڪري رهي آهي، جن ۾ عنصرن جو ذخيرو ۽ انفراديت وڌندي پئي وڃي.

ڪائنات جي اها تصوير، هڪ اهڙو نقشو يا تمثيلي نمونو فراهم ڪري ٿي، جيڪو صحيح قسم جي فلسفي جي گهٽڻ قضين جي لاءِ ان تصوير ڪان گهڻو موزون آهي، جيڪو نيوٽن جي سائنس پيش ڪري ٿي.

ان ڪان علاوه ان تمثيلي نموني جي عين مرڪز ۾ اسان ڪي ڪجھ اهڙا تصورات ملن ٿا، جيڪي جديد سائنس جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهن ۽ ان جي لاءِ لازمي آهن ۽ جن جو تعلق براهِ راست اسان جي فلسفي قسم جي نظريئہ فطرت سان بہ آهي.

## ارتقا جو نظريو:

ارتقا جو نظريو، جنهن ۾ سموري مادي ڪائنات جي ارتقا بہ شامل آهي، ۽ خاص طور تي جاندار نامياتي جسمن جي ارتقا بہ. سائنس جي ڪجھ نهايت عام قسمن جي اصولن وانگر ”نظريئہ ارتقا“ بہ ڪو اهڙو منطقي نتيجو ڪونهي، جنهن ڪي دليلن سان ثابت ڪيو ويو هجي. بلڪ ان قسم جو ابتدائي تصور يا مفروضو آهي، پر ان نظريي سان مظاهر جي تشريح ۽ تعبير ۾ ايتري مدد ملي ٿي، جو هڪ ڀيرو اهو نظريو قائم ٿي ويو تہ هاڻي سائنسدانن جو ذهن ان ڪانسواءِ ڪم نہ ٿو ڪري سگهي.

مطلب تہ هڪ لحاظ ڪان نظريئہ ارتقا، عيسوي تصور سان هڪجهڙائي رکي ٿو. چيو وڃي ٿو تہ، عيسوي دور ڪان پهريان قديم ظاهر پرست يونانين ۽ رومين جو عقيدو اهو هو تہ ڪجھ مستقل ۽ غير متحرڪ مثالي نمونا آهن، جيڪي انساني زندگيءَ ۾ بار بار ظاهر ٿين ٿا ۽ اهڙيءَ طرح انساني تاريخ ۾ ساڳئي ئي نوعيت جي دورن جو تڪرار ٿيندو رهندو آهي. ان جي ابتڙ، عيسائيت، اها تعليم ڏني تہ انساني تاريخ ۾ تڪرار يا اعادو ناهي ٿيندو ۽ تاريخ هڪ خاص رخ ۾ بہ هلي رهي آهي. جيڪڏهن اها راءِ درست آهي تہ اسين چئي سگهئون ٿا تہ، نظريئہ ارتقا سائنس ۾ زمان ۽ تاريخ جي جهت بہ شامل ڪري ڇڏي آهي ۽ ان ريت اسان جي فطري علم ۽ عيسوي تصور جي درميان هڪ قسم جي هڪجهڙائي پيدا ڪري ڇڏي آهي.

نظريہءِ ارتقا تي شڪ ۽ شبهن جو اظهار اڄڪلهہ تہ خير، خود سائنسدانن جي پاران بہ گهڻو ٿي رهيو آهي، پر هڪ عرصو اڳ فرانسيسي شاعر: ”ريمي وگورمون“ پنهنجي ڪتاب: ”Physioiology of love“ ۾ اها دعويٰ ڪئي هئي تہ: ” نظريہءِ ارتقا دراصل سائنس جو نظريو ناهي، بلڪ عيسوي تصورن جي سائنس جي مٿي ڪوڙڻ جي ڪوشش آهي. مسئلي جو ٻيو پاسو اهو آهي تہ اڻويهين صديءَ ۾، جڏهن نظريہءِ ارتقا مغرب ۾ ماڻهن جي آڏو آيو تہ عيسوي عقيدن ۾، اهڙو زبردست زلزلو برپا ٿيو جو عيسائيت، اڄ تائين پاڻ سنڀالي نہ سگهي آهي. اسلامي حقانيت ۽ اسان





جي عالمن جي صحيح نظر جو ان ڪان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو چٽو ثبوت هوندو تہ ”اسلامي ملڪن ۾ نظريہءِ ارتقا جو اهڙو شديد ردعمل نہ ٿي سگهيو... نظريہءِ ارتقا ۾ عيسوي تصورات هجن يا نہ هجن، بهرحال ان جي تعبير هڪ ٻي صورت سان بہ ٿي سگهي ٿي. نظريہءِ ارتقا جي تحت ڪجھ اهم تصورات اچن ٿا.“

* عنصرن جي پيدائش.
* سيارن جي تاريخ جا مختلف دور.
* جاندار جسمن جي دائري ۾ ارتقائي شاخن جي بي شمار قسمن جي تاريخي واڌ ويجھ.

جيڪڏهن اسين انهن شين کي فلسفياڻي تناظر ۾ رکي ڪري بحث ڪنداسين تہ، اسان ڪي مڃڻو پوندو تہ ارتقائي علت جي طور تي، انهن سڀني ڪان پهريان هڪ خدا هجڻ گهرجي، جيڪو سڀ ڪان بالاتر هجي. جيڪو مخلوقات جي وجود ڪي بہ سامهون رکي ۽ ان جي قوتِ محرڪ ڪي بہ ۽ جيڪو مٿان ڪان ان ڪي حرڪت ۾ آڻي تہ جيئن ڪمتر شين ڪان بهتر شيون سامهون اچي سگهن ۽ جڏهن ريڙھ جي هڏيءَ واري جانور جي سلسلي جي چوٽيءَ تي پهچي ڪري انسان ڪي ظاهر ڪندڙ خدا، ان عمل ۾ هڪ خاص مداخلت ڪري ۽ پهرئين انسان ۽ ان نئين نوع جي عمر فرد جي لافاني روح ڪي عدم مان وجود ۾ آڻي. نظريہءِ ارتقا ڪي سمجهڻ جو صحيح نظريو اهو آهي جو اهڙي طريقي سان ڏسئون تہ، اهو نظريو اسان جي سامهون هڪ منظر پيش ڪري ٿو، جنهن جي عظمت ۽ وسعت اسان جي ذهنن ۾ خدا جي حاضر ناظر هجڻ جي صف ۽ ان جي فاعليت جي احساس ڪي تهائين شديد بڻائي ڇڏي ٿي.

ان ڪان علاوه سائنس فطرت جو ڪو اميد افزا تصور پيش نہ ٿي ڪري. ارتقائي عمل ۾ جيڪا ترقي ٿيندي آهي، ان جي قيمت بہ ڏاڍي ڳري ادا ڪرڻي پوندي آهي. فطرت جي باري ۾ اسان جو علم جيترو تفصيلي ٿي ويندو آهي، اها ڳالھ بہ اوتري وڌيڪ واضح ٿيندي ويندي آهي تہ فطرت جا ٻہ رخ آهن:

* هڪ تہ فياضي ۽ نشو و نما جو عنصر آهي، جيڪو وجود جي گهراين مان نور پکيڙي رهيو آهي.

* ٻئي پاسي بربادي جو قانون آهي. تباهي ۽ موت جون قوتون آهن سنگدلي ۽ درندگي آهي. خود ارتقا جي عمل ۾ اهڙيون ڪوششون سامهون اچن ٿيون، جن ڪي ڪاميابي نصيب ناهي ٿيندي ۽ هر پاسي هڪ بي رحميءَ واري ڇڪتاڻ نظر ايندي آهي. اهي سموريون شيون بہ مادي جي دنيا ۾ موجود آهن ۽ ان جو اڻٽر حصو آهن. جڏهن اسين انسان تي غور ڪندا آهيون تہ ڏسندا آهيون تہ اهو هر پاسي ڪان طرحين طرحين جي مسخ ڪري ڇڏيندڙ قوتن ۾ گهيريل آهي، جيڪي مٿس حملا ڪنديون رهنديون آهن. علم انسانيت ۽ علم نفسيات، ان قصي جا داستان ئي تہ آهن تہ انسان

پنهنجي ماهيت جي لحاظ کان مٿين جانورن کان برتر هجي ته پلي هجي، پر جاندارن ۾ سڀني کان وڌيڪ بدنصيب به آهي، تنهن ڪري عقل جنهن جي تعميل ته ايمان جي ذريعي ئي ٿيندي آهي، جڏهن سائنس جي روشنيءَ ۾ دنيا کي ڏسندو آهي ته، اها حقيقت تهائين چڱي نموني سمجهي وٺندو آهي ته فطرت پنهنجي دائري ۾ ڪيتري به سٺي ڇو نه هجي پر ڪافي ناهي ۽ اهو به سمجهي وٺي ٿو ته انسانيت جي گهرين کان گهرين اميدن جي لاءِ مٿيءَ ۾ ملي وڃڻ مقدر ناهي ته ان جو سبب اهو آهي ته: ”اسان جي اندر خدا جي عطا ڪيل هڪ اهڙي قوت ڪم ڪري رهي آهي، جيڪا فطرت کان بهتر آهي.“



# مذهب ۽ سائنس (1927)

## ورنر ڪارل هائنزر برگ

هڪ شام جو سالواءِ ڪانفرنس جي دوران ڪجھ نوجوان ميمبر اسان جي هوٽل جي لاؤنج ۾ ترسي پيا. انهن ۾ ”ولف گينگ پالي“ ۽ مان به شامل هياسون. پوءِ پال ڊائرڪبہ اچي اسان سان ويٺو. اسان منجهان ڪنهن چيو ته: ”آئن اسٽائن“ خدا جي باري ۾ ڳالهيون ڪندو ٿو رهي. اسان کي ان مان ڇا سمجهڻ گهرجي؟ اسان جي لاءِ اهو سوچڻ به ڏاڍو مشڪل آهي ته ”آئن اسٽائن جهڙن سائنسدانن جو مذهبي روايتن سان ايترو مضبوط رشتو آهي.“

ڪنهن اعتراض ڪيو ته: ”آئن اسٽائن“ ايترو مذهبي ناهي جيترو، ”ميڪس پلانڪ“! پلانڪ جي ڪجھ ڳالهين مان اندازو ٿئي ٿو ته ان کي سائنس ۽ مذهب ۾ ڪوئي تضاد نظر نه ٿو اچي ۽ ان کي يقين آهي ته ٻنهي جي درميان مڪمل مطابقت آهي.“

مون کان ڪنهن پڇيو ته، ان موضوع تي پلانڪ جي خيالن بابت تون ڪيترو ٿو ڄاڻين ۽ ان مسئلي بابت تنهنجا پنهنجا ڪهڙا خيال آهن؟! مون کي پلانڪ سان گفتگو ڪرڻ جا تمام گهڻ موقعا مليا هيا ۽ اهڙن موقعن تي گفتگوءَ جو موضوع: ”فزڪس“ ئي هيو. ٻيا عام سوال زير بحث نه آيا هئا، پر پلانڪ جي ويجهن دوستن کان مان واقف هيس ۽ ”پلانڪ“ جي باري ۾ ان موضوع جي حوالي سان انهن مون کي گهڻو ڪجھ ٻڌايو هيو.

منهنجو شايد اهو ئي جواب هيو ته، منهنجي خيال ۾، ”پلانڪ“ مذهب ۽ سائنس جي پاڻ ۾ مطابقت جو قائل آهي“ ڇو جو ان جي راءِ ۾، حقيقت جا ٻه الڳ الڳ پاسا آهن. هڪ پاسي جو تعلق سائنس سان آهي ۽ ٻئي جو مذهب سان. سائنس جو تعلق معروضي ۽ مادي دنيا سان آهي. اها اسان کي معروضي حقيقت جي باري ۾ صحيح بيانن ڏيڻ ۽ ان جي اندروني باهمي تعلقات تي گرفت حاصل ڪرڻ جي

ترغيب ڏيندي آهي. ان جي برعڪس، مذهب جو تعلق اقدار جي نظام سان آهي. ان جو موضوع آهي: ”ڇا ٿيڻ گهرجي ۽ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟“ نه ڪي اهو ته ”ڇا آهي؟“ سائنس ۾ اسين غلط ۽ صحيح جي سڃاڻ ۾ مشغول آهيون پر مذهب خير ۽ شر ۽ صحيح ۽ غلط جو مسئلو آهي. سائنس، ٽيڪنالاجيءَ جو بنياد آهي ۽ مذهب اخلاقيات جو! مختصر اهو ته، انهن ٻنهي جي درميان اهو جهيڙو، جيڪو ارڙهين صديءَ کان هلي رهيو آهي، محض غلط فهميءَ تي مبني آهي. بلڪ اهو چوڻ وڌيڪ درست ٿيندو ته اهو جهيڙو سائنسي بيانن ۽ مذهبي تصورن ۽ حڪايتن جو پاڻ ۾ گاڏڙ ساڏڙ ٿي وڃڻ جي ڪري پيدا ٿيو آهي. تنهن ڪري اهو چوڻ جي ضرورت ڪانهي ته ان نتيجي جي ڪائي ٽُڪ نه ٿي ٿهي. اهو نظريو، جيڪو مون کي پنهنجي والدين وٽان مليو، دنيا جي معروضي ۽ موضوعي پاسن سان لاڳاپيل آهي. ايئن سمجهو ته سائنس اهو طريقهٔ ڪار آهي، جنهن ۾ اسين حقيقت جي معروضي پاسن سان منهن ڏيندا آهيون ۽ ان بابت بحث ڪندا آهيون. ان جي برعڪس مذهبي عقيدو، موضوع فيصلن جو اظهار آهي. ان تي اسين اهي معيار قائم ڪندا آهيون، جن جي مطابق اسين عمل ڪرڻ ۽ پنهنجي زندگي گذارڻ چاهيندا آهيون. اهو به صحيح آهي ته اسين اهي فيصلا، ان گروهه، خاندان، قوم يا ڪلچر جي روشنيءَ جي مطابق ڪندا آهيون، جن سان اسان جو تعلق هوندو آهي. تعليمي ۽ ماحولياتي عوامل، اسان جي انهن فيصلن کي متاثر ڪندا آهن، پر آخرڪار اهي فيصلا موضوع ئي هوندا آهن ۽ انهن تي ”سچي“ يا ”ڪوڙي“ معيار جو اطلاق ناهي ٿيندو. جيڪڏهن مون ”پلانڪ“ کي صحيح سمجهيو آهي ته هن آزاديءَ کي ڀرپور استعمال ڪيو آهي. منهنجي نظر ۾ اهو مشڪوڪ آهي ته: ”انساني معاشرا، علم ۽ عقيدي جي واضح فرق سان زنده رهي سگهن ٿا.“

”ولفگينگ“ منهنجي ان پريشانيءَ ۾ شريڪ هيو. چوڻ لڳو: ”ان جو انجام، سواءِ افسوس جي ٻيو ڪجهه به نه ٿيندو.“ هن چيو ته: ”مذهب جي آغاز ۾ ڪنهن هڪ سماج جو سمورو علم، هڪ روحاني فريم ورڪ ۾ فٽ ٿي ويندو هيو، جنهن جا بنياد مذهبي اقدار ۽ خيالات تي هوندا هئا. پلي ان جا قصا ڪهاڻيون ۽ تصورات پنهنجي اندر هاجيڪار اقدار ۽ خيالن ڏانهن ئي مبهم اشارا ڪندا هجن. ان فريم ورڪ جو سماج جي سادي ۾ سادي فرد جي هٿ وس هجڻ لازمي هو. پر عام ماڻهوءَ کي، جنهن کي انهن قدرن جي مطابق زندگي گذارڻي آهي، ان ڳالهه جو يقين هجڻ گهرجي ته اهو روحاني فريم ورڪ، معاشري جي سموري ڏاهپ تي ڇانيل آهي. ڇو جو ان جي لاءِ يقين ڪرڻ جو مطلب. بنا ثبوت جي قبول ڪرڻ ئي ناهي بلڪ قبول ڪيل قدرن جي رهنمائيءَ تي ڀروسو ڪرڻ به آهي.“ اهوئي سبب آهي ته جديد علم جڏهن پراڻين روحاني تشڪيلن کي ڦوڪ سان اڏائي ڇڏي ٿو ته معاشرو گهٽن ئي





خطرن ۾ ويڙهجي وڃي ٿو. علم ۽ عقيدي جي مڪمل عليحدگي وڌ ۾ وڌ هڪ هنگامي اڳڀرائي ئي آهي، جنهن مان صرف عارضي اطمينان ملي سگهي ٿو. مثال طور: مستقبل قريب ۾ هڪ وچولي ماڻهوءَ جي لاءِ مغربي ڪلچر ۾، مذهب جا قصا ۽ ڪهاڻيون ۽ اميجز پنهنجون ترغيبي قوتون وڃائي ويهندا. مون کي ڊپ آهي ته جڏهن ايئن ٿيندو ته پراڻي سموري اخلاقيات تاش جي پتن وانگر ڍير بڻجي ويندي ۽ قابل تصور دهشت ڦهلجي ويندي. تت اهو ته: ”پلانڪ جي فلسفي مان پيدا ٿيندڙ منهنجي لاءِ قابل احترام انسان دوستيءَ جي روش جي باوجود مسٽر ”پلانڪ“ جي فلسفي جي تائيد نه ٿو ڪري سگهان. ڀلي اهو منطقي لحاظ کان ڪيترو به معقول ڇو نه هجي!“

آئن اسٽائن جو تصور، منهنجي تصور کي گهڻو ويجهو آهي. ان جو خدا، فطرت جي نه بدلجندڙ قانونن ۾ موجود آهي، ڪيس شين جي مرڪزي نظام جو احساس آهي، جنهن کي هو فطرت جي قانونن جي سادگيءَ ۾ ڏسي وٺي ٿو. اسان کي اهو سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته ڪيس اها سادگي وڏي شدت سان، نظريهءِ اضافيت جي دريافت جي دوران بلاواسطه طور تي محسوس ٿي هوندي. مان مڃان ٿو ته اها ڳالهه مذهب جي مشمولات کان پري آهي. مون کي يقين نه ٿو اچي ته، آئن اسٽائن مذهبي روايت سان وابسته آهي ۽ شخصي خدا جو تصور ان جي لاءِ اجنبي آهي. ان جي لاءِ سائنس ۽ مذهب ۾ ڪوئي فرق ڪونهي ۽ ان جي مرڪزي نظام جو تصور معروضي به آهي ۽ موضوعي به ۽ منهنجي خيال ۾ اهو بهتر نقطهٔ آغاز آهي.

”کهڙي ڳالهه جو نقطهٔ آغاز؟“ مون پڇيو! ”جيڪڏهن توهان جي غور هيٺ ڪنهن شخص جي مرڪزي نظام جي متعلق نظريو آهي ته اهو بنهه ذاتي معاملو آهي ۽ توهين آئن اسٽائن سان ڀلي اتفاق ڪريو، پر توهان کي اهو ميڻو پوندو ته ان خيال سان ڪوئي نتيجو اخذ نه ٿو ڪري سگهجي.“

”نتيجو اخذ ڪري سگهجي ٿو“. ولفگنگ جواب ڏنو: ”پوين ٻن صدين ۾ سائنس جي ارتقا، مسيحي مغرب کان ٻاهر به انساني سوچ کي بدلائي ڇڏيو آهي. ان مان واضح ٿئي ٿو ته هڪ ماهر طبيعيات جي سوچ ڪجهه اهميت رکي ٿي. اصل ۾ معروضي دنيا جي تصورن، جيڪي علت ۽ معلول جي قانون تحت، زمان ۽ مڪان ۾ پنهنجو سفر جاري رکيو ٿا اچن، مختلف مذهبن جي ضابطن ۽ سائنس ۾ شديد ٽڪراءُ پيدا ڪري ڇڏيو آهي. ان وچ ۾ ”بال ڊائريڪ“ به اچي چڪو هيو ۽ اهو ويهن سالن جو هيو ۽ ان ۾ اڃا برداشت جو حوصلو پيدا نه ٿيو هيو. ”مونکي خبر ناهي ته اسين مذهب بابت ڇو ڳالهائي رهيا آهيون، هن اعتراض واريندي چيو.“ جڏهن توهين ديانتدار آهيو، ۽ سائنسدان طور توهان جي لاءِ ديانتدار هجڻ لازمي آهي ته توهان کي تسليم ڪرڻ گهرجي ته مذهب اهڙين غلط دعوائن جي ڪڇٽي آهي جن جو

بنياد حقيقت تي ناهي..!

...خدا جو تصور خود انسان جي پيداوار آهي. اها ڳالهه قابل فهم آهي ته ابتدائي انسان، جيڪو اسان جي ڀيٽ ۾ گهڻو وڌيڪ ناقابل مزاحمت طاقتن جي رحم ڪرم تي هيو تنهن، پوَ تنتئون انهن قوتن جا بت گهڙي ورتا هوندا. پر اڄ ته اسين قدرت جي ڪيترن ئي عملن کي چڱيءَ طرح سمجهون ٿا. اهو منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي ته قادر مطلق جو مفروضو ڪيئن ٿو اسان جي مدد ڪري سگهي. ان مفروضي مان ته مونکي ناقابل حل سوالن جو هڪ سلسلو شروع ٿيندي نظر اچي رهيو آهي. خدا، ايترين بي انصافين ۽ ڏکن کي ڇو ٿو پيدا ٿيڻ ڏئي؟ غريبن جو اميرن جي هٿ تي استعمال ٿيڻ ۽ ٻين دهشتناڪ ڪاررواين جي ڪيئن ٿو اجازت ڏئي، جڏهن ته هو انهن کي روڪي به سگهي ٿو؟ اڄ جيڪڏهن مذهب جو درس ڏنو وڃي ٿو ته، ان جو مقصد اسان کي قائل ڪرڻ ناهي، بلڪ غريب طبقن کي خاموش رکڻ آهي. شور مچائيندڙن ۽ غير مطمئن ماڻهن جي مقابلي ۾ خاموش ماڻهن تي حڪومت ڪرڻ وڌيڪ آسان آهي. انهن جو استحصال ڪرڻ ۽ انهن کي لٽڻ به آسان آهي. مذهب ته هڪ قسم جو آفيم آهي، جنهن جي اثر سان، ڪائي قوم پنهجو پاڻ کي ننڊ جي حوالي ڪري، مرضيءَ موجب خواب ڏسي سگهي ٿي ۽ ماڻهن تي ٿيندڙ ظلمن کي وساري ڇڏي ٿي. انهيءَ جي ڪري ئي ڪليسا، درگاهن ۽ رياست جي درميان ايتري قريبي ڳٺ جوڙ آهي. ٻنهي کي انهن وهمن جي سخت ضرورت آهي ته هڪ مهربان خدا، ظلم جي خلاف آواز نہ بلند ڪندڙن، ڪي زبان تي شڪايت جا حرف آڻڻ کانسواءِ خاموشيءَ سان پنهنجو فرض ادا ڪندڙن کي، جيڪڏهن هن دنيا ۾ نہ ته آخرت ۾ ضرور نوازيندو. ان بنياد تي ان ديانتدارانہ دعويٰ ڪي ته: ”خدا، انساني تخيل جي ئي پيداوار آهي.“ سڀ کان سنگين اخلاقي گناهه قرار ڏنو ويو آهي.

”تون، ان جي غلط سياسي استعمال جي ڪري، مذهب کي تنقيد جو نشانو بڻائي رهيو آهين.“ مون اعتراض ڪيو ته دنيا ۾ ڪوڙ شين جو غلط ۽ ناجائز استعمال ٿي سگهي ٿو. حالانڪ ان ڪميونسٽ آئيڊيالوجيءَ جو به، جيڪا هاڻي هاڻي تون پيش ڪئي آهي. تنهن ڪري اهڙيون ڪي به فتوائون قابل قبول ڪونهن. آخرڪار، انساني سماج هميشہ قائم ٿيندا رهندا ۽ انهن جي زندگي ۽ موت جي باري ۾ ۽ ان وسيع تر اڳ پٺ جي باري ۾، جن ۾ انهن جون زندگيون گذرنديون، گفتگو ڪرڻ جي لاءِ هڪ مشترڪ زبان جي ضرورت پوندي. انهن روحاني فارمز ۾، جيڪي تاريخي طور تي اهڙين زبانن جي تلاش ۾ پيدا ٿيون آهن ۽ اسان کي هٿ آيون آهن. ترغيب ڏيڻ جي زندگي بخش طاقت هوندي، نہ ته ايترا انسان صدين تائين انهن جي سهاري ڪيئن ٿا زنده رهي سگهن؟ مذهب کي ايتري آسانيءَ سان ۽ ايترو جلدي





برطرف نہ ٿو ڪري سگهجي. شايد تنهنجو رجحان ڪنهن ٻئي مذهب ڏانهن ٿي ويو آهي، جهڙوڪ: چيني مذهب! جنهن ۾ ڪنهن شخصي خدا جو تصور موجود ڪونهي.

”مان ته اصولي طور تي مذهبي قصن کي ناپسند ڪندو آهيان“. ”پال ڊائريڪ“، جواب ڏنو ”انهن کي ناپسند ڪرڻ جو ٻيو ڪو ڪارڻ نہ به هجي ته اهوئي ڪافي آهي ته، اهي هڪ ٻئي جي ترديد ڪندا آهن. آخر اهو محض اتفاق ئي هيو ته مان ايشيا ۾ پيدا ٿيڻ جي بجاءِ يورپ ۾ پيدا ٿيس ۽ يقيناً اهو ڪو اهڙو معيار به ڪونهي جو ان تي سچائيءَ کي پرکجي يا مون کي اهو ٻڌايو وڃي ته، مان ڪنهن تي يقين آڻيان؟ مان ته صرف ان سچ تي يقين ڪندس ۽ صحيح عمل جي لاءِ مان پنهنجي عقل جي ذريعي انهن حالتن مان فائدو وٺندس، جن ۾ مون پاڻ کي ڏٺو آهي. مان ٻين سان گڏ معاشري ۾ رهندو آهيان ۽ اصولي طور تي مون کي اهي سمورا حق انهن کي ڏيڻا پوندا، جيڪي مونکي پنهنجي لاءِ گهربل آهن ۽ ان معاملي ۾ مونکي انصاف تي مبني هڪ توازن قائم ڪرڻو پوندو. ان کان وڌيڪ جي مون مان توقع بيڪار آهي. الله جي مرضي، گناهه ۽ پشيماني ۽ آخرت، جنهن جي حاصلات لاءِ اسان کي پنهنجون زندگيون گذارڻيون آهن، اسان کي اهو سوچڻ تي راغب ڪرڻ جي لاءِ ته، اها خدا جي رضا آهي ته، اسين هڪ برتر قوت جي آڏو پنهنجو سر جهڪايون ۽ اهوئي اهو تصور آهي، جيڪو هن سماجي ڍانچي کي قائم رکڻ لاءِ اسان جي دنيا ۾ فٽ ناهي هوندو. اوهان جي وسيع تر اڳ پٺ واري گفتگو منهنجي لاءِ قابل قبول ڪانهي. سڀني شين جي باوجود زندگي آخر سائنس وانگر ئي نہ آهي. مشڪلات، اسان جو اڳ وٺن ٿيون ۽ اسان کي اهي حل ڪرڻيون هونديون آهن. اسين هڪ وقت ۾ صرف هڪ مشڪل ئي حل ڪري سگهون ٿا. اوهان جو وسيع تر اڳ پٺ، هڪ ذهني بالائي عمارت آهي، جيڪا معلول کان علت ڏانهن رجوع ڪري ٿي.

ايئن اهو بحث جاري رهيو، پر اسان مڙني کي حيراني ان ڳالهه تي ٿي ته، ان سموري بحث جي دوران ”ولفگينگ“ خاموش رهيو. اهو يا ته يڪ ٽڪ اسان کي ڏسندو رهيو يا وري ڪيڏي ڪيڏي محل ان جي لبن تي هنيلي مرڪ نمودار پئي ٿي. آخرڪار اسان کي ڪانئس پڇڻو پيو ته ان سموري بحث جي باري ۾ سندس ڇا خيال آهي؟ ڀهريان ته هو ڪجهه حيران ٿيو ۽ پوءِ چيائين، اسان جي دوست: ”ڊائريڪ“ جو به هڪ مذهب آهي ۽ ان جو رهنما اصول آهي ته: ”خدا ڪونهي“ ۽ ”ڊائريڪ“ ان مذهب جو داعي آهي. تنهن تي ”ڊائريڪ“ سميت سڀ کلڻ لڳا ۽ هوٽل جي لائونج ۾ اها شام پنهنجي پڄاڻيءَ کي پهتي.

ڪجهه عرصي کانپوءِ مون شايد ”ڪوپن سيگن“ کي ان گفتگوءَ بابت ٻڌايو. هو، فوراً اسان جي حلقي جي گهٽ عمر واري ميمبر جي دفاع جي لاءِ تيار ٿي ويو.

منهنجي لاءِ اهو حيرت جو باعث آهي تہ ڪنهن سمجهوتي ڪانسواءِ ”پال“ هر ان خيال جي دفاع لاءِ ڄمي بيهندو آهي، جنهن کي واضح ۽ منطقي زبان ۾ بيان ڪري سگهجي. ڪيس يقين آهي تہ جيڪو ڪجهہ بہ چئي سگهجي ٿو، واضح طور تي چئي سگهجي ٿو. يا جيئن ”ونگيٽن“ چيو آهي تہ: ”جنهن جي باري ۾ انسان ڪجهہ نہ چئي سگهي، ان بابت خاموشي ئي بهتر آهي. جڏهن ”ڊائريڪ“ مون کي پنهنجو مسودو موڪليندو آهي تہ ان جي تحرير ايتري تہ صاف ۽ غلطين کان پاڪ هوندي آهي جو صرف ان جي ڏسڻ سان ئي انسان خوبصورت اکر پسڻ لڳندو آهي ۽ ڪائي تبديلي قبول ناهي ڪندو. سندس ڪم وڏي آب و تاب وارو هوندو آهي. تازو اسين تصويرن جي هڪ نمائش ڏسڻ وياسين. اتي ”مانيٽ“ جي ناهيل سمنڊ جي نيري ۽ ناسي رنگ جي شاندار تصوير بہ هئي. تصوير جي پيش منظر ۾ هڪ ڪشتي هئي ۽ ان سان گڏ سمنڊ ۾، گهري سليٽي رنگ جو هڪ ڏبو هيو، جنهن جو مطلب قطعاً واضح نہ هيو. ”ڊائريڪ“ چيو: ”تصوير جو اهو هنڌ قابل قبول ناهي.“ هن کي ڏسڻ جو اهو نرالو طريقو هيو، پر شايد هو صحيح چئي رهيو هو. هڪ سائنسي ڪم وانگر ڪنهن بہ فن پاري ۾ هر تفصيل پوري وضاحت سان پيش ڪرڻ گهرجي ۽ محض اتفاق تي ڪجهہ بہ نہ ڇڏڻ گهرجي.

تڏهن بہ مذهب هڪ ٻيو معاملو آهي. مان بہ ”ڊائريڪ“ وانگر ئي محسوس ڪندو آهيان. هڪ شخصي خدا جو تصور منهنجي لاءِ بہ ويڳاڻو آهي پر اهو ضرور ياد رکڻ گهرجي تہ مذهب اهڙي زبان استعمال ڪندو آهي، جيڪا سائنسي زبان کان مختلف هوندي آهي. سائنس جي زبان جي مقابلي ۾، مذهب جي زبان شاعريءَ جي زبان کي وڌيڪ ويجهي آهي. اسين سمجهون ٿا ۽ اهو درست بہ آهي تہ سائنس جو تعلق معروضي حقيقت جي باري ۾ اطلاعن سان آهي ۽ شاعريءَ جو تعلق موضوع جي احساسن سان آهي. تنهن ڪري اسين ان نتيجي تي پهچندا آهيون تہ، جيڪڏهن مذهب واقعي معروضي حقيقتن بابت آهي تہ ان کي حقيقتن جي سائنسي معيارن جهڙا معيار اپنائڻ گهرجن، پر منهنجيءَ نظر ۾ دنيا کي معروضي ۽ موضوعي خاڪن ۾ تقسيم نہ ڪرڻ ئي هڪ ٻي اصول ڳالهہ آهي. اها هڪ حقيقت آهي. مختلف زمانن ۾ مذهب، اميجز، مجازي ڪهاڻين ۽ اڊورن قولن تي گفتگو ڪندا آيا آهيون ۽ ان جو ڪارڻ اهو هيو تہ مذهبن وٽ ان حقيقت کي گرفت ۾ آڻڻ جو ٻيو ڪوئي طريقو نہ هيو، جنهن جو هو حوالو ڏيندا آهن. پر ان جو هرگز اهو مطلب ناهي تہ اهو عين حقيقت ناهي. ان حقيقت کي موضوعي ۽ معروضي زمرن ۾ تقسيم ڪرڻ جو عمل گهڻي دير تائين اسان جو ساٿ نہ ڏئي سگهيو.

جيڪڏهن توهين مذهب، سائنس ۽ آرٽ جي زبانن ۾ ايترو شديد فرق روا رکو ٿا تہ، توهان اهڙا صريحي بيان تہ: ”خدا موجود آهي“ يا ”هڪ لافاني روح موجود





آهي“ مان ڪهڙي معنيٰ ٽا وٺو؟ ان قسم جي زبان ۾ ”ديئراز“ Thear iz جو ڇا مطلب آهي. سائنس، ”ڊائريڪ“ وانگر اهڙي فارموليشن تي اعتراض ڪندي آهي.

رياضيات، جيڪا پنهنجي آخري تجزيي ۾ هڪ ذهني راند هوندي آهي، جيڪا اسين کيڏون يا نہ: ان جي برعڪس، مذهب جو معاملو اسان جو پنهنجي پاڻ سان ۽ اسان جي زندگي ۽ موت جو معاملو آهي. اسان جا اعمال، مذهب جي واعدن جي تابع هوندا آهن ۽ بالواسط ئي سهي، اسان جي هستي، مذهب جي ئي تابع ٿي ويندي آهي. وڌيڪ اسان جي مذهبي رويي کي، اسان جي سماجي رويي کان جدا ڪري نہ ٿو سگهجي ۽ جيڪڏهن مذهب ڪنهن خاص انساني معاشري جي روحاني اسٽريڪچر جي پيداوار آهي تہ، اها ڳالهہ وري بہ بحث طلب آهي تہ ڇا پوري تاريخ ۾ مذهب، سماج کي اڏيندڙ قوت جي طور تي موجود ناهي رهيو؟ يا معاشرو، هڪ ڀيرو تشڪيل تي وجڻ ڪانپوءِ نوان روحاني اسٽريڪچر پيدا ڪندو آهي يا انهن کي علم ۾ ڪنهن خاص سطح جي مطابق گهڙي وٺندو آهي؟ اڄڪلهہ جو انسان پنهنجي فڪر ۽ عمل جي روحاني فريم ورڪ جي انتخاب ۾ ڏاڍو آزاد آهي ۽ ان جي ان آزاديءَ مان ظاهر ٿيندو آهي تہ مختلف ثقافتن ۽ معاشرن جي درميان سرحدون نهايت نرم ٿي ويون آهن. تڏهن بہ جڏهن ڪوئي فرد، وڌيڪ خودمختياري حاصل ڪرڻ چاهيندو آهي تہ شعوري يا غيرشعوري طور تي موجوده روحاني اسٽريڪچرز، ان تي ضرور اثرانداز ٿيندا آهن. ان جو سبب اهو آهي تہ موت ۽ حياتي ۽ زندگيءَ جي ٻين حالتن جي باري ۾ ڪيس هن معاشري جي ٻين فردن سان بہ گفتگو ڪرڻي پوندي آهي، جنهن ۾ هن زندگي گذارڻ جو فيصلو ڪيو هوندو آهي. ان ئي معاشري جي معيارن جي مطابق ڪيس پنهنجن ٻارن کي تعليم ڏيارڻي هوندي آهي. اهڙن آدرشن ۾ علمياتي فلسفا ڪا بہ مدد ناهن ڪندا ۽ جيڪڏهن اهڙي قبوليت، شعوري هجي تہ ڪنهن فرد جي مقصد کي سگهہ بخشيندو آهي. شڪ ۽ شبهن تي غلبو پائڻ ۾ مدد ڏيندو آهي ۽ جيڪڏهن ڪيس ڪو رنج رسندو آهي تہ ڪيس اطمينان عطا ڪندي آهي، جيڪو صرف هڪ محبت ڀريي ڇانوري ۾ ئي پناهہ وٺڻ سان ملندو آهي. ائين معاشرتي زندگيءَ ۾، مذهب وڌيڪ هم آهنگي پيدا ڪندو آهي.

****

# ڪائنات، خدا ڪان بغير...

**پروفيسر رضي الدين**
**سائنسي تعليمدان**

مذهبي حلقن ڪي جنهن خطرناڪ ۽ سڀ ڪان وڌيڪ پريشان ڪن سوال سان منهن ڏيڻو پوندو آهي، اهو، ”خدا جي وجود ۽ ان جي صفتن سان تعلق رکي ٿو.“ مسئلو جيترو اهم آهي، اوترو ان ڏانهن توجهه بہ ڏنو ويو آهي. جڏهن کان دنيا وجود ۾ آئي آهي، زبردست ۽ اعليٰ دماغ پيدا ٿيندا رهيا آهن. اهڙا اهڙا عقلمند ۽ ڏاها گذريا آهن، جن جي فڪري سطح کي سمجهڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهه ناهي. انهن ۾ شايد ئي اهڙي شخصيت گذري هجي، جنهن کي ان اهم ترين بنيادي سوال سان منهن ڏيڻو نہ پيو هجي. مذهبي عقيدا هجن يا عقلي منطق- جيتريقدر سوچون ۽ ويچار وڌندا ويندا آهن، مسئلي جي پيچيدگي تهائين ڀيٽي ٽيٽي ٿيندي ويندي آهي. ”اک“ جو مشاهدو جيڪو دنيا ۾ يقين جي سڀ کان وڏي ڪسوٽي آهي، ان معاملي ۾ ڪرو ثبوت ڏيڻ کان قاصر آهي. نہ نظر ٿو اچي، نہ ڇهي ٿو سگهجيس، نہ ٻڌي ٿو سگهجيس ۽ نہ ڪي سوال جواب ڪري سگهجنس ٿا. پر پوءِ بہ سندس وجود برحق آهي. عجيب و غريب ڳالهه اها آهي تہ هڪ هستي، ڪنهن بہ طرح ناهي، مگر آهي. انهن صفتن ۾ خدا جي وجود تي دليلن جي گنجائش ڪانهي. هتي اسان کي صرف اهو ڏسڻو آهي تہ ان مسئلي مان پيدا ٿيندڙ مسئلن جو حل ڇا آهي؟! عقل جو سمورو وقت صرف ڪرڻ ڪانپوءِ اسين ان نتيجي تي پهچون ٿا تہ ان معاملي ۾ عقل، ڪوئي قطعي يڪطرفو فيصلو نہ ٿو ڪري سگهي. ڪنهن ڳالهه جو عقل جي حدن ۾ نہ اچڻ ان ڳالهه جي وجود کان انڪار جي لاءِ ڪافي ناهي. روزانو جا تجربا ٻڌائين ٿا تہ ڪجهه غبي ذهن ماڻهن جي سمجهه ۾ ڪو مسئلو، منڊؤن ايندو ئي ناهي. جيڪڏهن اهڙو ماڻهو، ڪنهن ڳالهه جي وجود کان انڪار ڪري ڇڏي تہ اهو غلط آهي. ٿي سگهي ٿو تہ سموري دنيا جي انسانن جو عقل بہ ان مسئلي تائين پهچڻ کان قاصر هجي. ان سوال تي صرف انڪار نہ، بلڪ اقرار جي پاسي جي ئي گنجائش آهي. ايئن عقل جو نالو وٺي خدا جي وجود کان انڪار ڪري ڇڏڻ، عقل جي غلط ترجماني





سنڌيڪا :سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار



ڪرڻ آهي. ٿوري دير جي لاءِ ڇڏي ڏيو تہ مذهب ان بابت ڇا ٿو چوي. توهان، خود عقل جي ٻل تي هلندڙ علم، يعني سائنس کان ان سوال جو جواب پڇو تہ اها هن دنيا بابت ڇا ٿي چوي؟ سائنس جتان شروع ٿيندي آهي، اهو اهو آهي تہ روشني ۽ حرارت جو هڪ وڏو گولو، يعني سج گردش ڪري رهيو آهي. ان جا ٽڪرا ٿي زمين ۽ ٻيا سيارا ٺهي ويا، دنيا جي اها تعبير، ٻن سببن جي ڪري خلاف عقل آهي.

* پهريون اهو تہ: ”نظر ايندڙ“ وارو اعتراض، جيڪو خدا جي باري ۾ ڪيو ويندو آهي، هتي بہ ڪري سگهجي ٿو. سج جا ٽڪرا ٿيا! سوال اهو آهي تہ ”ڪنهن ڏنا“؟ جڏهن خود سائنس جي قول جي مطابق اهو ڪم، زمين تي زندگيءَ جي وجود کان اٽڪل ڏهہ لک سال اڳ ٿيو هيو. دنيا جي ڪنهن بہ انسان، ايستائين جو ڪنهن جاندار بہ، جنهن واقعي کي ٿيندي نہ ڏٺو هجي، ان کي عقل ڪيئن ٿو تسليم ڪري سگهي؟ وڌ ۾ وڌ اهو ٿو چئي سگهجي تہ اسان جي اندازي، رياضي، تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ سان اهوئي ٿو ظاهر ٿئي تہ: ”ايئن ٿيو هوندو!“ خدا جي نظر نہ اچڻ تي جيڪو عقل غير مطمئن آهي، ان کي ان ڳالهه تي بہ غير مطمئن ئي هجڻ گهرجي. جيڪڏهن اهو مڃي بہ وٺجي تہ سج ٽڪرا ٿي، زمين ۽ سيارا ٿي ويو تہ پوءِ ان سوال جو ڇا جواب آهي تہ، ”سج ڪٿان آيو؟ ۽ اهو ڪڏهن کان گردش ڪري رهيو هيو؟“ جيڪڏهن شروع ۾ مادو موجود هيو تہ: ”مادو ڪٿان آيو؟“ اهي سڀ سوال ان قسم جا آهن، جو انهن جو ڪوئي آخري حل ڪونهي. ايئن تہ سمورن انسانن جون عمريون ختم ٿيڻ تائين بہ ان مسئلي جي پڄاڻي تي نہ ٿي سگهي.

اسين زنده آهيون، اها هڪ حقيقت آهي. اسان کي سمورن انسانن سان گڏجي ڪري زندگي گذارڻي آهي، اها بہ هڪ حقيقت آهي ۽ زندگي گذارڻ جي لاءِ ڪنهن نہ ڪنهن بنياد جي ضرورت آهي. توهان ڏٺو تہ: ”سائنس ۽ مذهب، ٻنهي جو بنياد هڪ جهڙو ئي آهي.“ سائنس جي ابتدا عقل جي روءِ سان ڊانوانڊول آهي، پر ان جي باوجود ان جو درمياني دور ڪيڏو اهم آهي. ان جي بدولت، انسان مادي اعتبار کان ايڏي ترقي ڪئي آهي. اهڙيءَ طرح مذهب، دنيا جي لاءِ سلامتيءَ جو پيغام آهي. ان حيوان کي انسان بڻايو آهي. ڏسڻو اهو آهي تہ ڪنهن سان ٿو دنيا ۾ امن امان ۽ سڪون محسوس ٿئي. ماديت پسند ڇڙواڳ معاشري ۾ يا اهو معاشرو جيڪو خدا جي تصور کان آزاد آهي ان ۾، ڪائنات ۾ سڀ کان بلند مقام انسان کي ڏنو ويو آهي ۽ اهو فرض ڪيو ويو آهي تہ، پنهنجي زماني جا قابل ترين انسان ٻين انسانن تي حڪومت ڪن. مطلب تہ انسانن تي انسانن جي حڪومت قائم ٿي وڃي تہ دنيا ۾ امن امان ۽ سڪون قائم ٿي سگهي ٿو. تاريخ ۽ تجربن مان ثابت ٿئي ٿو تہ، ائين ٿيڻ فطرت جي خلاف آهي. ماڻهو، پنهنجي ئي هم جنس جو هميشہ ۽ هر حالت ۾ ماتحت رهي نہ ٿو سگهي. ان جا خيال ۽ سوچڻ سمجهڻ جو انداز وقت جي تعلقات سان

گڏوگڏ بدلبا رهندا آهن. وري هر شخص جي سوچڻ ۽ سمجهڻ جو انداز ۽ سٺائي بڇڙائيءَ جو معيار مختلف ٿي سگهي ٿو. تنهن ڪري اهڙن خدائي حڪمن ۽ هدايتن جي سخت ضرورت پوندي، جن تي سمورا ماڻهو متفق ٿي سگهن ۽ انتشار باقي نہ رهي. ماڻهوءَ جي تجسس جي ذوق جي ڪائي انتها ڪانهي. هو ڪنهن بہ دريافت يا جاکوڙ ڪانپوءِ خاموش ويهي نہ ٿو سگهي. جيڪا ڳالهہ يا حقيقت ان تي ظاهر ٿيندي آهي، پوءِ ان جي وقعت ۽ اهميت ان جي نظر ۾ گهٽجي ويندي آهي. ڇو جو ان جو هم جنس، ڀلي ڪيڏو بہ عظيم ۽ زبردست انسان ڇو نہ هجي، فهم ۽ دانش جو هڪ محدود مقدار رکي ٿو. ان مقدار کي ڪڏهن نہ ڪڏهن پار ڪري سگهجي ٿو. تنهن ڪري ان جي لاءِ ان فهم ۽ دانش جي ڳالهين جي بہ ضرورت محسوس ٿيندي، جنهن کي انساني عقل پار ڪري نہ سگهي، ماڻهوءَ جي فطرت ۾ هڪ عنصر اهو بہ آهي تہ: ”هو خود غرض آهي.“ هو اهو ٿو چاهي تہ پاڻ آرام سان ڪائي پيئي، وڌ کان وڌ مال ڪٺو ڪري، پوءِ هو پنهنجن ماڻهن سان جيتري رغبت ۽ همدردي رکندو آهي، سا ٻين سان نہ رکندو آهي. جيڪڏهن فرض ڪريو، هو وسعت نظريءَ ۽ انصاف کان ڪم وٺي بہ تہ وڌ ۾ وڌ پنهنجي قوم ۽ نسل سان انصاف ڪندو. دنيا ۾ هر رنگ ۽ نسل جا ماڻهو وسن ٿا. هر قوم، ٻي قوم کي پنهنجو ماتحت ۽ غلام  بڻائڻ چاهيندي ۽ عالمگير سطح تي ظلم جو دروازو کليل رهندو.

توهان جيترو غور ڪريو، توهان جو عقل، اها ضرورت محسوس ڪندو تہ جيڪڏهن سموري دنيا جا انسان پاڻ کان ڪنهن بلند ۽ بالا هستيءَ کي پنهنجو نگران ۽ مالڪ مڃي وٺن، تڏهن بہ ڀلائيءَ جي ڪا صورت نڪري سگهي ٿي. جيستائين ماڻهوءَ جي خودغرضيءَ جو احساس اندر کان ڪچليو نہ وڃي، تيستائين ٻين سان ڀلائي نہ ٿو ڪري سگهي. اهو ڪم فوج ۽ پوليس جو ناهي. بلڪ اهڙي عقيدي جو آهي، جنهن تحت ڪا هستي هر وقت ۽ هر هنڌ ان جي نگراني ڪندي رهي. ڪنهن وڏي خدائي طاقت جو مستقل خوف ئي ڪيس برائيءَ کان باز رکي سگهي ٿو. اهڙي خدائي قوت جي احڪامات جي اثر هيٺ رهي ڪري ئي، انسان انسان جي مٿان انصاف سان حڪومت ڪري سگهي ٿو ۽ عدل قائم ڪر سگهي ٿو.

هاڻي اسين خدا جي وجود جي باري ۾، انهن صفتن کي وٺئون ٿا، جيڪي اسلام بيان ڪيون آهن ۽ جيڪي منڪرن وٽ عقل جي خلاف آهن. اسين ڏسون تہ، ڇا ان هستيءَ جي لاءِ انهن صفتن کانسواءِ ڪي ٻيون صفتون مناسب ٿي سگهن ٿيون؟ سڀ کان پهرئين صفت اها تہ، هو نظرنہ ٿو اچي. عقل مطالبو ٿو ڪري تہ ڪيس نظر اچڻ وارو هجڻ گهرجي ها! جيڪڏهن ايئن هجي ها تہ پوءِ انڪار جي ڪهڙي گنجائش بچي ها ۽ جيڪا هستي نظر اچي رهي آهي، ان جي وجود کي مڃائڻ ۽ ثابت ڪرڻ جي لاءِ هاڻي ڪهڙي ضرورت ٿي سگهي ٿي؟ جيڪڏهن ايئن هجي ها تہ انسان جي





عقل جو امتحان ڪيئن وٺي سگهجي ها؟ داناءَ ۽ نادان ۾ فرق ڪيئن ڪري سگهجي ها؟ ۽ سڀ کان وڌيڪ اهو تہ دنيا جو سمورو ڪارخانو ئي الٽو ٿي وڃي ها. اڳ پهرئين سوال تي ئي ان جو جواب ڏنايو وڃي ها تہ باقي سوالن ۾ ڪهڙي دلچسپي رهي ها؟ ٻي صفت کي وٺو، يعني هو هر جاءِ تي موجود آهي، سڀ ڪجهہ ڏٺي ۽ ڄاڻي ٿو. جيڪڏهن هو هر جاءِ تي موجود هجڻ جي بجاءِ ڪنهن مخصوص هنڌ تي هجي ها تہ ان مقام جي مقابلي ۾ ٻين مقامن جي اهميت گهٽجي وڃي ها ۽ سموري دنيا جا انسان دعائون ۽ التجائون ڪرڻ جي لاءِ سميٽجي هڪ هنڌ ڪٺا ٿي وڃن ها. دنيا جي آباديءَ ۾، جيڪو رنگ برنگي اطمينان ۽ توازن هن وقت ڏسجي ٿو، اهو ان صورت ۾ نہ هجي ها. حق تلفيون ٿين ها ۽ خدا جي هستيءَ تائين غفلت ۽ جانبداريءَ جو الزام مڙهجي وڃي ها. هاڻي تہ ماڻهو پنهنجي جاءِ تي دعا ڪري مطمئن ٿي وڃي ٿو تہ ٻڌڻ واري ٻڌي ورتي آهي. ٿيون اهو تہ انصاف اهوئي ڪري سگهي ٿو، جيڪو هميشہ هجي ۽ هميشہ رهندڙ هجي. اها هستي جيڪا ڪجهہ عرصو پهريان آئي هجي ۽ ڪجهہ وقت ڪانپوءِ هلي ويندڙ هجي، اها سمورن قديم ۽ جديد انسانن جي درميان انصاف ڪري نہ ٿي سگهي. عقل چوي ٿو تہ ايئن ئي هجڻ گهرجي ها. جيڪڏهن عقل، خدا جي وجود جو احاطو ڪري وٺي ها تہ اها ڳالهہ ان جي بزرگيءَ جي توهين برابر هجي ها. عقل جي واڌ ويجهہ ۽ ترقيءَ جي لاءِ غور فڪر جو اهڙو ميدان هجڻ گهرجي، جنهن جي ڪائي حد نہ هجي، نہ تہ ان جي پرواز کي نقصان پهچندو. قرآن حڪيم جا هي لفظ ڏسو:

الله نور السماوات والارض

”الله، آسمانن ۽ زمين جو نور آهي“

وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ

”۽ اسين تہ انسان کي سندس شهہ رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون.“

هينئر اسين، خدا جي وجود جي متبادل صورت جو جائزو وٺي ڏٺوسين تہ جيڪو ڪجهہ آهي، اهوئي وڌيڪ بهتر آهي. ڇا ان ڪانپوءِ بہ ڪنهن ٻئي ثبوت جي ضرورت باقي رهي ٿي؟!

****

# خدا جي دنيا

## وحيدالدين خان

جڏهن توهين پنهنجي ڪمري ۾ هجو ته اوهين ڏسو ته ان جي ڊيگهه ڪيتري آهي ۽ ويڪر ڪيتري. پر جڏهن توهين کليل ميدان ۾ آسمان جي هيٺان هوندا آهيو ته لڳندو آهي ته آسمان جي ڊيگهه ۽ ويڪر کي ماپڻ جي لاءِ توهان جا سمورا ماپا ناڪافي آهن. اها ئي صورتحال سموري ڪائنات جي آهي. هڪ ٻج، جڏهن اسري ۽ نسري وڻ جي صورت ۾ هڪ دنيا جوڙيندو آهي ان کي ڪير ٿو بيان ڪري سگهي؟! سج جي روشني، هوا جو نظام، پکين جا گيت، پاڻيءَ جا وهندڙ چشما ۽ اهڙيون بي شمار شيون، جيڪي اسين پنهنجين اکين سان ڏسندا آهيون، انهن کي لفظن ۾ بيان ڪجي ته ڪيئن؟!

سچائي ان کان به وڌيڪ لطيف آهي جو ان کي لفظن ۾ بيان ڪري سگهجي. حقيقت اها آهي ته جتي زبان گونگي بڻجي ويندي آهي اتان حقيقتن جي شروعات ٿيندي آهي، جتي لفظ ساٿ ناهن ڏيندا اتان کان معنيٰ جو آغاز ٿيندو آهي. خدا، خاموش زبان سان ٻولي رهيو آهي ۽ اسين ان کي شور ۾ ٻڌڻ ٿا چاهيون. اهڙيءَ حالت ۾ ڪيئن ممڪن ٿيندو ته اسين خدا جو آواز ٻڌي سگهون؟! هن دنيا ۾ سڀ کان قيمتي ڳالهيون اهي آهن جيڪي خاموش ٻوليءَ ۾ آلاپجي رهيون آهن، پر جيڪي ماڻهو رڳو لڙ بکيڙي جي ٻولي ٻڌڻ ڄاڻندا هجن، اهي انهن قيمتي ڳالهين کان ايئن اڻڄاڻ رهندا آهن جيئن ٻوڙو ماڻهو، خوشگوار موسيقيءَ کان!

خدا جي دنيا بي حساب حسين آهي ان جي سونهن کي لفظن ۾ بيان نه ٿو ڪري سگهجي. ماڻهو جڏهن هن دنيا کي ڏسي ٿو ته بي اختيار سندس مَن چاهي ٿو ته خدا جي هن ابدي دنيا جو رهواسي ٿي وڃي... هو، هوا ۾ شامل ٿي وڃي... وڻن جي ساوڪ ۾ وڃي وسي... هو، آسمان جي بلندين ۾ کوهجي وڃي... پر! انسان جون محدوديتون ان جي لاحد وارين خواهشن ۾ رڪاوٽ آهن. هو پنهنجي محبوب دنيا کي ڏسي ٿو پر ان ۾ شامل ٿي نه ٿو سگهي. شايد جنت ان جو نالو آهي ته ماڻهوءَ کي ان جي محدوديتن مان آزاد ڪيو وڃي ته جيئن هو، خدا جي حسين دنيا ۾ هميشه




سنڌيڪا :سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ پاڻي پائيوار


هميشه جي لاءِ آباد ٿي وڃي...

انسان جيڪا تمدني دنيا ٺاهي آهي اها خدا جي دنيا کان ڪيتري نه مختلف آهي! انسان جون ٺاهيل سواريون، شور ۽ دونهون ڪنديون آهن. پر خدا جي دنيا ۾ روشني هڪ لک ڇهاسي هزار ميل في سيڪنڊ جي رفتار سان هلندي آهي ۽ نه ڪي ڪٿي شور ٿيندو آهي ۽ نه ڪي دونهون! انسان انسانن جي درميان ايئن رهندو آهي جو هڪ مان ٻئي کي انيڪ قسم جون تڪليفون پهچنديون رهنديون آهن، پر خدا جي دنيا ۾ هوا اهڙيءَ ريت گذرندي آهي جو اها ڪنهن سان به ڪانه ٽڪرائبي آهي. انسان پنهنجي غلاظت کي ڪاربان، پگهر، پيشاب ۽ ڪاڪوس جي صورت ۾ خارج ڪندو آهي پر خدا پنهنجيءَ دنيا ۾ جيڪي وڻ اُپايا آهن اهي ان جي برعڪس پنهنجي ڪثافت کي آڪسيجن جي صورت ۾ خارج ڪندا آهن ۽ گل پنهنجي ڪثافت کي خوشبو جي صورت ۾. انسانن جي جوڙيل سمورن شهرن ۾ ڪن ڪچري جو مسئلو هڪ وڏو مسئلو بڻيل آهي. پر خدا جي وسيع تر دنيا ۾ وڏي پيماني تي ڪچرو نڪرندو آهي پر ڪنهن کي خبر به ڪانه پوندي آهي، ڇو جو ان کي Recycle ڪري ٻيهر ڪائنات جي مفيد جزن ۾ تبديل ڪيو ويندو آهي. جيڪو شخص حقيقت جي جهلڪ ڏسي وٺي اهو ان جي بيان ڪرڻ کان پاڻ کي عاجز محسوس ڪرڻ لڳندو آهي، مٿس مات ڇانئجي ويندي آهي.

### معبود جي طلب

روس جي خلائي مسافر 'اندرن نڪولائيف'، آگسٽ 1926ع ۾ جڏهن هڪ خلائي سفر تان واپس ٿيو ته 21 آگسٽ تي ماسڪو جي هڪ پريس ڪانفرنس ۾ هن چيو:

'جڏهن آئون زمين تي لٿس ته منهنجي دل پئي گهريو ته مان زمين کي چمان'

انسان جهڙي هڪ مخلوق جي لاءِ زمين تي جيڪو بي حساب موافق سامان موجود آهي اهو ڪائنات جي ٻين گولن ۾ ڪٿي به ڪونهي. روسي خلاباز، جڏهن ڌرتيءَ کان تمام پري خلا ۾ ويو ته ان ڏٺو ته وسيع خلا ۾ انسان جي لاءِ صرف حيراني ئي حيراني آهي اتي انسان جي سڪون ۽ حاجتن پورين ڪرڻ جو ڪوئي سامان ڪونهي. ان تجربي کان پوءِ جڏهن هو ڌرتيءَ تي لٿو ته ڪيس ڌرتيءَ جي اهميت جو اندازو ٿيو. بلڪل ايئن، جيئن سخت اڃ کان پوءِ ماڻهوءَ کي پاڻيءَ جو احساس ٿيندو آهي. ڌرتي پنهنجي سمورن موافق امڪانن سميت ڪيس ايتري ته سٺي لڳي جو ان جي دل چاهيو ته ان کي چنبڙي وڃي ۽ پنهنجي محبت جي جذبات کي ان تان گهوري ڇڏي.

اهائي اها شيءِ آهي جنهن کي اسلام، 'الهه' چيو آهي. ماڻهو، خلقٺهار کي نه ٿو ڏسي تنهن ڪري هو مخلوق کي پنهنجو 'الهه' ٿو بڻائي. مؤمن اهو آهي، جيڪو

ظاهر مان گذري باطن تائين پهچي وڃي. جيڪو اها حقيقت ڄاڻي وٺي ته هي جيڪو ڪجھ نظر اچي پيو، سو ڪنهن جو ڏنل آهي. زمين ۾ جيڪو ڪجھ آهي اهو سڀ ڪنهن برتر هستيءَ جو پيدا ڪيل آهي، هو مخلوق کي ڏسي ان جي خالق کي ماڃي ۽ خلقڻهار کي پنهنجو سڀ ڪجھ سمجھي. هو پنهنجي سمورن بهترين جذبن کي خدا جي لاءِ گھوري ڇڏي.

روسي خلاباز تي جيڪا ڪيفيت زمين کي ڏسي گذري، ساڳي ڪيفيت اڃا به وڌيڪ ماڻهوءَ تي، خدا جي حاصلات ڪان پوءِ گذرڻ گهرجي. مؤمن اهو آهي جيڪو سج کي ڏسي ته ان جي روشنيءَ ۾ خدا جو نور پسي. هو، آسمان جي وسعتن ۾ خدا جي لامحدوديت جو مشاهدو ڪري. هو، گل جي خوشبو ۾ خدا جي مهڪار پسي ۽ پاڻيءَ جي وهڪري ۾ خدا جي عطا کي پسي. مؤمن ۽ غيرمؤمن جو فرق اهو آهي ته غيرمؤمن جي نگاه مخلوقات ۾ اٽڪي بيهي رهندي آهي ۽ مؤمن مخلوقات مان گذري خلقڻهار تائين پهچيو وڃي. غيرمؤمن، مخلوقات جي سونهن کي خودمخلوقات جي سونهن سمجھي ان ۾ ئي مگن رهندو آهي. مؤمن، مخلوقات جي سونهن ۾ خلقڻهار جو جلوو پسندو آهي ۽ پنهنجي پاڻُ کي خلقڻهار کي ارپي ڇڏيندو آهي. غيرمؤمن جو سجدو شين جي لاءِ هوندو آهي ۽ مؤمن جو سجدو شين جي خلقڻهار لاءِ!

### دريافت جي لذت

سج اسان جي ڌرتيءَ لاءِ ٻارنهن لک ڀيرا وڏو ۽ ان کان ساڍا نو ڪروڙ ميل پري آهي. تڏهن به سج جي روشني ۽ حرارت بي پناهه مقدار ۾ اسان تائين پهچي رهي آهي. هيءُ سج، ڪائنات جو هڪ، نسبتاً ننڍڙو ستارو آهي جيڪو ويجهو هئڻ جي ڪري اسان کي وڏو ٿو ڏسڻ ۾ اچي. گهڻا ستارا، سج کان تمام وڏا آهن ۽ ان کان وڌيڪ روشن به. روشني ۽ حرارت جون اهڙيون عظيم دنيائون جن کي ستارا چيو وڃي ٿو، بي شمار تعداد ۾ خلا ۾ ڦهليل آهن. ڪربين سالن کان لاڳيتو ٻرڻ جي باوجود انهن جو حرارتي پد گهٽجي نه ٿو.

ستارن ۾ اها بي پناهه قوت ڪيئن پيدا ٿيندي آهي؟ 'هنس سيٿي' فلڪياتي طبيعيات جي ميدان ۾ ڊگهي تحقيق کان پوءِ ٻڌايو ته ان جو راز، ڪاربان سائيڪل آهي. ان ئي تحقيق تي 1967ع ۾ موصوف کي طبيعيات جو نوبل انعام مليو. ڊاڪٽر بيٿيءَ (ڄمر: 1906) جنهن ڏينهن ڪاربان سائيڪل جي اها سائنسي دريافت ڪئي اهو ان جي لاءِ جذبات ۽ خوشيءَ جو هڪ ناقابل بيان لمحو هو. ان جي زال: 'روز بيٿي' چوي ٿي ته: رات جو وڳڙو هيو. اسين نيوميڪسيڪو جي صحرا ۾ هئاسين، صحرا جي ماحول ۾ آسمان جا تارا جڳمڳ جرڪي رهيا هئا. 'روز بيٿي'





آسمان ڏانهن نهاريو ۽ حيران ٿيندي چيائين: آسمان جا تارا ڪيڏو نه چمڪي رهيا آهن. ڊاڪٽر بيٿي وراڻيو: ڇا تو کي خبر آهي ته هن وقت تون ان واحد انسان جي بلڪل ويجهو ويٺي آهين جيڪو اهو ڄاڻي ٿو ته آخر اهي ستار چمڪن ڇو ٿا'؟!

'هنس بيٿي' جي دريافت اصل حقيقت جو بيحد جزوي پهلو هيو، هن ستارن ۾ ڪاربان سائيڪل جو عمل دريافت ڪيو. پر سوال اهو آهي ته خود ڪاربان سائيڪل جو عمل ستارن ۾ ڇو آهي؟ ان هيڏي ساري راز کي مؤمن خدا جي صورت ۾ دريافت ڪندو آهي. ايمان باالله هڪ دريافت آهي جيڪا مڙني دريافتن کان تمام وڏي آهي، پر ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي ته سائنسدان کي معمولي دريافت ٿئي ٿي ته هو، جذبات ۾ بي قابو ٿيو وڃي پر ايمان وارا، سڀ کان وڏي شيءِ يعني خدا کي دريافت ڪندا آهن پر منجهن ڪوئي جذباتي اڀار پيدا ناهي ٿيندو. شايد خدا تي ايمان جي دعويٰ ڪندڙن اڃا تائين خدا کي دريافت ئي ناهي ڪيو!!!

### خدا جي موجودگيءَ جو تجربو

اپالو 15 ۾ امريڪ جا جيڪي ٽي خلاباز چنڊ تي ويا هيا انهن منجهان هڪ 'ڪرنل جيمزارون' هيو. ان هڪ انٽرويوءَ ۾ چيو ته آگسٽ 1972 جو اهو لمحو منهنجي لاءِ نهايت عجيب هيو جڏهن مون چنڊ جي سطح تي قدم رکيو، مون اتي خدا جي موجودگيءَ کي محسوس ڪيو. ان چيو ته منهنجي روح تي ان وقت وجداني ڪيفيت طاري ٿي ۽ مون کي ايئن محسوس ٿيو جهڙوڪر، خدا تمام ويجهو هجي، خدا جي عظمت مون کي پنهنجي اکين سان نظر اچي رهي هئي. چنڊ جو سفر منهنجي لاءِ ڇڙو هڪ سائنسي سفر نه هيو بلڪ مون کي ان جي ذريعي هڪ روحاني زندگي نصيب ٿي. (ٽريبون: 27 آڪٽوبر 1972)

'ڪرنل جيمزارون' جو اهو تجربو ڪو انوکو تجربو ڪونهي، حقيقت اها آهي ته خدا جيڪي ڪجھ پيدا ڪيو آهي اهو ايڏو حيرتناڪ آهي جو اهو ڏسي ڪري ماڻهو خلقڻهار جي ڪاريگرين ۾ ٻڏي وڃي! تخليق جي ڪمال ۾ هر پل خلقڻهار جو چهرو جهلڪي رهيو آهي، پر اسان جي آس پاس جيڪا دنيا آهي اها اسين ننڍڙي لاڪون ڏسي ڏسي عادي ٿي ويندا آهيون. ان مان اسين ايترو مانوس ٿي ويندا آهيون جو ان جي انو ڪائپ جو اسان کي احساس ئي نه رهندو آهي. هوا، پاڻي، وڻ ۽ پکي. مطلب ته جيڪو ڪجھ اسان جي دنيا ۾ آهي سو سڀ جو سڀ حد درجي جو عجيب آهي، هر شيءِ پنهنجي خلقڻهار جو آئينو آهي، پر عادي هجڻ جي ڪري اسين ان جي عجيب هئڻ کي محسوس نه ڪندا آهيون. پر هڪ شخص جڏهن اوچتو چنڊ تي لٿو ۽ ڦيريون ڀيرو اتان جو تخليقي منظر ڏٺائين ته هو ان جي خالق کي محسوس ڪرڻ کان رهي نه سگهيو. هن تخليق جي ڪارنامي ۾، خالق کي موجود پسيو، اسان جي

موجوده دنيا ۾ جتي اسين رهون ٿا هتي بہ ’خدا جي موجودگيءَ‘ جو تجربو ايئن ئي ٿي سگهي ٿو جهڙيءَ ريت چنڊ تي پهچي ڪري ڪرنل ڪي ٿيو. پر ماڻهو موجوده دنيا کي ان تعجب انگيز نگاهہ سان ڏسن ئي نہ ٿا. جيئن چنڊ جو هڪ نئون مسافر چنڊ کي ڏسي ٿو. جيڪڏهن اسين پنهنجي دنيا کي ان نظر سان ڏسڻ لڳئون تہ اسان کي هر وقت پنهنجي آس پاس ’خدا جي موجودگيءَ‘ جو تجربو ٿيندو رهي، اسين اهڙيءَ ريت رهڻ لڳئون جهڙوڪر اسين خدا جي پاڙي ۾ بلڪ ان جي پڪ ۾ رهيا پيا آهيون ۽ هو هر پل اسان جي سامهون آهي.

جيڪڏهن اسين هڪ اعليٰ مشين کي پهريون ڀيرو ڏسندا آهيون تہ اسين فوري طور تي ان جي ماهر انجنيئر کي اتي موجود محسوس ڪرڻ لڳندا آهيون. ساڳيءَ ريت اگر اسين دنيا کي ۽ ان جي شين کي گهرائيءَ سان ڏسي سگهون تہ ان وقت اسين اتي خدا کي موجود محسوس ڪرڻ لڳنداسون، خلقڻهار اسان کي ايئن نظر اچڻ لڳندو جو اسين خالق ۽ تخليق کي هڪ ٻئي کان جدا نہ ڪري سگهنداسين.

موجوده دنيا جي انسان جي سڀ کان وڏي دريافت اها آهي تہ هو خدا کي ڏسڻ لڳي، هو پنهنجي آس پاس خدا جي موجودگيءَ کي محسوس ڪرڻ لڳي، جيڪڏهن ماڻهوءَ جو احساس زنده هجي تہ سج جي سونهري ڪرڻن ۾ کيس خدا جو نور جڳمڳ جهلڪندي نظر اچي. هوا جي نرم جهوٽن ۾ کيس رباني لمس جو تجربو ٿيندو، پنهنجون هٿ تريون ۽ پيشاني ڌرتيءَ تي رکندي کيس ايئن لڳندو ڄڻ هن پنهنجو وجود پنهنجي پالڻهار جي قدمن ۾ رکي ڇڏيو آهي. خدا هر هنڌ موجود آهي. شرط اهو آهي تہ ڏسڻ واري نگاهہ ماڻهوءَ کي حاصل هجي.

## رهنما جي ضرورت

اسان کي بک لڳندي آهي، اسين پنهنجي بک مٽائڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون. ايستائين جو ثابت ٿيندو آهي تہ هتي کاڌو موجود هيو جيڪو اسان جي بک مٽائي. اسان کي اُڃ لڳندي آهي اسين پنهنجي اُڃ اجهائڻ جي لاءِ عمل ڪندا آهيون، ايستائين جو پتو پوندو اٿئون تہ هتي پاڻي موجود هيو. جيڪو اسان جي اُڃ اجهائي. سچائيءَ جو معاملو بہ ايئن ئي آهي. ماڻهو هميشہ سچائيءَ جي تلاش ۾ آهي اها تلاش ئي ان ڳالهہ کي ثابت ڪري رهي آهي تہ هتي ڪا سچائي آهي جيڪا ماڻهوءَ کي ڄاڻڻ گهرجي. سچائي، کاڌي پيتي کان وڌيڪ اهم آهي. پوءِ جڏهن اسان جي ننڍڙيءَ طلب جو جواب هن دنيا ۾ موجود آهي تہ اسان جي وڏي طلب جو جواب هتي ڇو نہ موجود هوندو؟!

سچائيءَ جو سوال پنهنجي حقيقت کي ڄاڻڻ جو سوال آهي. ماڻهو هڪ ڏينهن اوچتو پيدا ٿيو پوي. حالانڪ ان پاڻ کي پيدا ناهي ڪيو هو پنهنجي پاڻ کي هڪ دنيا





۾ ڏسي ٿو جيڪا ڪائنس الڳ خود پنهنجو پاڻ قائم آهي. هو پنجاهہ سال يا گهٽ هڪ سؤ سال هن دنيا ۾ رهي مري ويندو آهي، کيس خبرناهي تہ هو مري ڪري ڪيڏانهن ٿو وڃي. زندگي ۽ موت جي اها حقيقت ڄاڻڻ دراصل سچائي ڄاڻڻ آهي.

پر هڪ شخص جهڙيءَ ريت کاڌو ۽ پيتو ڄاڻي وٺندو آهي ان ريت هو سچائي نہ ڄاڻي سگهندو آهي. سچائي يقيني طور تي لامحدود ۽ ابدي آهي. سچائي جيڪڏهن لامحدود ۽ ابدي نہ هجي تہ اها سچائي ناهي، پر ماڻهوءَ جو عقل ۽ ان جي عمر ٻئي محدود آهن. محدود عقل، لامحدود سچائيءَ تائين پهچي نہ ٿو سگهي. محدود عمر جو ماڻهو، ابدي سچائيءَ کي دريافت نہ ٿو ڪري سگهي.

ماڻهوءَ جي اها ئي لاچاري ثابت ٿي ڪري تہ سچائيءَ کي ڄاڻڻ جي لاءِ کيس پيغمبر جي ضرورت آهي. ’پيغمبري‘ ڇا آهي؟ پيغمبريءَ جو مطلب اهو آهي تہ اها سچائي جيستائين ماڻهو پنهنجو پاڻ نہ ٿو پسي سگهي اها پاڻ ماڻهوءَ تائين پهچيو وڃي. جنهن سچائيءَ کي اسين پنهنجين ڪوشش سان نہ ڄاڻي سگهياسون اها پاڻ ظاهر ٿي ڪري پنهنجي باري ۾ اسان کي ٻڌائي وٺي ٿي.

حقيقت کان ماڻهن کي اڳواٽ باخبر ڪرڻ جي لاءِ سچائيءَ کي خدا پيغمبر جي ذريعي کوليو موجوده امتحان جي مدت ختم ٿيڻ کان پوءِ اها، براه راست هر ماڻهوءَ تي کولي ويندي، پيغمبر ٻڌايو تہ ماڻهوءَ مان مطلوب اهو آهي تہ جنهن خدا جي اطاعت سموري ڪائنات جبري طور تي ڪري رهي آهي ان خدا جي اطاعت، انسان ارادي سان ڪري. هو پنهنجي اختيار سان پنهنجو پاڻ کي بي اختيار بڻائي ڇڏي، خدا جي ڏنل آزاديءَ جي باوجود جيڪي ماڻهو خدا جا محڪوم بڻجي وڃن انهن جي لاءِ جنت آهي ۽ جيڪي ماڻهو آزادي ماڻي سرڪش بڻجي وڃن انهن جي لاءِ جهنم.

## آپريشن

امريڪا جي فونڪس جي اسپتال ۾ هڪ شخص داخلا ورتي. ان جي پيٽ ۾ سخت تڪليف هئي. ڊاڪٽرن ان کي آپريشن جو ڪيس قرار ڏنو. آخرڪار هن جي پيٽ جو آپريشن ڪيو ويو. ڊاڪٽر اهو ڏسي دنگ رهجي ويا تہ سندس پيٽ ۾ هڪ هيرو اٽڪيل هيو. اهو ئي هيرو ان جي ناقابل برداشت تڪليف جو سبب بڻيل هيو. هيرو ان جي پيٽ مان ڪڍي ٻاهر ڪڍيو ويو، ان هيري سان اڃا تائين قيمت جي چٽڪي چنبڙيل هئي. ان چٽڪيءَ تي لکيو هيو: 6500 ڊالر. فوري طور پوليس کي گهرايو ويو، پڇاڳاڇا جي دوران مريض ٻڌايو تہ کيس اهو هيرو انعام ۾ مليو هو ۽ غلطيءَ سان اهو سندس پيٽ ۾ هليو ويو. پوءِ سنت ئي پتو پئجي ويو تہ اصل حقيقت ڪا ٻي آهي. اهو ماڻهو هڪ ڀيري ڪنهن هيري جي دڪان تي ويو هو ۽ اتان اهو هيرو چورايو هئائين، پر هو جڏهن نڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو تہ دڪاندار

ڪي شڪ ٿيو ته ان جو پيڇو ڪيائين، جڏهن چور ڏٺو ته هو پڪڙجڻ وارو آهي ته هن امالڪ ڪٽي اهو هيرو وات ۾ وڌو ۽ ڳهي ڇڏيائين. پوليس ان جي ڳولها ۾ هئي پر هو پوليس ڪي هٿ نه ٿي آيو، اسپتال مان ڪيس فوري طور تي گرفتار ڪيو ويو. (هندستان ٽائمز، 5 نومبر 1981ع) ناجائز طريقي سان هٿ ڪيل هيرو ماڻهوءَ جي پيٽ ۾ هضم نه ٿي سگهيو، هو مجبور ٿي ويو ته لڪايل هيرو ٻاهر آڻي ۽ پاڻ ئي پنهنجي ڏوهه جو زنده ثبوت بڻجي وڃي. ساڳي ڪار مجرمن سان نهايت سخت صورت ۾ آخرت ۾ ٿيندي.

دنيا ۾ ماڻهو هڪ شخص جو حق دٻائي ٿو، هو ڪنهن سان به اها ڳالهه نه ٿو ٻاسي جيڪا ڪيس ٻاسڻ گهرجي. اهو سڀ ڪجهه ڪندي به ماڻهو موجوده دنيا ۾ ڪامياب رهي ٿو. ڏاڍ ۽ هوشياريءَ سان هو پنهنجو ڏوهه دنيا ۾ لڪائي ڇڏي ٿو، پر اهو صرف ان وقت تائين ٿيندو جيستائين ماڻهو موت جي ور نه چڙهي. موت، هر ماڻهوءَ جي لاءِ سمجهو ته قدرت جو آپريشن آهي جيڪو سندس اندر ڪي ٻاهر ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ان جي رازن کي وائکو ڪري ڇڏيندو آهي. جيئن هيرو ماڻهوءَ جي پيٽ ۾ هضم نه ٿو ٿئي، اهڙيءَ ريت ظلم ۽ ناانصافيءَ کي به خدا جي هيءَ ڪائنات ڪڏهن به قبول نه ٿي ڪري.

ماڻهوءَ تي اهو وقت اوس اچڻو آهي جڏهن خدائي آپريشن سندس حقيقت کي پڌري پٽ آڻيندو ۽ هن جي لاءِ پنهنجي ڏوهن جي اقرار کان سواءِ ڪوئي چارو نه رهندو.

## خدا جي ياد

اخبار: 'هندستان ٽائمس' جي ايڊيٽر هڪ فيلڊ اسٽڊي (15 مئي 1982) جي ذريعي هندستاني ماڻهن جو مزاج جاچيو. هو پنهنجي مطالعي جي ذريعي ان نتيجي تي پهتو ته هندستانين جي حالت اها آهي جو جڏهن ڪا مصيبت ڪڙڪندي آهي ته خدا انهن وٽ سڀ کان مٿي هوندو آهي، جڏهن هر شيءِ ٺيڪ هوندي آهي ته پئسو سڀ کان مٿي هوندو آهي ۽ خدا کي ٻئي درجي ۾ آڻي ڇڏيندا آهن.

اها تجزيو نه رڳو هندستانين جي لاءِ درست آهي بلڪ اهو عام ماڻهن جي لاءِ به وڏي حدتائين درست آهي. ماڻهوءَ جو حال اهو آهي ته تڪليف ۽ بيوسيءَ جي لمحن ۾ هو سڀ کان وڌيڪ خدا کي ياد ڪندو آهي، ان وقت هن جو سمورو ڌيان خدا ڏانهن ڇڪجي ويندو آهي، پر جڏهن حالتون درست هجن ۽ ڪا پريشاني سامهون نه هجي ته هو پنهنجي مادي مفادن کي پنهنجي سموري توجهه جو مرڪز بڻائي وٺندو آهي.

تنهن ڪري اهڙي قسم جي خدا پرستي، خدا پرستي ناهي، اها صرف ماڻهوءَ جي ان جرم جو ڏس ڏيندي آهي ته هو پنهنجي رب کي وساري ويٺو آهي. اهو وقت





جڏهن ڪيس خدا کي ياد ڪرڻ کپي ها ان وقت هن خدا کي ياد نه ڪيو. تانجو خدا ان جي حقيقت مٿس وائکي ڪري ڇڏي. سندس اک تان غفلت جو پردو هٽي ويو، جڏهن ايئن ٿيو ته هو گهٻرائجي خدا کي پڪارڻ لڳو. انسان هڪ بااختيار ۽ آزاد مخلوق آهي. ڪائنس آزادانه خدا پرستي گهربل آهي نه ڪي مجبوريءَ واري. ماڻهوءَ جو ياد ڪرڻ اهو ياد ڪرڻ آهي جڏهن هن راحت جي لمحن ۾ خدا کي ياد ڪيو هجي. راحت واري وقت ۾ خدا کي وساري ويهڻ ۽ جڏهن مصيبت اچي ته خدا جي طرف ڊوڙڻ هڪ اهڙو عمل آهي جنهن جي خدا جي حضور ۾ ڪائي اهميت ڪانهي. وري اهو واقعو ٻڌائي ٿو ته جيڪو ماڻهو، دولت کي سڀ کان وڏو درجو ڏنيون ويٺو هيو اهو دراصل ڪوڙي معبود کي پنهنجو معبود بڻايون ويٺو آهي، جيڪا شيءِ مصيبت جي وقت ماڻهوءَ جو سهارو نه بڻجي سگهي، جنهن کي ماڻهو خود نازڪ حالت ۾ وساري ويهي اها ڪنهن جو معبود ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟!

## جڏهن پردو کڄندو

امريڪي صدر: 'رونالڊريگن' 30 مارچ 1981ع تي پراعتماد چهري سان پنهنجي صدارتي محل: 'وائيٽ هائوس' مان نڪتو. ڪارن جي قافلي سان هو واشنگٽن ڪان هلٽن هوٽل ڏانهن روانو ٿيو. پروگرام جي مطابق شاندار هال ۾ هڪ تقرير ڪئي. شابسن ۽ واڪاڻ جي فضا ۾ سندس تقرير پوري ٿي، هو مسڪراهيندڙ چهري سان ماڻهن جي هجوم مان ٻاهر آيو، هو پنهنجي، گولي پروف ڪار مان ڳچ وکن جي فاصلي تي هيو ته اوچتو ٻاهر بيٺل هجوم مان گولين جا آواز اچڻ لڳا، هڪ نوجوان 'جان هنڪلي' ٻن سيڪنڊن جي اندر ڇهه فائر ڪيا، هڪ گولي مسٽر ريگن جي سيني ۾ لڳي، هو رت ۾ لت پت ٿي ويو ۽ فوري طور تي اسپتال ۾ آندو ويو. اوچتو گولي لڳڻ کان پوءِ امريڪا جي صدر جو جيڪو حال ٿيو اهو 'اي پي ڪارپوٽر' هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي.

Mr Reagan apread stunned the simile faded from his lips

"مسٽر ريگن جهڙوڪر سُن ٿي ويو. مسڪراهٽ، سندس چپن تان غائب ٿي وئي." (ٽائمس آف انڊيا: 31 مارچ 1981)

هي واقعو ان صورتحال جي هڪ تصوير آهي جيڪو موت جي 'حملي' جي وقت اوچتو ماڻهوءَ تي طاري ٿي ويندي آهي.

ماڻهو، موجوده دنيا ۾ پنهنجو پاڻ کي آزاد سمجهي رهيو آهي هو ٻي ڊپو ٿي جيڪو چاهي سو ڳالهائيندو آهي ۽ جيڪو چاهيندو آهي سو ڪندو آهي، جيڪڏهن ڪنهن کي ڪو مال هٿ لڳو آهي ته اهو سمجهي ٿو ته سندس مستقبل محفوظ آهي، ڪنهن کي ڪو اقتدار حاصل آهي ته اهو اقتدار ڪانئس ڇڻ ڪسجڻو ئي ناهي، هر

ماڻهو پراعتماد چهرو ناهيو ٿو وتي، هر ماڻهو ڪلندي پنهنجي 'ليمونيشن' ڏانهن وڌي رهيو آهي، ان ڪان پوءِ اوچتو پردو ڪڇيو وڃي، موت جو فرشتو ڪيس هن موجوده دنيا مان ڪٽي اڳئين دنيا ۾ پهچايو ڇڏي.

اهو هر ماڻهوءَ جي زندگيءَ جو هڪ پوائنتو لمحو آهي، جڏهن اهو لمحو ايندو آهي ته ماڻهو پنهنجي اندازي جي بنهه ابتڙ صورتحال ڏسي ڪري دهشت ۾ ونجي ويندو آهي. اوچتو ڪيس محسوس ٿيندو آهي ته اهو سڀ ڪجهه محض دوکو هيو جنهن ڪي هن سڀ ڪان وڏي حقيقت سمجهي ورتو هيو، مون پنهنجو پاڻ ڪي آزاد سمجهيو هيو، پر مان ته بنهه بي وس نڪري پييس، مون پنهنجو پاڻ ڪي وڏي ملڪيت وارو پئي سمجهيو پر مان ته بنهه هٿين خالي هئس، مون پانيو ٿي ته مون وٽ وڏي طاقت آهي. پر مان ته خدا جي هن دنيا ۾ مڇر ۽ مک ڪان به ڪمزور ثابت ٿيس. مان سمجهندو هيس ته مون سان گڏ ڪوڙ ماڻهو آهن پر منهنجو ته هتي ڪوئي به ڪونهي.

آه! اهو انسان جيڪو اها ڳالهه نه ٿو ڄاڻي جيڪا ڪيس سڀ ڪان وڌيڪ ڄاڻڻ گهرجي ها!

## هي انسان!

حضرت مسيح عليہ السلام جي وعظن منجهان هڪ وعظ ۾ داعي ۽ مدعو جي تمثيل آهي، هتي اسين اها تمثيل پيش ڪيون ٿا.

'... ته هاڻي آئون هن زماني جي ماڻهن ڪي ڪنهن سان تشبيهه ڏيان؟ اهي انهن ڇوڪرن وانگر آهن جيڪي بازارن ۾ ويٺي پنهنجن ساٿين ڪي سڏي چوندا آهن اسين توهان جي لاءِ بئنسري وڄائي ۽ توهين نچيئو ئي ڪونه! اسين ماتم ڪيو پر توهين رنئو ئي ڪونه!'

خدا جو داعي خدا جي سمنڊ ۾ وهجندو آهي، تنهن ڪري ان جي لاءِ ممڪن هوندو آهي ته خدا جي دنيا ۾ خدا جا گيت ڳائي، هو فطرت جي ساز تي خدا جا ابدي گيت ڇيڙي، انهن گيتن ۾ هڪ طرف خدا جي حسن ۽ ڪمال جون تجليون هونديون آهن جن جي تقاضا هوندي آهي ته اهي ٻڌي ڪري ماڻهو محوِ رقص ٿي وڃي. ٻئي طرف انهن گيتن ۾ خدا جي پڪڙ جون تنبيهون هونديون آهن جيڪي هڪ حساس انسان ڪي تڙپائي ڪيس روئاري ڇڏين. داعي، خدا جي جمال ۽ جلال جو مظهر هوندو آهي، پر انسان ايترو غافل آهي جو هن تي انهن شين جو ڪوئي اثر نه ٿيندو آهي. داعيءَ جي ڪلام جي صورت ۾ خدا ڪيس بلڪل قريب اچي ويندو آهي پر ان مهل به هو خدا ڪي نه ماڻي سگهندو آهي. هن ۾ نه ڪي خدا جي حمد جون ڪيفيتون جاڳنديون آهن نه ڪي خدا جي خوف ۾ سندس اکيون آليون ٿينديون آهن. هو نازڪ ترين پيغامن ڪي به پٿر وانگر ٻڌندو آهي نه ڪي ان انسان وانگر جنهن ڪي خدا اهو



عقل ڏنو آهي جيڪو ڳالهين جي گهرائي ڄاڻي وٺي ۽ ڪيس اها دل ڏني آهي جيڪا درد وچان تڙپي پوي.

خدا جي پاران ڪنهن پڪاريندڙ جو وجود ۾ اچڻ ڪنهن مشين تي وڄندڙ ريڪارڊ جو وجود ۾ اچڻ ناهي، اهو انساني روح ۾ هڪ اهڙي انقلاب جو برپا ٿيڻ آهي جنهن جي شدت آتش فشان ڦاٽن ڪان به وڌيڪ سخت هوندي آهي، داعيءَ جو ڳالهائڻ، پنهنجي جگر جي ٽڪرن ڪي ڪيري اچڻ هوندو آهي. سندس لڪٽيون پنهنجي رت ڪي مس بنائڻ ڪان پوءِ سرجبيون آهن، هن جا گيت چڙو گيت ناهن هوندا، بلڪ انساني روح ۾ هڪ خدائي آواز جو واڪو هوندا آهن، پر هن دنيا جو شايد اهو سڀ ڪان عجيب واقعو آهي ته اهڙا رباني ڪلمات به ماڻهوءَ ڪي متاثر نه ٿا ڪن. داعي پنهنجي پوري وجود سميت هن جي آڏو هڪ ننگو ڏيڄاريندڙ بڻجي ويندو آهي، ان جي باوجود هو انڌو ٻوڙو رهندو آهي، ماڻهوءَ جي آڏو جنت جون دريون کوليون وينديون آهن تڏهن به هو وجد ۾ ناهي ايندو. ڪيس پڙڪندڙ جهنم جو نقشو ڏيکاريو ويندو آهي تڏهن به مٿس گريو طاري ناهي ٿيندو. هن جي آڏو خود خدا اچي بيهندو آهي تڏهن به هو سجدو ناهي ڪندو، انسان ڪان وڌيڪ نازڪ مخلوق خدا ڪا به ناهي ناهي پر انسان ڪان وڌيڪ بي حسيءَ جو ثبوت به ڪوئي ناهي ڏيندو.

## حقيقت جي تلاش

مشهور سائنسدان گليليو (1564ع _ 1642ع) پنهنجي ايجاد ڪيل دوربين سان چنڊ جو صرف سامهون وارو رخ ڏسي سگهيو ٿي، پر اڄوڪو انسان خلائي جهاز ۾ لڳل دوربين ۽ ڪيميرائن جي مدد سان چنڊ جو پويون پاسو به پوري طرح ڏسي رهيو آهي.

هيءُ هڪ سادو مثال آهي، جنهن مان واضح ٿئي ٿو ته ڪالهه ۽ اڄ ۾ علمي لحاظ ڪان ڪيترو فرق اچي چڪو آهي.

پر انهيءَ جديد معلومات تائين رسائي لاءِ تمام وڏو پئسو خرچ ٿئي ٿو. 10 آڪٽوبر 1980ع تي نيو ميڪسيڪو ۾ دنيا جي سڀ ڪان وڏي دوربين نصب ڪئي وئي. ان جي قيمت 78 ملين ڊالر هئي. 1980ع ۾ زحل تائين پهچندڙ آمريڪي خلائي جهاز وائيجر جي لاڳت 340 ملين ڊالر هئي. يورپ ۾ ذراتي (Particle) فزڪس جي بين الاقوامي ليبارٽري (Cern) 1981ع ۾ مڪمل ٿي. ان جو مقصد اينٽي ميٽر ڪي توڙي ميٽر ۾ تبديل ڪرڻ آهي. انهيءَ ليبارٽري تي 120 ملين ڊالر خرچ ٿيا آهن. انهيءَ اداري طرفان ان ڪان وڌيڪ وڏي تحقيقاتي مشين جي تياريءَ جو منصوبو ناهيو ويو آهي، جنهن تي 550 ملين ڊالر خرچ ايندو. پروٽان جي تحقيق لاءِ آمريڪا ۾ هڪ مشين تيار ڪئي وئي آهي، جنهن جي لاڳت 275 ملين ڊالر ٻڌائي وڃي ٿي، وغيره.

پارٽيڪل فزڪس جي تحقيق ۾ وڌندڙ دلچسپيءَ جو اندازو هِن مان لڳائي سگهجي ٿو، ته 1927ع ۾ منعقد ٿيل فزڪس ڪانفرنس ۾ 32 سائنسدان شريڪ ٿيا هئا، جڏهن ته 1980 ۾ شريڪ ٿيندڙ سائنسدانن جو تعداد 800 هو. امريڪن فزيڪل سوسائٽيءَ جي ميمبرن جو تعداد 1920ع ۾ 1300 ۽ 1980ع ۾ 3000 تائين پهچي چڪو هو. اهڙين جديد تحقيقاتي ڪوشش جو تعلق فلڪيات ۽ پارٽيڪل فزڪس سان آهي. انهن علمن ۾ ٿيندڙ ڪوجنائن جا نتيجا تمام دير سان ظاهر ٿين ٿا. تقريباً 50 سالن ڪان پوءِ يا ان ڪان به دير سان. جيڪڏهن انهيءَ لحاظ ڪان سوچجي ته اهڙين تحقيقن تي خرچ ٿيندڙ رقم (جنهن تي ڪو وياج به ڪونه ٿو ملي) جي قيمت ڏينهون ڏينهن گهٽ ٿيندي رهي ٿي. ان طرح پنجاهه سالن ڪان پوءِ هڪ سؤ ڊالرن جي قيمت هڪ ڊالر جي برابر ٿي ويندي، ته پوءِ ايڏي وڏي رقم خرچ ڪرڻ ظاهري طرح بي فائدي نظر اچي ٿي. اهوئي سبب آهي، جو ڪيترائي معاشيات جا ماهر اهڙن منصوبن تي اعتراض ڪن ٿا. ان جي جواب ۾ آمريڪي پروفيسر راجر پنروز (Roger Penrose) چوي ٿو:

”ڇا معاشيات جا ماهر هن بي انداز خوشيءَ ۾ اسان سان گڏ نه آهن، جيڪا علم جي هر نئين واڌاري سان حاصل ٿئي ٿي؟ الائي ڇو ڪين اها ڳالهه ڄاڻڻ جو شوق نه ٿو پيدا ٿئي، ته اسان ڪٿان آيا آهيون؟ اسان جي پيدائش ڪيئن ٿي يا هن زمين تي اسان ڇو آهيون؟ ڇا منجهن معاشي فائدي ڪان سواءِ ٻي ڪنهن ڳالهه کي ڄاڻڻ جو جذبو پيدا نه ٿو ٿئي؟ ڇا ڪين نظرين جي خوبصورتيءَ جو ملهه سمجهه ۾ نٿو اچي؟ جڏهن ڪا تهذيب ڪائنات جي باري ۾ تحقيق ڪان رڪجي وڃي ٿي، ته اها ٻين شين جي باري ۾ ڪوجنا کي به روڪي ڇڏي ٿي. اهڙي طرح پارٽيڪل فزڪس ڪان علاوه ٻيون ڪيتريون ئي شيون پڻ موت جو ڪاڄ بڻجي وينديون.“

انهيءَ مٿئين بيان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو، ته زندگيءَ جي حقيقت کي ڄاڻڻ جو مسئلو ڪيترو نه اهم آهي. اهو انسان، جيڪو خدا جي حوالي سان ڪائنات جي تشريح نه ٿو ڪرڻ چاهي، سو به ڪنهن اهڙي شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ بي تاب آهي، جنهن جي ذريعي هو پنهنجي ۽ ڪائنات جي تشريح ڪري سگهي. دراصل نظر ايندڙ ڪائنات ۽ ان جي اندر انسان جهڙي هڪ مخلوق جو موجود هجڻ، ايتريقدر حيران ڪندڙ آهي، جو انسان ان جي اصليت جي باري ۾ سوچڻ ڪان سواءِ رهي نه ٿو سگهي. ڪا به شيءِ ڪيس انهيءَ سوچ ڪان نه روڪي سگهي ٿي ۽ نه ئي ڪا وڏي مادي ترقي ڪيس ان سوال ڪان بي نياز بڻائي سگهي ٿي.



# خدا- هڪ بلند ترين نصب العين

## ابوالڪلام آزاد

خدا بابت يوناني فيلسوفن جو به هڪ تصور آهي، جيڪو توڙي جو مذهبي تصورات وانگر قومن جو تصور نه ٿي سگهيو، تڏهن به ان کي نظرانداز نه ٿو ڪري سگهجي. اٽڪل پنج سئو سال قبسل مسيح يونان ۾ توحيد ۽ تنزيهه جو عقيدو عام ٿيڻ لڳو هيو. ان جي سڀ ڪان وڏي معلم شخصيت ”سقراط“ جي حڪمت ۾ ظاهر ٿي. سقراط جي انهيءَ تصور جو جڏهن اسين پيرو کڻون ٿا ته اسان کي افلاطون جي مشهور ڪتاب: ”جمهوريت“ ۾ هيٺيون مڪالمو ملي ٿو:

اڊمنٽس سوال پڇيو ته: شاعرن جو ذڪر ڪندي بيان جي ڪهڙي پيرا اختيار ڪرڻ گهرجي؟

سقراط: هر حال ۾ خدا جي اهڙي وصف بيان ڪرڻ گهرجي، جهڙو هو پنهنجيءَ ذات ۾ آهي. ڀلي قصصي شعر هجي يا غنائي! ان ڪان علاوه ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونهي ته خدا جي ذات صالح آهي. تنهن ڪري ضروري آهي ته ان جون صفتون به صالح ۽ مبني برحق هجن.

انڊمنٽس: اهو ٺيڪ آهي.

سقراط: ۽ اهو به ظاهر آهي ته جيڪو وجود صالح هوندو ان مان ڪا به نقصان ڏيندڙ ڳالهه صادر ٿي نه ٿي سگهي ۽ جيڪا هستي نقصان ڏيندڙ نه هوندي، اها ڪڏهن به شر جي جوڙڻهار ٿي نه ٿي سگهي. اهڙيءَ طرح اها ڳالهه به ظاهر آهي ته جيڪا ذات صالح هوندي ضروري آهي ته نفعو ڏيندڙ به هجي. تنهن ڪري معلوم ٿيو ته خدا صرف خير جي علت آهي، شر جي علت نه ٿو ٿي سگهي.

اڊمنٽس: ٺيڪ آهي!

سقراط: ۽ اتان اها ڳالهه به واضح ٿي وئي ته خدا جو سمورن حادثن ۽ افعال جي علت هجڻ ممڪن ڪونهي. جيئن گهڻو ڪري مشهور آهي! بلڪ هو، انساني حالتن جي بنهه ٿوري حصي جي علت آهي. ڇو جو اسين ڏسون ٿا ته اسان جون چڱايون، مداين

کان گھٽيون آهن ۽ برائيءَ جي علت، خدا جي صالح ۽ نافع هستي ٿي نه ٿي سگهي. تنهن ڪري گهرجي ته صرف چڱائيءَ کي ئي ان ڏانهن منسوب ڪريون ۽ برائيءَ جي علت ڪنهن ٻئي هنڌ ڳولهيون.

ادمنتس: مان محسوس ٿو ڪريان ته اها ڳالهه بلڪل واضح آهي.

سقراط: ته هاڻي ضروري آهي ته اسين شاعرن جي اهڙن خيالن سان متفق نه ٿيون، جهڙا خيال، "هومر" جي هيٺين شعرن مان ظاهر ٿي رهيا آهن.

..."مشتريءَ جي ڏيوڍيءَ ۾ ٻه پيالا پيل آهن. هڪ خير جو آهي، هڪ شر جو. اهي ئي انسان جي ڀلائي ۽ برائيءَ جون سموريون علتون آهن. جنهن انسان جي هٿ ۾ خير جي پيالي مان شراب چکي اچي وئي، ان جي لاءِ سڀ خير آهي؛ جنهن جي حصي ۾ شر جي چکي اچي وئي، ان جي لاءِ سڀ شر آهي. وري جنهن کي ٻنهي مان گڏيل سڏيل ڍڪڙو مليو ته ان جي حصي ۾ چڱائي ۽ مدائي ٻئي اچي ويا..."

...وري اڳتي هلي، سقراط اشارو ڪيو آهي جنهن ۾ ان کان انڪار ڪيو اٿس ته: "خدا، هڪ بازيگر ۽ ٻهروپي وانگر ڪڏهن هڪ ويس ۾ ظاهر ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن ٻئي ويس ۾!

يوناني ڏاهن جي تصور مطابق انهيءَ جي اها سڀ کان بهتر تشبيهه آهي، جيڪا افلاطون جي قلم مان نڪتي آهي. اها تشبيهه، خدا جي متشڪل هجڻ کان انڪار ڪري ٿي ۽ سطحي ۽ خسيس صفتن کان به پاڪ، هڪ تخيل پيش ڪري ٿي. پر مجموعي حيثيت ۾ اعليٰ ۽ احسن صفتن جو به ڪو بالاتر تصور نه ٿي رکي ۽ خير ۽ شر جو سُٽ سلجهائڻ کان به مورڳون عاجز آهي. ڪيس مجبوراً اهو عقيدو پيدا ڪرڻو پيو ته، حوادثِ عالم ۽ انساني افعال جو غالب حصو، "خدا جي وس جي دائري کان ٻاهر آهي. ڇو جو دنيا ۾ غلبو شر جو آهي نه ڪي خير جو! ۽ خدا ڪي شر جو جوڙڻهار نه هئڻ گهرجي."

مطلب ته ڇهين صدي عيسويءَ ۾ دنيا ۾ خدا پرستانه زندگيءَ جا تصورات ان حد تائين پهتا هيا جو قرآن نازل ٿيو.

هاڻي غور ڪريو ته قرآن جي تصور الاهي جو ڇا حال آهي؟ جڏهن اسين انهن سمورن تصورن جي مطالعي ڪانپوءِ قرآن جي تصور تي نظر وجهون ٿا ته صاف نظر اچي ٿو ته تصور جي سمورن عنصرن ۾ ان جي جاءِ سڀ کان الڳ ۽ بلندتر آهي.

شاگرديءَ جي زماني ۾، فلسفو منهنجي دلچسپيءَ جو خاص موضوع رهيو آهي. عمر سان گڏوگڏ اها دلچسپي به لاڳيتو وڌندي رهي. پر تجربي مان معلوم ٿيو ته عملي زندگيءَ جون تلخيون گوارا ڪرڻ ۾ فلسفي مان ڪا گهڻي مدد ملي نه ٿي سگهي. فلسفو، بي شڪ طبيعت ۾ هڪ قسم جي رواقي (Stoical) بي پرواهي پيدا ڪري ڇڏي ٿو ۽ اسين زندگيءَ جي حادثن ۽ المين کي عام سطح کان مٿيرا ٿي ڏسڻ



لڳندا آهيون، پر ان سان زندگيءَ جي طبعي اثر پذيرين جا سٽ سلجهائي نه ٿا سگهجن. فلسفو اسان کي هڪ قسم جي تسڪين ضرور ڏئي ٿو، پران جي تسڪين، مورڳون سلبي/منفي هوندي آهي. ايجابي/مثبت تسڪين کان ان جي جهولي هميشه خالي رهي آهي. فلسفو، فقدان جو افسوس گهٽائي ڇڏيندو، پر حاصلات جي به ڪائي اميد ڪو نه ڏيندو. جيڪڏهن اسان جون راحتون اسان کان ڇنيون ويون آهن ته فلسفواسان کي "ڪليلة دمنہ" جي ڏاهي جهرڪيءَ وانگر نصيحت ڪندو ته: لاتأس عَليٰ مافات: "جيڪو ڪجهه وڃائي ويٺو آهين ان تي افسوس نه ڪر." پر، ڇا ان وڃائڻ سان گڏ ڪجهه ماڻڻ به آهي؟ ان ڏس ۾ هو اسان کي ڪجهه نه ٿو ٻڌائي. ڇو جو ٻڌائي نه ٿو سگهي ۽ ان ڪري زندگيءَ جون تلخيون گوارا ڪرڻ جي لاءِ صرف ان جو سهارو ڪافي نه ٿيو.

سائنس، عالم محسوسات جي ثابت ٿيل حقيقتن کان اسان کي آشنا ڪري ٿي ۽ مادي زندگيءَ جي بي رحم جبريت (Physical Deteminisn) جو ڏس ڏئي ٿي. تنهن ڪري عقيدي جي تسڪين سائنس جي بازار ۾ نه ٿي ملي سگهي. سائنس، يقين ۽ اميد جا سمورا ڏيئا وسائي ڇڏيندي، پر ڪو نئون ڏيئو به ڪو نه ٻاريندي. هاڻي پلا اسين زندگيءَ جي اڻ وٽندڙ حقيقت ۾سهاري جي لاءِ نهاريون ته آخر ڪيڏانهن نهاريون؟

کون ایسا ہے جسے دست ہو دل سازی میں
شیشہ ٹوٹے تو کریں لاکھ ہنر سے پیوند

بهرحال اسان کي مذهب ڏانهن واجهائڻو پوي ٿو. اهائي ديوار آهي، جنهن کي هڪ زخمي پٺي ٽيڪ لڳائي سگهي ٿي.

بي شڪ، مذهب جي اها پراڻي دنيا، جنهن جي مافوق الفطرت ڪارفرماين جو يقين اسان جي دل ۽ دماغ تي ڇانيل رهندو هو، هاڻي اسان جي لاءِ باقي نه رهي. هاڻي مذهب به اسان جي سامهون اچي ٿو ته عقليت ۽ منطق جي هڪ سادي ۽ بي رنگ چادر اوڍي اچي ٿو ۽ اسان جي دلين کان وڌيڪ اسان جي دماغن کي مخاطب ڪرڻ چاهي ٿو. پوءِ به تسڪين ۽ يقين جو سهارو ملي سگهي ٿو ته ان مان ئي ملي سگهي ٿو.

فلسفو، شڪ جو دروازو کولي ڇڏيندو ۽ پوءِ ان کي بند ڪري نه سگهندو. سائنس ثبوت ڏيندي پر عقيدو نه ڏئي سگهندي، پر مذهب اسان کي عقيدو ڏئي ڇڏيندو آهي توڙي جو ثبوت ناهي ڏيندو ۽ هتي زندگي گهارڻ جي لاءِ ڇڙو ثابت ٿيل حقيقتن جي ئي ضرورت ناهي، بلڪ عقيدي جي به ضرورت آهي. اسين صرف انهن ڳالهين تي پاڙي نه ٿا سگهون، جيڪي ثابت ڪري سگهندا هجون ۽ ان ڪري مڃيندا هجون، بلڪ اسان کي ڪجهه ڳالهيون اهڙيون به گهرجن جن کي پهرين ثابت نه ڪري

سگهجي پر مِٺو بهرحال پوي ٿو.

عام حالتن ۾ انسان کي مذهب، ان جي خانداني ورثي سان گڏ ملندو آهي ۽ مون کي به مليو، پر مان موروثي عقيدن تي قناعت ڪري نه سگهيس. جيتري سيرابي مذهب ڏئي پئي سگهيو، منهنجي اڄ ان کان وڌيڪ نڪتي! مون کي پراڻن رستن مان نڪري پنهنجون نيون راهون ڳولهڻيون پيون. زندگيءَ جا اڃا پندرهن سال ئي پورا نه ٿيا هئا جو طبيعت نون ڪٽڪن ۽ نئين جستجوءَ کان آشنا ٿي چڪي هئي ۽ موروثي عقيدا، جنهن شڪل ۽ صورت ۾ اڳي سامهون بيٺا هئا، انهن تي مطمئن ٿيڻ کان انڪار ڪرڻ لڳي هئي. پهريان اسلام جا اندروني اختلاف سامهون آيا ۽ ان جي ٽڪرائجندڙ دعوائن ۽ الجهيل فيصلن حيران ۽ ماندو ڪري ڇڏيو. وري جڏهن ڪجهه وکون اڳتي ڪنيم ته خود نفس مذهب جا عالمگير جهيڙا سامهون اچي ويا ۽ انهن حيرانيءَ کان شڪ تائين ۽ شڪ کي انڪار تائين پهچائي ڇڏيو. وري ان کان پوءِ مذهب ۽ علم جي ملاوٽن جو ميدان ظاهر ٿيو ۽ ان رهيو ڪيو عقيدو به وڃائي ڇڏيو. زندگيءَ جا اهي بنيادي سوال، جيڪي عام حالتن ۾ بنهه گهٽ ياد ايندا آهن، هڪ هڪ ٿي اڀريا ۽ دل دماغ تي ڇائنجي ويا. حقيقت ڇا آهي ۽ ڪٿي آهي؟ ۽ آهي به يا نه؟ جيڪڏهن آهي ۽ هڪ ئي آهي جو هڪ کان وڌيڪ حقيقتون ٿي ئي نه ٿيون سگهن ته پوءِ رستا ڇو مختلف آهن؟ ڇو صرف مختلف ئي نه بلڪ هڪ ٻئي سان ٽڪرائجندڙ ۽ وڙهندڙ به آهن؟ وري اهو ڇا آهي ته اختلاف ۽ جهيڙي انهن سمورين ٽڪرائجندڙ واٽن جي آڏو، علم پنهنجي اٽل فيصلن ۽ بي لچڪ حقيقتن جو ڏيئو هٿ ۾ ڪنيون بيٺو آهي ۽ ان جي ڇٽيءَ ۽ بي رحم سوجهري ۾ قدامت ۽ روايت جون اهي سموريون پراسرار اونداهيون، جن کي انسانيت عظمت ۽ تقديس جي نگاهه سان ڏسڻ جي عادي ٿي وئي هئي، هڪ هڪ ٿي نابود ٿي رهيون آهن.

اها واٽ هميشه شڪ کان شروع ٿيندي آهي ۽ انڪار تي ختم ٿيندي آهي ۽ جيڪڏهن پير اتي رڪجي وڃن ته پوءِ مايوسيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهه به هٿ نه ايندو آهي.

تھک تھک کے ہر مقام پہ دوچار رہ گئے
تیرا پتہ نہ پائیں تو ناچار کیا کریں!

مون کي به انهن منزلن تان گذرڻو پيو، پر مان رڪيس ڪو نه! منهنجيءَ اڃ، مايوسيءَ تي قناعت نه ڪرڻ پئي چاهي. نيٺ حيراني ۽ سرگردانيءَ جا ڪوڙ ساترا مرحلا طئه ڪرڻ کانپوءِ جيڪو مقام ظاهر ٿيو، ان هڪ ٻئي جهان ۾ پهچائي ڇڏيو. معلوم ٿيو ته اختلاف جي انهن ئي ٽڪرائجندڙ واٽن ۽ وهمن ۽ خيالن جي انهن ئي گهرين اونداهين جي اندر روشن ۽ قطعي واٽ به موجود آهي، جيڪا يقين ۽ عقيدي



جي منزل مقصود تائين آهي ۽ جيڪڏهن سڪون ۽ اطمينان جي سرچشمي جو نشان ملي سگهي ٿو ته اتي ئي ملي سگهي ٿو. مان جيڪو عقيدو، حقيقت جي جستجوءَ ۾ وڃائي ويٺو هيس، اهو ساڳئي جستجوءَ جي هٿان ٻيهر واپس ملي ويو. منهنجي بيماريءَ جو جيڪو ڪارڻ هيو، اهوئي آخرڪار شفا جو دارون به ثابت ٿيو:

تَدَاوَيْتُ مِنْ لَيْلَىٰ بِلَيْلَىٰ عَنِ الْهَوَىٰ
كَمَا يَتَدَاوىٰ شَارِبُ الْخَمْرِ بِالْخَمْرِ

"سڌن جي سور جو، سورن سان ئي علاج ڪيم، بلڪل ايئن جيئن شرابي پنهنجي مرض جو علاج شراب سان ئي ڪندو آهي."

البت جيڪو عقيدو وڃايو هئم، سو تقليدي هو ۽ جيڪو عقيدو هٿ آيو اٿم سو تحقيقي آهي:

راہ کہ خضر داشت ز سرچشمہ دور بود
لب تشنگی ز راہ دگر بردہ ایم ما

"خضري واٽ، سرچشمي کان ڏورانهين هئي. ڇپن جي خشڪي دور ڪري، اڄ اجهائڻ لاءِ اسان کي پنهنجو نئون چشمو کوٽڻو پيو."

جيستائين موروثي عقيدن جو جمود ۽ تقليدي ايمان جون پٽيون اسان جي اکين تي ٻڌل رهنديون آهن، اسين اها واٽ نه لهي سگهندا آهيون، پر جيئن ئي اهي پٽيون کلنديون آهن ته صاف نظر اچڻ لڳندو آهي ته: واٽ نه ڪي ڏورانهين هئي ۽ نه ڪي گم ٿيل! اها اسان جي اکين تي ٻڌل پٽي ئي هئي جنهن ڇٽيءَ روشنيءَ ۾ ئي گم ڪري ڇڏيو هو.

هاڻي پتو پيو ته اڄ تائين جنهن شيءِ کي مذهب سمجهندا هياسين، اهو مذهب ڪٿي هيو؟ اهو ته خود اسان جي وهم پرستين ۽ غلط انداز سان سوچڻ جو هڪ ڪٽراڳ هو!

هڪ مذهب ته موروثي مذهب آهي ته ابا ڏاڏا جيڪو ڪجهه مڃيندا پيا اچن، توهان به مڃيندا رهو. هڪ جاگرافيائي مذهب آهي ته زمين جي ڪنهن خاص ٽڪري ۾ هڪ عام شاهراهه نهي پئي آهي، سڀڪو ان تي هلي پيو، تنهنڪري توهين به هلو! هڪ مردم شماريءَ جو مذهب آهي ته مردم شماريءَ جي ڪاغذن ۾ هڪ خانو مذهب جو به هوندو آهي، ان ۾ "اسلام" لکرائي ڇڏيو. هڪ رسمي مذهب ٿيندو آهي ته رسمن ۽ تقريبن جو هڪ سانچو گهڙجي چڪو آهي، ان کي نه ڇيڙيو ۽ ان ۾ ئي گهڙيا رهو. پر انهن سمورن مذهبن کان علاوه به مذهب جي هڪ حقيقت باقي رهي ٿي. تعريف ۽ فرق جي لاءِ ان کي "حقيقي مذهب" جو نالو ڏيڻو پوي ٿو جنهن جي واٽ وڃايل آهي!

همیں ورق کہ سیاہ گشت، مدعا اینجاست

(جيڪي پنا ڪارا ڪيا اٿئون، انهن جي منزل اتي ئي آهي.“

ان جاءِ تي پهچي اها حقيقت به بي نقاب ٿي ته: ”علم ۽ مذهب جا جيڪي به جهڳڙا ۽ ٽڪراءَ آهن، حقيقت ۾ علم ۽ مذهب جا ناهن، علم جي دعويدارن جي مڪارين ۽ مذهب جي ٺيڪيدارن جي ظاهر پرستين ۽ قانون سازين جا آهن. حقيقي علم ۽ حقيقي مذهب، توڙي جو هلندا الڳ الڳ رستن تان آهن، پر آخرڪار پهچندا هڪ ئي منزل تي آهن:

عَبارَا تُنَا شَتّیٰ وَ حُسنُکَ وَ احِد

وَ کُلٌّ اِلَی ذَاكَ الجَمَالِ یُشِیْرُ

”اسان جون ڳالهيون اڻايون ۽ تنهنجي سونهن هڪ ئي! ۽ سيني ڳالهين جو اشارو ان هڪ سونهن ڏانهن ئي!“

علم جو واسطو عالم محسوسات سان هجي ٿو. مذهب، محسوسات کان ماوراء جو ڏس ڏئي ٿو. ٻنهي ۾ دائرن جي گهٽائي آهي پر ٽڪراءُ ناهي جيڪو ڪجهه محسوسات کان ماوراء آهي، اسين ان کي محسوسات سان ٽڪرائجندڙ سمجهندا آهيون ۽ اتان ئي اسان جي وائڙائپ جون سموريون پريشانيون شروع ٿي وينديون آهن.

بر چہرہ حقیقت اگر ماندہ پردہ

جرم نگاہ دیدہ صورت پرست ماست

(حقيقت جو چهرو ته کليو پيو آهي- قصور، اسان جي صورت پرست نگاهن جو آهي.“

مطلب ته، زندگيءَ جي ٻوستن ۾، مذهب جي تسڪين محض هڪ سلبي/منفي تسڪين ناهي، بلڪ هڪ ايجابي/مثبت تسڪين آهي. ڇو جو مذهب اسان کي عملن جي اخلاقي قدرن (Moral Values) جو يقين ڏياري ٿو ۽ اهوئي يقين آهي، جنهن جي روشني ڪنهن ٻئي هنڌان نه ٿي ملي سگهي. هو اسان کي ٻڌائي ٿو ته:

”زندگي هڪ فرض آهي، جيڪو پاڙڻ گهرجي، هڪ ٻوجهه آهي، جيڪو بهرحال کڻڻ گهرجي.“

پر ڇا اهو ٻوجهه ڪنڊن تي هلڻ ڪانسواءِ کڻي نه ٿو سگهجي؟ ڇو جو هتي خود زندگيءَ جون تقاضائون آهن، جن جو اسان کي جواب ڏيڻو آهي ۽ خود زندگيءَ جا مقصد آهن جن جي ڪِيَ اسان کي والهانه ڊوڙڻو آهي، جن ڳالهين کي اسين زندگيءَ جون راحتون ۽ لذتون چئون ٿا، اهي اسان جي لاءِ راحتون ۽ لذتون ڪيئن رهنديون،





جيڪڏهن انهن تقاضائن ۽ مقصدن کان اسين موروثن منهن موڙي ڇڏيون؟ بي شڪ! هتي زندگيءَ جو ٻوجهه کڻي ڪنڊن جي فرش تي ڊڪڻو پيو، پران لاءِ ڊوڙڻو پيو جو پٽ پٿيهر ۽ ريشم جي فرش تي وکون کڻندي، انهن تقاضائن جو جواب ڏئي نه پيو سگهجي، ڪنڊا ڪڏهن دامن سان چنبڙندا ته ڪڏهن پيرن ۾ چڀندا، پر مقصد جي چيت، جيڪا دل ۾ چڀندي رهندي، نه ڪي ليڙون ٿيل دامن جي خبر وٺڻ ڏيندي نه ڪي شل ٿيل پيرن جي!

۽ وري زندگيءَ جي جن حالتن کي اسين راحت ۽ ڏک چوندا آهيون، انهن جي حقيقت به ان کان وڌيڪ ڇا آهي ته اها اضافت جي ڪرشمن جي هڪ صورت گري آهي؟ اتي نه ڪي مطلق راحت آهي نه ڪي مطلق ڏک! اسان جا سمورا احساس موروثن اضافي آهن.

دویدن، رفتن، استادن، نشستن، خفتن ومردن!

”رڙهڻ- هلڻ- ڪري پوڻ- ويهي رهڻ- سمهي پوڻ ۽ مري وڃڻ“

اضافتون بدلائيندا هلو، راحتون ۽ ڏک به بدلبا ويندا. هڪ ئي تاراجي کڻي، هر طبيعت ۽ هر حالت جو احساس توري نه ٿو سگهجي. هڪ هاريءَ جي راحت ۽ ڏک تورڻ جي لاءِ جنهن تاراجيءَ کان اسين ڪم وٺندا آهيون، ان سان فنونِ لطيفہ جي هڪ ماهر جي راحت ۽ ڏک جو معيار توري نه ٿو سگهجي. هڪ رياضي داَن کي رياضيءَ جو ڪو مسئلو حل ڪرڻ ۾ جيڪا لذت ملندي آهي، سا هڪ هوس پرست کي عيش عشرت جي راتين جي سرمستيءَ ۾ ڪٿان ملندي؟ ڪڏهن ايئن ٿيندو آهي ته اسين گلن جي سيج تي سمهندا آهيون تڏهن به چين ناهي ملندو ڪڏهن ايئن ٿيندو آهي ته ڪنڊن تي ڊوڙندا آهيون ۽ ان جي هر چڀڪي ۾ راحت، سرور ۽ نت نئين لذت ماڻيندا آهيون.

نہ ہر گل، زحمتِ صد خار می کشید!

”هڪ گل حاصل ڪرڻ جي لاءِ سوين ڪنڊن جا چڀڪا سهڻا پوندا آهن!“

راحت ۽ ڏک جو احساس، اسان کي ٻاهران ڪٿي آٽي ڪير به ناهي ڏيندو. اهو خود اسان جو ئي احساس آهي، جيڪو ڪڏهن زخمي ڪندو آهي ۽ ڪڏهن موروثن مرهم بڻجي پوندو آهي. تلاش ۽ سرگرداني خود زندگيءَ جون سڀ کان وڏيون لذتون آهن. بشرطيڪ ڪنهن مطلوب جي راهه ۾ هجن.

رہرہ روی را خستگی راہ نیست

عشق ہم راہ ست ہ ہم خود منزل ست

”واٽ وٺي ويندڙن کي واٽ جو الڪو ناهي هوندو، عشق پاڻ ئي واٽ آهي ۽ پاڻ ئي منزل به آهي!“

۽ اهو جيڪو ڪجھ عرض ڪريان پيو، سو فلسفو ناهي، زندگيءَ جون عام وارداتون آهن. عشق ۽ محبت جي واردادتن جو مان حوالو نہ ڏيندس. ڇاڪاڻ جو اهي هر شخص جي نصيب ۾ ناهن ايندا. رندي ۽ هوسناڪيءَ جي اڏن جي خبر رکندڙ تہ گهٽا ملي ويندا. اهي پاڻ پنهنجي دل کان پڇي ڏسن تہ ڪندڻ جي واٽ ۾، دک ۽ درد جي تلخين، ڪڏهن خوشين جي مهڪار ۽ هٻڪار جا مزا بہ ڏنن يا نہ؟

زندگي، ڪنهن مقصد ڪانسواءِ جي نہ ٿي سگهجي. ڪو اڙجڻ، ڪو لڳاءُ، ڪو ٻنڌڻ هجڻ گهرجي، جنهن جي خاطر زندگيءَ جا ڏينهن ڪاٽي سگهجن. اهو مقصد، مختلف طبيعتن جي آڏو مختلف شڪلين ۾ ايندو آهي.

زاہد بہ نماز و روزہ ضبطے دارد
سرمد بہ مئے و پیالہ ربطے دارد

”زاهد، نماز روزي جي ذريعي ضابطو ماڻيندو آهي. سرمد دارون ۽ پيگ سان لنؤ لائيندو آهي.“

ڪو بہ زندگيءَ جي ڪمن ڪارين ڪي زندگيءَ جو مقصد سمجهي انهن تي قناعت نہ ٿو ڪري سگهي. جيڪي قناعت نہ ٿا ڪن، انهن جون حالتون بہ مختلف ٿيون. گهڻن جي اڄ اهڙن مقصدن مان اڃهامي ويندي آهي، جيڪي ڪين مشغول رکي سگهن پر ڪجھ طبيعتون اهڙيون بہ هونديون آهن، جن جي لاءِ صرف مشغوليت ڪافي ٿي نہ ٿي سگهي. اهي زندگيءَ جو اضطراب بہ چاهينديون آهن:

نہ داغ تازہ می کارد، نہ زخم کہنہ می خارد
بدہ یارب دلے کیں، صورت بے جانہ می خواہم

”نہ ڪي تازا داغ ڪم جا آهن، نہ ڪي پراڻا زخم ٿا بهلائين، ڪا پرڪيف دل ڏي، يارب! هي بي ڪيف بت نہ ٿو گهرجيم.“

پهرين جي لاءِ وابستگي ان ۾ ٿي تہ اهي مشغول رهن. ٻين جي لاءِ وابستگي ان ۾ ٿي تہ اهي سرگردان رهن. هڪ ڪٿڪي ۽ اٽڇاتل مقصد جي شور سان انهن جي اڄ اڃهامي نہ ٿي سگهي. ڪين اهڙو مقصد گهرجي جيڪو اضطراب ۽ سرگردانيءَ جي ٿاندڻ سان پڇري رهيو هجي، جيڪو انهن جي اندر ۾، شور ۽ سرمستيءَ جو ڪو ٿاڪوڙو مچائي، جنهن جي نازن پرئي دامن ڪي پڪڙڻ جي لاءِ، هو هميشہ پنهنجو گريبان چاڪ ڪندا رهن:

دامن اس کا تو دور ہے اے دست جنوں
کیوں ہے بے کار، گریباں تو مرا دور نہیں

هڪ اهڙو جان وٺندڙ مقصد، جنهن جي ڪڏ انهن ڪي ديوانن وانگر ڊوڙڻو





پوندو آهي. جيڪو ڊوڙندڙن ڪي هميشہ ويجهو بہ لڳندو آهي ۽ هميشہ پري بہ ٿيندو ويندو آهي. ويجهو ايترو جو جڏهن چاهيو، هٿ ڊگهيري پڪڙي وٺوس. پري ايترو، جو ان جي دز جو نشان بہ نہ ملي سگهي:

بامن آویزش او الفت موج ست و کنار
و مبرم بامن، و ہر لحظہ گریزاں از من

”مون سان ان جو اهڙو سنگم- جهڙو لهر جو ڪناري سان ۽ مون کان پري ايترو، جو پل بہ پل مون کان پري ٿيندو ويندو!“

وري نفسياتي زاويي سان ڏسو تہ معاملي جو هڪ ٻيو پاسو بہ آهي، جنهن ڪي صرف گهريون نگاهون ئي پسي سگهن ٿيون. يڪساني- ڀلي سڪون ۽ راحت جي هجي، يڪساني ئي ٿي ۽ هڪ جهڙائي، خود زندگيءَ جي سڀ کان وڏي ڦڪائپ آهي. تبديلي ڀلي ڪٽي سڪون مان بي چينيءَ جي هجي، پر پوءِ بہ تبديلي آهي ۽ تبديلي خود پنهنجيءَ جاءِ تي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي لذت آهي. عربي چوٽي آهي تہ:

حَمِّضُواْ مَجَالِسَكمُ

”پنهنجين محفلين جو ذائقو بدلائيندا رهو“

سو هتي زندگيءَ جو مزو بہ ان ڪي ملي سگهي ٿو، جيڪو ان جي مٺاس سان گڏ ان جي تلخين جا ڍڪ بہ پريندو رهي ۽ ان ريت زندگيءَ جو ذائقو بدلبو رهبو آهي، نہ تہ اها ڪهڙي زندگي، جيڪا ساڳيا صبح ۽ ساڳيون شامون ڪٽي اچي؟ خواجہ ”درد“ ڇا تہ ڳالھ ڪئي آهي:

آجائے ایسے جینے سے اپنا تو جی بتنگ
آخر جیئے گا کب تلک اے خضر مر کہیں!

هتي، ماڻڻ جو مزو انهن ڪي ملي سگهي ٿو، جيڪي وڃائڻ چاهيندا هجن. جن ڪجھ وڃايو ئي نہ هجي، انهن ڪي ڪهڙي خبر تہ ماڻڻ جو مزو ڇا هوندو آهي؟!

۽ وري غور فڪر جي هڪ وک اڳتي وڌايو تہ خود اسان جي زندگيءَ جي حقيقت بہ حرڪت ۽ اضطراب جي هڪ تسلسل ڪانسواءِ ڇا آهي؟ جنهن حالت ڪي اسين سڪون چوندا آهيون، جيڪڏهن چاهيو تہ ان ڪي موت بہ چئي ڇڏيو. لهر، جيستائين مضطرب آهي تہ زندہ آهي. ماني ٿي، تہ وئي! فارسيءَ جي هڪ شاعر، ٻن مصرعن جي اندر زندگيءَ جي سموري فلسفي جو دنگ ڪري ڇڏيو:

موجیم کہ آسودگئی ما عدم ما است
ما زندہ از انیم کہ آرام نہ گیریم

”اسين اها لهر آهيون، جنهن جي ماٺار، اسان جي موت برابر آهي. اسين زنده ان ڪري ئي هوندا آهيون ته جيئن ورچي ويهي نه رهون.“

❊❊❊

زندگيءَ ۾ ڪو ماڻهو پنهنجي جهول گلن سان ڀرڻ چاهيندو آهي، ڪو ڪنڊن سان- ۽ ٻنهي مان ڪو به اها ڳالهه پسند ناهي ڪندو ته سندس جهول خالي هجي. جڏهن ماڻهن، ڪمن ڪارين ۽ خوشين جا گل پئي چونڊيا، اسان جي حصي ۾ تمنائن ۽ حسرتن جا ڪنڊا آيا. انهن گل چونڊي ورتا ۽ ڪنڊا ڇڏي ڏنائون ۽ اسين ڪنڊا چونڊي ورتا ۽ گل ڇڏي ڏنا:

ز خا رزار محبت دل تراچه خبر
که گل یجیب: نه گنجد قبائے تنگ ترا

”ڪنڊن جي ماڳ جي محبت جي توکي ڪهڙي خبر-مون کي گلن ڇيو: اسين تنهنجي جهول ۾ نه ٿا سونهئون!“

جيڪڏهن اسان جي آڏو ڪو الجهيل معاملو ايندو آهي ۽ اسان کي ان جي سلجهائڻ جو الڪو هوندو آهي ته اسين ڇا ڪندا آهيون؟ اسان جي اندر طبعي طور تي اها ڳالهه موجود آهي ۽ منطق ۽ رياضيءَ اسان کي اها واٽ ورائي آهي ته اسين مونجهاري تي غور ڪريون. هر مونجهارو پنهنجي حل جي لاءِ هڪ خاص قسم جي تقاضا جو جواب چاهيندو آهي. اسين ڪوشش ڪندا آهيون ته هڪ ٻئي جي پويان، قسمين قسمين حل سامهون آڻجن ۽ ڏسجي ته ان تقاضا جو جواب ملي ٿو يا نه؟ آخرڪار جيئن ئي اهڙو حل نڪري ايندو، جيڪو اسان جي مونجهاري جي سمورين گهرجن جو جواب ڏئي ڇڏيندو ۽ معاملي جا سمورا پاسا ٺيڪ ٿي ويندا ته اسان کي پورو يقين ٿي ويندو ته مونجهاري جو صحيح حل نڪري آيو آهي ۽ صورتحال جي اها داخلي شاهدي، اسان کي ان حد تائين مطمئن ڪري ڇڏيندي جو وري ڪنهن خارجي شاهديءَ جي ضرورت باقي نه رهندي آهي. هاڻي، ڪٿي ڪو هزار شڪ پيدا ڪري، اسان جو يقين قطعي به لڏڻو ناهي.

فرض ڪريو ته هڪ تاڪيي جو هڪ ٽڪرو ڪنهن ڦاڙيو هجي ۽ ڦاٽل ٽڪر اهڙيءَ طرح ڪتريل هجي جو اهو هڪڙي هنڌان ٽيڙو ته ٻئي هنڌان ڏنديدار هجي. هاڻي جيستائين اهڙو ئي ڪتريل ٽڪر اتي نه رکبو، تاڪيي جي خالي جاءِ نه ڀربي. هاڻي ان تي ڪپڙي جا اسان کي ڪوڙ ساترا ٽُڪر ملن ٿا ۽ هر ٽڪر کي اتي رکي ڏسئون ٿا ته اهو خال ڀرجي ٿو يا نه؟ پر ڪو به ٽڪر ٺيڪ نه ٿو ويهي. جيڪڏهن هڪ ڪنڊ ملي ٿي ته ٻئي ڪنڊ نه ٿي ملي، اوچتو هڪ ٽڪر اهڙو ملي وڃي ٿو جيڪو ٽيڙي سيڙي ڪتريل تقاضا کي پورو ڪري ڇڏي ٿو ۽ بلڪل اهو خال ٺيڪ ٺيڪ طرح



ڀرجي وڃي ٿو. هاڻي جيڪڏهن ڀلي ان جي تائيد ۾ ڪا خارجي شاهدي موجو نه هجي، پر اسان کي پورو يقين ٿي ويندو ته اهوئي ٽڪر اتان ڪتريو ويوهيو!

ان مثال کان هڪ وک اڳتي وڌايو ۽ گورک ڌنڌي جو مثال سامهون آڻيو. بي شمار طريقن سان اسين ان کي مرتب ڪرڻ چاهيندا آهيون، پر ٿيندو ناهي. آخرڪار هڪ خاص ترتيب نڪري ايندي آهي ته ان جي هر پاسي جي تقاضا پوري ٿي ويندي آهي ۽ ان جي چال چڱيءَ ريت جڙي پوندي آهي. هاڻي جيڪڏهن ڪو خارجي دليل، ان ترتيب جي درستگيءَ جي لاءِ موجود نه به هجي، پر اها ڳالهه ته صرف ان هڪ ترتيب سان اهو مونجهارو دور ٿي سگهي ٿو، پنهنجيءَ جاءِ تي خود هڪ فيصلائتو دليل بڻجي پوندو ۽ اسان کي ڪنهن ٻئي دليل جي ضرورت ئي محسوس نه ٿيندي. مونجهاري جو دور ٿي وڃڻ ۽ هڪ ترتيب جو جڙي پوڻ پنهنجيءَ جاءِ تي خود هزارين دليلن جو هڪ دليل آهي.

هاڻي علم ۽ يقين جي راهه ۾ هڪ وک اڃا اڳتي وڌايو ۽ هڪ ٽيون مثال سامهون آڻيو،توهان نمبرن وارو تالو ته ضرور ڏٺو هوندو. خاص انگن جي ترتيب سان اهو کلندو آهي. هاڻي اتفاق سان اسان کان اهي تالي کولڻ وارا انگ وسري ويا آهن اسين نمبر هٽندا وينداسين ۽ ڏسنداسين ته کلي ٿو يا نه؟ فرض ڪريو هڪڙن مخصوص انگن سان اهو تالو کلي پيو ته ڇا اسان کي ان ڳالهه جو يقين نه ايندو ته انهن ئي انگن ۾ ان تالي جي چاٻي لڪل هئي؟ جستجو جنهن حل جي هئي، سا تالي کلڻ جي هئي. جڏهن هڪڙن انگن اهو تالو کولي ڇڏيو ته ان کان پوءِ باقي ڇا رهيو، جنهن جي وڌيڪ جستجو ڪجي•؟

انهن مثالن کي سامهون رکي ڪري هن هستيءَ جي طلسم تي غور ڪريو، جيڪا خود اسان جي اندر ۽ اسان جي چئني پاسن کان ڦهليل آهي. انسان جڏهن کان هوش ۽ آگهيءَ جي اک کولي آهي، ان ڳجهارت کي سلڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي، پر هن پراڻي ڪتاب جو پهريون ۽ آخري پنو وڃايل آهي، جو نه ڪي اهو ٿو پتو پوي ته شروع ڪٿان ٿيو هيو ۽ نه ڪي اهو ٿو پتو پوي ته ختم ڪيئن ۽ ڪاٿي ٿيو؟

اول و آخر ایں کهنه کتاب افتاد است

”هن پراڻي ڪتاب جو پهريون ۽ آخري پنو ڦاٽل آهي“

❊❊❊❊

---

• اهو مثال هيئن به سمجهي سگهي ٿو ته اسان جي موبائيل فون يا ڪمپيوٽر جو هڪڙو خفيه ڪوڊ/پاس ورڊ هيو، جيڪو اسان کان وسري ويو. هاڻي اسين ڏڪي تي نمبر هٽندا وينداسين- اوچتو موبائيل فون يا ڪمپيوٽر کلي پوندو ته اسان کي يقين ٿي ويندو ته دراصل اهوئي ڪوڊ هيو جيڪو اسين سيٽ کولڻ لاءِ ڳاهيو هيو.

زندگي ۽ حرڪت جو هي ڪارخانو ڇا آهي ۽ ڇو آهي؟ ان جي ڪا ابتدا به آهي يا نه؟ اهو ڪٿي وڃي دنگ به ڪندو يا نه؟ خود انسان ڇا آهي؟ اهو جو اسين سوچي رهيا آهيون ته خود اها سوچ ڪهڙي شيءِ آهي؟ ۽ وري حيرت ۽ پريشانيءَ جي انهن سمورن پردن جي پويان ڪجهه آهي به يا نه؟

ان وقت کان وٺي ڪري جڏهن کان ابتدائي زماني جو انسان، پهاڙن جي غارن مان واجهائي فطرت جي بي شمار چهرن کي بي نقاب ڏسي رهيو آهي، انساني فڪر ۽ عمل جون هزارين ڳالهيون بدلجي ويون پر اها پرولي سلجهي نه سگهي.

اسرار ازل را نه تو دانی و نه من
وین حرف معمه نه تو خوانی و نه من
پست از پس پرده گفتگوے من و تو
چوں پرده برافتد، نه تو مانی و نه من

”ازل جا راز، نه تون ڄاڻا نه مون- ايئن ان ڳجهارت جي ڳالهه نه تون سلي نه مون! پردي جي پويان ڳالهه ٻه تنهنجي ۽ منهنجي ٿي رهي آهي- پردو سرڪيو ته نه تون رهين نه مان!“

اسين انهن مونجهارن کي نوان نوان حل ڪڍي سلجهائڻ جون جيتريون به ڪوششون ڪندا آهيون، اهي تهائين وڌيڪ الجهيو پون. سامهون هڪ پردو نظر ايندو آهي، ان کي هٽائڻ ۾ نسلن جا نسل لڳا رهندا آهن، پر جيئن ئي اهو هٽندو آهي ته پتو پوندو آهي ته سؤ پردا ٻيا به ان جي پويان آهن ۽ جيڪو پردو هٽيو هو اهو حقيقت ۾ هٽيو نه هو بلڪ نت نون پردن جو سامهون اچڻ هيو. هڪ سوال جو جواب اڃا مليو ئي نه ٿو ته ڏهه نوان سوال سامهون اچيو وڃن. هڪ راز اڃا سلجهي ئي نه ٿو ته سؤ نوان راز اکيون پيچڻ لڳن ٿا!

دریں میداں پر نیرنگ حیران ست دانائی
که یک هنگامه آرائی وصد کشور تماشائی

”هن حيرت ڪدي سان ڀرپور ميدان ۾ ڏاهپ حيران بيٺي آهي. هڪ هنگامي کي سوين ولايتون تماشي طور بيٺيون ڏسن.“

***

اسين محسوس ڪريون ٿا ته اسان جي اندر هڪ نه اجهامندڙ اڃ ڀڙڪي رهي آهي، جيڪا هن ڪائنات جي ڳجهارت پڇڻ چاهي ٿي. اسين ان کي ڪيترو به دٻائڻ چاهيون پر ان جي تپش، چپن تي بهرحال اچيو وڃي. اسين هڪڙي حل ڪانسواءِ دل جو قرار ماڻي نه ٿا سگهون. گهڻو ڪري اسين ان ڏوڪي ۾ اچي ويندا آهيون ته ڪنهن



تشفي بخش حل جي اسان کي ضرورت ئي ڪانهي، پر اهو محض هڪ هٺرادو تخيل هوندو آهي ۽ جيئن ئي زندگيءَ جي قدرتي تقاضائن سان ٽڪرائبو آهي ته ذرا ذرا ٿي ويندو آهي.

يورپ ۽ آمريڪا جي مفڪرن جي تازن مآثر• جو مطالعو ڪريو ۽ ڏسو ته موجوده جنگ انهن مڙني دماغن ۾، جيڪي ڪلهه تائين پنهنجو پاڻ کي مطمئن تصور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هيا، ڪهڙو ٽاڪوڙو مچائي رکيو آهي؟ اجها ڪُجهه ڏينهن جي ڳالهه آهي ته پروفيسر جوڊ (Joad) جو هڪ مقالو منهنجيءَ نظر مان گذريو هيو. هو لکي ٿو ته: ”انهن سمورن فيصلن تي، جيڪي اسين مذهب ۽ خدا جي هستيءَ بابت ڪيا هئا، نئين سري سان غور ڪرڻ گهرجي.“ اهو، پروفيسر ”جوڊ“ جو، ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ڪانپوءِ جو اعلان آهي، پر پروفيسر ”جوڊ“ جا، جنگ کان پهريان اعلان ڪيتري قدر مختلف هيا؟ ”برٽرنڊرسل“ به گذريل سال هڪ طويل مقالي ۾، جيڪو ڪجهه آمريڪي رسالن ۾ شايع ٿيو هيو، اهڙي ئي راءِ ظاهر ڪئي هئي.

پر جنهن وقت اها ڳجهارت، انساني دماغ جي آڏو نئين نئين اڀري هئي، ان وقت ان جو حل به اڀري آيو هو. اسين ان حل جي بجاءِ ٻيو حل ٿا ڳولهڻ چاهيون ۽ اتان ئي اسان جون سموريون مايوسيون ڪر کڻڻ شروع ڪن ٿيون.

چڱو! هاڻي غور ڪريو، ان ڳجهارت سلڻ جي ڪاوش آخرڪار اسان کي ڪيڏانهن وٺي وڃي بيهاري ٿي؟ ڪائنات جو هي سمورو ڪارخانو پنهنجي هر پاسي ۽ هر منظر ۾ سراپا هڪ سوال آهي. سج کان وٺي ان جي روشنيءَ جي ذرڙن تائين ڪا به اهڙي شيءِ ڪانهي، جيڪا مورڙن هڪ سوال ۽ هڪ تقاضا نه هجي! هي سڀ ڪجهه ڇا آهي؟ هي سڀ ڪجهه ڇو آهي؟ هي سڀ ڪجهه ڇاجي لاءِ آهي؟ اسين عقل جو سهارو وٺون ٿا ۽ ان روشنيءَ ۾، جنهن کي اسين علم جو نالو ڏنو آهي، جيستائين ڏگ ملي ٿو، هلندا هلون ٿا، پر اسان کي ڪوئي حل نه ٿو ملي، جيڪو انهن الجهائن جي اڄ اجهائي سگهي. روشني اجهاميو وڃي. اکيون مانديون ٿيو پون ۽ عقل ۽ ادراڪ جا سمورا سهارا جواب ڏيو ڇڏين. پر جيئن ئي اسين پراڻي حل ڏانهن موٽئون ٿا ۽ پنهنجي معلومات ۾ صرف ايتري ڳالهه وڌايون ٿا ته: ”هڪ صاحبِ اراده ۽ صاحبِ ادراڪ قوت، پردي جي پويان موجود آهي“...ته، اوچتو صورتحالَ بدلجيو وڃي ۽ ايئن معلوم ٿيڻ لڳي ٿو، ڄڻ اونده مان نڪري سوجهري ۾ اچيو بيٺا آهيون. هاڻي جيڏانهن به ڏسون ٿا روشني ئي روشني آهي. هر سوال، پنهنجو جواب ماڻي

• هيءَ تحرير، مولانا آزاد جي قلم مان، ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ڪانپوءِ واري صورتحال جي مدنظر، تڏهوڪن ڏينهن ۾ نڪتل آهي.(ع.م)

ورتو. هر تقاضا جي طلب پوري ٿي وئي. هر اڃ کي سيرابي ملي چڪي؛ ڄڻ اهو سمورو مونجهارو هڪ تالو هيو، جيڪو ان چاٻيءَ لڳڻ سان کلي پيو.

چنداں که دست و پا زدم آشفته تر شدم

ساکن شدم، میانه دریا کنار شد

"مون جيترا به هٿ پير هنيا. تهائين وڌيڪ پريشان ٿيس. سڪون سان ويهي رهيس ته وچ درياهه ڪنارو ٿي پيو."

جيڪڏهن هڪ عقل وارو ارادو پردي جي پويان موجود آهي، هتي جيڪو ڪجهه آهي ڪنهن ارادي جو نتيجو آهي ۽ ڪنهن مقرر ۽ طئہ ٿيل مقصد جي لاءِ آهي. جيئن ئي اهو حل سامهون رکي اسين ان گورک ڌنڌي کي ترتيب ڏيئون ٿا ته، ان جا سڀ وڪڙ نڪري وڃن ٿا ۽ سموريون چالون پنهنجي پنهنجي جاءِ تي فٽ ٿي وڃن ٿيون. ڇو ته هر "ڇا آهي" ۽ "ڇو آهي"؟ کي هڪ معنيٰ خيز جواب ملي وڃي ٿو. مطلب ته ان ڳجهارت جي حل جو سمورو روح انهن ڳچ لفظن جي اندر سمويل هو. جيئن ئي حل سامهون آيو ته ڳجهارت، ڳجهارت نه رهي. هڪ معنيٰ خيز داستان بڻجي پيو. وري جيئن ئي اهي لفظ هٽندا وڃن ٿا، سموريون معنائون ۽ اشارا غائب ٿيڻ لڳن ٿا ۽ هڪ بي جان چيستان سامهون رهجي وڃي ٿو.

جيڪڏهن جسم ۾ روح ٻولي ٿو ۽ لفظن ۾ معنائون اڀرن ٿيون ته حقيقت جا هي جسم به پنهنجي اندر ڪو نه ڪو معنيٰ جو روح رکن ٿا. اها حقيقت ته ڪائنات جي ڳجهارت جي بي جان ۽ بي معنيٰ جسم ۾ صرف ان هڪ حل سان معنيٰ جو روح پيدا ٿئي ٿو، اسان کي مجبور ٿي ڪري ته ان حل کي تسليم ڪريون.

جيڪڏهن ڪوئي ارادو ۽ مقصد پردي جي پويان ناهي ته هتي انڌيري ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي. پر جيڪڏهن هڪ ارادو ۽ مقصد ڪم ڪري رهيو آهي ته پوءِ جيڪو ڪجهه به آهي، روشني ئي روشني آهي. انسان جي فطرت ۾ روشنيءَ جي تلاش آهي. اسين انڌيري ۾ ڪوهجي رهجي وڃڻ جي بجاءِ روشنيءَ ۾ هلڻ جي طلب رکون ٿا ۽ اسان کي هتي، روشن راهه صرف ان هڪ حل مان ئي ملي سگهي ٿي.

جيڪڏهن چيو وڃي ته حل جي طلب اسين ان لاءِ ٿا محسوس ڪريون ته پنهنجي محسوسات ۽ عقل جي محدود دائري ۾ ان جا عادي ٿي ويا آهيون! ۽ جيڪڏهن ان عمل ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي حل مان اسان کي تشفي نه ٿي ملي ته اهو به ان لاءِ آهي ته اسين حقيقت کي تورڻ جي لاءِ پنهنجي محسوسات جي تارازي ئي هٿ ۾ ڪنيون ويٺا آهيون ته ان جو جواب به صاف آهي. اسين پنهنجو پاڻ کي پنهنجي فڪر ۽ نظر جي دائري کان ٻاهر نه ٿا وٺي وڃي سگهون: اسين مجبور آهيون ته سوچيون ۽ حڪم لڳايون ته:





این سخن نیز به اندازهٔ ادراک من ست!

"اها ڳالهه پڻ منهنجي ئي ادراڪ جي اندازي مطابق آهي"

***

مسئلي جو هڪ ٻيو پاسو به آهي. جيڪڏهن اسين غور ڪريون ته فوراً اسان جي آڏو اچي ويندو. انسان جي حيواني وجود، انساني مرتبي ۾ پهچي ڪري ارتقا جون سموريون پويون منزلون پنتي ڇڏي ڏنيون آهن ۽ بلنديءَ جي هڪ اهڙي اعليٰ مقام تي پهچي چڪو آهي جيڪو ڪيس ڌرتيءَ جي سمورين مخلوقن کان الڳ ڪري بيهاري ٿو. هاڻي ڪيس پنهنجي لامحدود ترقين جي لاءِ هڪ لامحدود بلنديءَ جو نصب العين گهرجي، جيڪو ڪيس لاڳيتو بلندين ڏانهن ئي ڇڪيندو رهي. انسان جي اندر ۾ بلند کان بلند تر ٿيندو رهڻ جي طلب، هميشہ ڪر ڪٽندي رهي ٿي ۽ هو بلند کان بلند ترچوٽين ڏانهن اڏامندي به رڪجڻ نه ٿو چاهي. سندس نگاهون، هميشہ بلندين ڏانهن ئي کڄيل رهن ٿيون ۽ هو نهايت بلندين تائين اڏامندي به رڪجڻ نه ٿو چاهي. سوال اهو آهي ته انهن لامحدود بلندين جو نصب العين ڇا ٿي سگهي ٿو؟ اسان کي بنا هٻڪڻ جي مڃڻو پوندو ته اهو نصب العين خدا جي هستيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به ٿي نه ٿو سگهي. جيڪڏهن اها هستي ان جي آڏو هٽي وڃي ته پوءِ ان جي لاءِ مٿي ڏسڻ واسطي ڪجهه به باقي نه رهندو.

ڌرتيءَ تي جيڪي به شيون آهن، سڀ جو سڀ انسان کان هيٺئين درجي جون آهن. هو انهن ڏانهن نگاهه نه ٿو کڻي سگهي. هن جي مٿان آسماني جُسن جي موجودات ڦهليل آهي، پر انهن ۾ به ڪائي هستي اهڙي ناهي جيڪا ان جو نصب العين ٿي سگهي. هو سج کي پنهنجو نصب العين بڻائي نه ٿو سگهي. هو ٽمڪندڙ تارن سان عشق نه ٿو ڪري سگهي. سج سندس جسم کي گرمي بخشي ٿو پر ان جي باطني قوت جي امنگن کي گرم نه ٿو ڪري سگهي. ستارا، ان جي انڌيرين واٽن ۾ روشنيءَ جي لاٽ ضرور ٻارين ٿا، پر ان جي دل ۽ دماغ کي روشن نه ٿا ڪري سگهن. آخرڪار اها ڪهڙي هستي آهي، جنهن ڏانهن هو پنهنجي بلند اڏام جي لاءِ نظر کڻي سگهي ٿو؟

هتي ان جي چوڌاري پستيون ئي پستيون آهن، جيڪي ڪيس انسانيت جي بلنديءَ کان وري حيوانيت جي پستين ڏانهن وٺي وڃڻ چاهين ٿيون. حالانڪ هو اڏامڻ بلندين ڏانهن ٿو چاهي. هو، عناصر جي درجي مان بلند ٿي ڪري نباتاتي زندگيءَ جي درجي ۾ آيو. نباتات کان بلند ٿي ڪري حيواني زندگيءَ جي درجي ۾ پهتو. وري حيواني مرتبي مان اٿي ڪري انسانيت جي بلند شاخ تي پنهنجو آشيانو اڏيائين. هاڻي هو ان بلنديءَ کان وري هيٺئين طرف ڏسي نه ٿو سگهي. توڙي جو حيوانيت جي پستي ڪيس لاڳيتو پستين ڏانهن ڇڪيندي رهندي آهي. هو فضا جي

اڻ ڪٿ بلندين ڏانهن واجهائيندو آهي.

ڪيس بلندين، هائو، اڻ ڪٿ بلندين جو هڪ اوچو، اجا به اوچو مقام گهرجي، جنهن ڏانهن هو لاڳيتو ڏسندو رهي ۽ جيڪو ڪيس هر پل، بلند کان بلند تر ٿيندو رهڻ جو اشارو ڪندو رهي.

اها حقيقت، هڪ جرمن فيلسوف ”رهل“ (Riehl) هنن لفظن ۾ بيان ڪئي هئي:

”انسان، تاڻجي سڌو ٿي بيهي نه ٿو سگهي، جيستائين ڪا اهڙي شيءِ ان جي آڏو موجود نه هجي، جيڪا خود ان کان به بلند تر هجي. هو ڪنهن بلند شيءِ ڪي ڏسڻ جي لاءِ ئي ڪنڌ مٿي ڪڻي سگهي ٿو!“

بلنديءَ جو اهو نصب العين، خدا جي هستيءَ جي تصور کانسواءِ ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ جيڪڏهن اها بلندي ان جي آڏو هٽي وڃي ته پوءِ ڪيس پنهنجي هيٺئين پاسي ڏانهن ڏسڻ جي لاءِ جهڪڻو پوندو ۽ جيئن ئي هن هيٺ ڏٺو، انسانيت جي بلندي، پستين ڏانهن ڏوڪڻ لڳي!

اهائي صورتحال آهي جيڪا اسان کي يقين ڏياري ٿي ته خدا جي هستيءَ جو عقيدو انسان جي هڪ فطري ضرورت جي تقاضا جو جواب آهي ۽ ڇاڪاڻ ته فطري تقاضا جو جواب آهي، تنهن ڪري ان جي جاءِ انسان جي اندر ۾ پهريان کان موجود هجڻ گهرجي.

***

زندگيءَ جي هر پاسي ۾ انسان جون فطري گهرجون آهن. فطرت، فطري گهرجن جا جواب، فطري طور ڏنا آهن ۽ ٻنهي جو دامن اهڙي انداز سان هڪ ٻئي سان ٻڌل آهي جو هاڻي اهو فيصلو نه ٿو ڪري سگهجي ته ٻنهي مان پهريان ڪهڙي شيءِ ظاهر ٿي؟ گهرجون پهريان پيدا ٿيون هيون يا انهن جي جوابن پهريان ڪر کنيو هو؟ ته جڏهن اسين ڪا فطري تقاضا محسوس ڪندا آهيون ته اسانکي پورو يقين هوندو آهي ته ان جو فطري جواب ته ضرور موجود هوندو. ان حقيقت ۾ اسان کي ڪو به شڪ ناهي هوندو.

مثال طور: اسين ڏسندا آهيون ته انسان جي ٻچڙي جي دماغي واڌ ويجهه ۽ ان جي ڳالهين ڪرڻ جي قوت جي اپرڻ جي لاءِ مثالن ۽ نمونن جي ضرورت هوندي آهي. هو، مثالن ۽ نمونن کانسواءِ پنهنجين فطري قوتن کي انهن جي اصلي چال سان هلائي نه ٿو سگهي. ايستائين جو ڳالهائڻ به نه سکي سگهندو، جيڪا ان جي انساني مرتبي جي امتيازي خوبي آهي ۽ جيئن ته اها ان جي هڪ فطري طلب آهي، تنهن ڪري ضروري هيو ته خود فطرت ئي پهرئين ڏينهن کان ئي ان جو جواب مهيا ڪري ڇڏيو هجي ها ته اهو جواب پهريان ماءُ جي هستيءَ ۾ اپرندو آهي. پوءِ پيءُ جي





نموني ۾ ڪر ڪڻندو آهي. پوءِ ڏينهون ڏينهن پنهنجو دامن وسيع ڪندو ويندو آهي. هاڻي غور ڪريو ته اهڙي صورتحال جو يقين، ڪيئن اسان جي دماغن ۾ رچيل آهي؟ اسين ڪڏهن به ان ۾ شڪ ڪري ئي نه ٿا سگهون. اسان جي دماغن ۾ اهو سوال اپرندو ئي ناهي ته ٻار جي لاءِ والدين جو نمونو، شروع کان ئي ڪم ڏيندو آيو آهي يا اڳتي هلي انساني بناوٽ پيدا ڪيو آهي؟ ڇو جو اسين ڄاڻون ٿا ته اهو هڪ فطري مطالبو آهي ۽ فطرت جا سمورا مطالبا تڏهن ڪر ڪڻندا آهن، جڏهن انهن جي جواب جو سامان تيار هوندو آهي.

ٺيڪ ان طرح جيڪڏهن اسين ڏسندا آهيون ته انساني دماغ جي واڌ ويجهه هڪ خاص درجي تائين پهچي انهن مڙني نمونن کان اڳتي وڌي ويندي آهي، جيڪي ان جي چئني پاسن کان ڦهليل هوندا آهن ۽ پنهنجي عروج ۽ ارتقاءَ جي پرواز جاري رکڻ جي لاءِ اهو ان جي هستيءَ جو هڪ فطري مطالبو آهي ۽ جيڪڏهن فطري مطالبو آهي ته ضروري آهي ته ان جو فطري جواب به خود ان جي هستيءَ جي اندر ئي موجود هجي ۽ هن عقل ۽ هوش جي اک کولڻ سان ئي ان کي پنهنجي اکين جي آڏو ڏٺو هجي، اهو جواب ڇا ٿي سگهي ٿو؟ جيتري تلاش ڪريون ٿا، خدا جي هستيءَ کانسواءِ ٻيو ڪو به نه ٿو سجهي.

آسٽريليا جي وحشي قبيلن کان وٺي ڪري تاريخ جي سڌريل انسانن تائين ڪير به ان تصور جي امنگ کان خالي نه رهيو آهي. رگ ويد جي نغمن جو فڪري مواد ان وقت جڙڻ شروع ٿيو هيو، جڏهن تاريخ جو صبح به اجا پوريءَ طرح نه اڀريو هيو ۽ حتين (Hitties) ۽ عيلامين جڏهن پنهنجي تعبدانه تصورن جا نقش چٽيا هيا ته انساني تمدن جي ٻالڪپڻيءَ اجا اک مس کولي هئي. مصرين، مسيح جي ولادت کان هزارين ورهيه اڳ پنهنجي خدا کي انيڪ نالن سان سڏيو ۽ ڪالديا جي ڪاريگرن، مٽيءَ جي پڪل سرن تي حمد ۽ ثنا جا اهي ترانا اڪريا جيڪي گذريل قومن وٽان کين ورثي ۾ مليا هئا.

ابوالفضل، ڪشمير جي عبادتگاهه جي لاءِ ڇا ته ڪتبو تجويز ڪيو هيو:

*الٰہی بہ ہرخانہ می نگرم جو یائے تواند*

*و بہ ہر زبان کہ می شنوم گویائے تو اند*

”يا خدا! مان جنهن به عبادت گهر ۾ وڃان ٿو، توکي ويڙا ڳولهين ۽ جيڪا به ٻولي ٻڌان ٿو، ان ۾ تنهنجي ئي ڳالهه پئي هلي.“